# اسلام جو معاشي نظام




مؤلف

شبير احمد پتو عفاالله عنه



ناشر

مكتبه سعيديه مدرسه تعليم الهديٰ

ڳوٺ الرا پوسٽ پريالوءِ ضلع خيرپور- سنڌ- پاڪستان

پوسٽ ڪوڊ ٦٦٠٠٠

بسمہ اللہ الرحمن الرحيمہ
جڏهن اوهين نماز ڪان واندا ٿيو تہ پوءِ زمين ۾ پکڙجي الله جي فضل سان
(روزيءَ جي) تلاش ڪريو (القرآن)

# اسلام جو معاشي نظام

مؤلفہ
احقرالعباد ابوسعيد شبيراحمد ڀٽو عفاالله عنہ

ناشر
مڪتبہ سعيديہ مدرسہ تعليم الهديٰ
ڳوٺ الرا پوسٽ پريالوءِ ضلع خيرپور ميرس- سنڌ- پاڪستان

نالو ڪتاب جو: اسلام جو معاشي نظام
نالو مؤلف جو: شبير احمد پنو
ڇاپو: پهريون
ڳاڻيٽو: هڪ هزار
لي آئوٽ: الطاف پنو
ڪمپوزنگ: اپيل ايسوسيئيشن
گرائونڊ فلور شاليمار هوٽل بيراج روڊ سکر فون ٨٥٨٠٥

قيمت- ٦٠ رپيا

سڌو سنئون گهرائڻ جو پتو
**مڪتبه سعيديه مدرسه تعليم الهديٰ**
ڳوٺ الرا پوسٽ پريالوءِ ضلع خيرپور ميرس- سنڌ- پاڪستان

# فهرست مضامين

صفحو مضمون

# بسم الله الرحمٰن الرحيم .

سڀ ساراهون ان مالڪ کي سونهن ٿيون جنهن اسان جي معيشت کي اسان جي وچ ۾ چڱيءَ طرح ورهايو آهي، ۽ پڻ اسان کي پنهنجي عطا ڪيل شين جو مالڪ بڻايو آهي، ۽ تنهن ڪان پوءِ ان مالڪ اسان کي فالتو سرمائي کي پنهنجي راهه ۾ خرچ ڪرڻ جو حڪم صادر فرمايو آهي ۽ پڻ هدايت فرمائي اٿائين ته دولت صرف سرمائيدارن ۾ نه ڦرندي رهندي . ۽ بي انداز صلاتون ۽ سلام هجن محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تي جنهن کي جهانن جي هدايت لاءِ پلو رهبر ڪري موڪليائين ۽ پڻ سندس آل ۽ اصحاب تي به جن ان جي ٻڌايل احڪامن جي پيروي ڪئي.

**اما بعد** : انسان نالو آهي روح ۽ جسم جو نه ڇڙو روح کي انسان چئبو ۽ نه ڇڙو جسم کي . بلڪه انسان روح ۽ جسم جو هڪ حسين سنگم آهي. پوءِ گهر جون روح کي به آهن ته جسم کي به .
اسلام ڪان سواءِ ٻيا جيڪي به مذهب آهن انهن صرف روح جي گهرج جو لحاظ رکيو آهي ۽ جسم جي گهرج جو لحاظ بلڪل نه رکيو آهي وري جيڪي به مادي نظام وارا آهن انهن صرف جسم جي گهرجن جو لحاظ رکيو آهي ۽ روحاني گهرجن جو ڪو به لحاظ نه رکيو آهي.

صرف اسلام ئي اهڙو مذهب آهي جنهن ۾ انسان جي ٻنهي گهرجن جومڪمل لحاظ رکيو ويو آهي. ان ڪري اسلام کي نوع انساني لاءِ جامع ۽ ابدي دين چئي سگهجي ٿو ڇو ته روح جي به ڪامل گهرج کي پورو ٿو ڪري ته جسم جي به ڪامل گهرج کي پورو ٿو ڪري.
ان ڪري هنن ورقن ۾ صرف هن ڳالهه جو احاطو ڪرڻو آهي ته اسلام

معيشت جي باري ۾ جا تعليم ڏني آهي ۽ اها تعليم ڪيتري قدر نہ انسان ذات لاءِ مفيد ۽ ڪارگر آهي ۽ ان جي مقابلي ۾ جيڪي بہ معيشت جا غير اسلامي نظام آهن اهي ڪيتري قدر نہ ڪريل ۽ انسان ذات کي نقصان رسائيندڙ آهن. موجوده دور ۾ جڏهن تہ ساري دنيا ۾ اسلام جي مقابلي ۾ ٻہ معيشت جا نظام چالو آهن.هڪ سرمائيدارانہ نظام يا سامراجي نظام ٻيو اشتراڪي نظام جنهن کي سوشلزم چيو وڃي ٿو.

تنهن ڪري اولا انهن ٻنهي نظامن جي نظرياتي طور ترديد ڪئي وڃي ٿي. تنهن ڪان بعد ۾ اسلامي معيشت جي قدري وضاحت ڪئي ويندي انشاءَ الله هي منهنجو ارادو آهي ۽ رب پاڪ ۾ قوي اميد آهي تہ مون کي ان ارادي ۾ پنهنجي خاص عنايت سان ڪامياب فرمائي ۽ پڙهندڙن جي دلين ۾ اسلامي معيشت جي حقانيت پيري ۽ پڻ اسلامي معيشت جو مسلمانن کي جذبو عطا فرمائي. آمين

فقط : بنده ناچيز

**ابو سعيد شبير احمد پٽو "خادم"**

مدرسہ عربيہ حماديہ تعليم الهدىٰ

ڳوٺ الرا پوسٽ پريالوءِ

ضلع خيرپور سنڌ

بتاريخ ٢٠ رجب المرجب ١٤١٠ھ

مطابق ١٧ فيبروري ١٩٩٠ عيسوي بروز ڇنڇر

# اسلام ۾ معيشت جو مقام

اسلام بين مذهبن وانگر صرف عبادت ۾ بند نہ آهي، نہ ڪي اسلام هيءَ تعليم ڏني آهي تہ جيڪو دنيا سان واسطو نہ رکندو ۽ محض عبادت ڪندو تہ ان جو ڪو وڏو اجر آهي، بلڪہ اسلام صاف ءِ چٽو سبق ڏنو آهي. لَا رَهبانِيَۃَ فِي الاِسلامِ يعني يهودين ۽ نصارن وانگر صرف عبادتگاهن ۾ ويهي رهڻ ۽ ڪاروبار ۽ معيشت سان ڪو بہ واسطو نہ رکڻ اسلام ۾ نہ آهي. ان ڪري الله تعاليٰ ۽ سندس رسول معيشت جي وڏي ترغيب ڏني آهي جو ڪڏهن معيشت کي محض فضل ڪوٺيو اٿائين. الله تعاليٰ فرمائي ٿو.

(۱) فَاِذَا قُضِيَتِ الصَّلٰوۃُ فَانتَشِرُوا فِي الأرضِ وَابتَغُوا مِن فَضلِ الله (الجمعہ ۲ع)

**ترجمو:** پوءِ جڏهن جمعي جي نماز ادا ڪئي وڃي تہ پوءِ زمين ۾ ٻکرجي الله جي فضل (رزق) جي طلب ڪيو.

(۲) وَتَري الفُلکَ فِيه مَوَاخِرَ لِتَبتَغُوا مِن فِضلِه (فاطر ۲ع)

**ترجمو:** ۽ منجهس (پاڻيءَ کي) چيريندڙ ٻيڙيون ڏسندو آهين (هن لاءِ) تہ سندس فضل مان (روزي) طلب ڪريو.

تہ وري ڪڏهن ان کي زندگيءَ جو سهارو ڪوٺيو ويو آهي. فرمايائين

وَلاَ تؤتوالسفهآءَ اموالکم الَّتي جعل الله لکم قياما (نساءِ ۱ع)

**ترجمو:** ۽ بي سمجهن کي پنهنجا اهي مال نہ ڏيو جن کي الله تعاليٰ اوهان جي زندگي جو سهارو بڻايو آهي.
۽ پڻ ڪڏهن تہ وري ان کي فرض قرار ڏنو ويو آهي.

قالَ النّبيّ صلي الله عليہ وسلم۔ طَلَبُ كَسبِ الحَلاَلِ فَرِيضَہ بعدالفَرِيضَہ
(مشكوٰة ص ٢٤٢)

**ترجمو:** خدا تعاليٰ جي ٻين فرضن کان بعد حلال ڪمائي بہ فرض آهي ۽ پڻ احاديث شريف ۾ واپار، مزدوري ۽ کيتي وغيره جو وڏو اجر ۽ ثواب ذڪر ڪيو ويو آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ معيشت جو مسئلو بہ اسلام ۾ ٻين اهم مسئلن وانگر آهي.

**اسلام جو شخصي ملڪيت بابت نظريو.**

دنيا جي اندر شخصي ملڪيت بابت ٽي نظريا آهن. (١) شخصي ملڪيت آهي مگر آزاد. ان ۾ ڪنهن جو بہ حق نہ آهي، چاهي کو پنهنجي ملڪيت مان ڪنهن کي ڏئي چاهي نہ ڏئي، ۽ پڻ چاهي کو حلال ذريعي حاصل ڪري چاهي کو حرام ذريعي حاصل ڪري، ان نظريي جو نالو آهي سرمائيدارانہ نظريو يا سامراجي نظريو (٢) نظريو آهي تہ شخصي ملڪيت بنہ نہ آهي ۽ سموريون شيون حڪومت جون ملڪيت آهن ان نظريي جو نالو آهي اشتراڪي نظريو يا سوشل ازم (٣) نظريو آهي انهن ٻنهي نظرين جي وچ تي يعني شخصي ملڪيت آهي مگر اها آزاد نہ آهي، بلڪ ان ۾ الله تعاليٰ ٻين جا بہ حق رکيا آهن، جن

طرف الله تعالىٰ هن آيت ۾ اشارو فرمايو آهي. وَالذِين فِي اَمَوالِهِم حق؛ لِلسائِلِ وَالَمحرُوم (المعارج ع ).

**ترجمو :** ۽ اهي شخص جو سندن مالن ۾ سوال ڪندڙ ۽ نه سوال ڪندڙ محتاج جو حق آهي جڏهن ته مال جي نسبت ماڻهن ڏانهن ڪيائين، ان مان معلوم ٿيو ته مال انهن شخصن جي ملڪيت آهي، ته ان سان ترديد ڪيائين اشتراڪيت وارن جي جو اهي شخصي ملڪيت جا قائل نه آهن.

وري جڏهن ته فرمايائين انهن جي مالن ۾ سوال ڪندڙ ۽ نه سوال ڪندڙ جو حق آهي، ان سان ترديد ڪيائين سامراجن جي جو اهي شخصي ملڪيت ۾ ٻئي جو حق نه سمجهندا آهن بلڪه پنهنجن مالن ۾ پاڻ کي خود مختار سمجهندا آهن.

**سرمائيدارانه نظام جون خرابيون**

(۱) سرمائيدارانه يا سامراجي نظريو پراڻي زماني جي مشرڪن ۽ ڪافرن جو به هيو جو شعيب عليه السلام جي قوم شعيب عليه السلام کي چيو اَو اَن نفعل فِي اَموَالنَا مَانَشاءُ. يعني جيئن اسان کي پنهنجي مالن ۾ وڻندو تيئن ڪندا سي ۽ پڻ پيغمبرن جي اول مخالفت سرمائيدارن ئي ڪئي آهي. الله تعالىٰ فرمايو آهي. وَمَا اَرسَلنَا فِي قَريَةٍ مِنَ نذِير اِلاَ قَالَ مُترَفوهَا اِنا بِمَا اُرسِلتُم بِه ڪَافِروُن ( سباع) .

**ترجمو :** ۽ ڪنهن ڳوٺ ۾ ڪو به ڊيڄاريندڙ نه موڪليو سون مگر ته ان جي سرمائيدارن (ماڻهن) چيو ته بيشڪ جنهن سان اوهان موڪليا

ويا آهيو (تنهن کي) اسين نہ مڃيندڙ آهيون.

(۲) ۽ اهو مردود نظريو عام پبلڪ لاءِ تمام نقصان ڪار آهي، ان نظريي جو فائدو صرف چند آسودن ماڻهن کي حاصل ٿيندو آهي جو ان نظريي جي ماتحت آسودو ماڻهو جيئن پوءِ تيئن آسودو ٿيندو ويندو ۽ غريب ماڻهو جيئن پوءِ تيئن غريب ٿيندو ويندو جنهن جو مشاهدو اسين پنهنجي ملڪ پاڪستان ۾ ڪري رهيا آهيون. ڏسو واپاري طبقو جيئن پوءِ تيئن آسودو ٿيندو ٿو وڃي ۽ غريب طبقو يعني مزدور ۽ هاري وغيره جيئن پوءِ تيئن غريب ٿيندا ٿا وڃن. اها سڄي نحوست سرمائيدارانہ نظام جي آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ ڪافي جاين تي سرمائيدارانہ نظام کي ننديو آهي جيئن تہ فرمايائين :

وَاِذَا اَردنَا اَن نّهلک قريہ امرنا مترفيها فَفسَقُوا فيها فحقّ عَليهَا القَولُ فدمّرنَاهاَ تَدمِيراً (بني اسرائيل ع۲)

**ترجمو:** ۽ اسين جڏهن ڪنهن ڳوٺ کي ناس ڪرڻ گهرندا آهيون (تڏهن) انهن مان سرمائيدارن کي ( پنهنجي عبادت جو ) حڪم ڪندا آهيون پوءِ منجهس نافرماني ڪندا آهن تنهن ڪري مٿن عذاب لازم ٿيندو آهي، پوءِ پاڙ پٽڻ طرح ان جي پاڙ پٽيندا آهيون.

**ف** : حضرت علي ۽ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما کان ان آيت جو تفسير هن طرح منقول آهي تہ يعني جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن قوم مٿان عذاب موڪليندو آهي تہ ان عذاب جي شروعاتي نشاني هيءَ هوندي آهي جو ان قوم ۾ عياش سرمائيدارن جي ڪثرت ڪئي ويندي آهي پوءِ اهي پنهنجي گناهن جي ذريعي پوري قوم کي عذاب ۾ مبتلا ڪرڻ جو ذريعو

ٻنجي پوندا آهن (معارف القرآن ج صـــــ ۴۴۶)
حضرت علي رضہ ۽ حضرت ابن عباس رضہ جي تفسير موافق ان آيت جي تشريح هن طرح ٿيندي تہ الله تعاليٰ ڪنهن قوم کي تباھ ۽ برباد تڏهن ڪندو آهي جڏهن ان قوم ۾ سرمائيدار گناھہ ڪندا آهن تہ پوءِ سموري قوم کي الله تعاليٰ تباھ ۽ برباد ڪندو آهي ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ پاڪستان جي قوم جي تباهي ۽ بربادي سرمائيدارن ڪئي آهي جو سرمائيدارن پاڪستان جون واڳون هٿ ڪري ۽ اسلامي نظام جي وعدي ڪرڻ جي باوجود اسلامي نظام کي ڦٽي ڪري وجي پاڪستان ۾ عـيـاشي شـروع ڪيـائون ۽ غريبن جا حق تلف ڪيـائون ، تہ اڄي پاڪستان ۾ ڏڃو مچي پيو ۽ عصبيت جو خراب ٻج ڦٽجي ويوجو اڄ پاڪستان ۾ پاءَ پاءَ ڪان بيزار آهي اهو الله تعاليٰ جو عذاب نہ آهي تہ پيو ڇا آهي ؟

هن امت جي تباهي عام شڪلن جي تبديل ٿيڻ ۽ عام ٻڙن جي مينهن وسڻ وغيره سان هر گز نہ ٿيندي ڇو جو حضور صلي الله عليہ وسلم جن اهڙي قبول پيل دعا گهري آهي مگر هڪ ٻئي کي قتل ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي کي قيد ڪرڻ سان ٿي ٿيندي ( مشڪوة ۵۱۲)

**سوال :** جڏهن ڏوهہ سرمائيدارن جو آهي تہ پوءِ صرف خدا جو عذاب سـرمـائيـدارن تي اچي پوءِ غريبن تي ڇو ٿـو اچي حـالانڪـہ غريب بہ سرمائيدارن وانگر ان عذاب ۾ مبتلا آهن ائين ڇو ؟

**جواب :** سرمـائيـدارن ڪان ڏوهہ جي شـروعـات ٿي ٿئي پوءِ غريب بہ جڏهن ان ڏوهہ ۾ سرماءِ دارن سان شريڪ ٿيا آهن تنهن ڪري غريبن تي بہ خدائي عذاب ڪڙڪيو آهي مـثـال طور تي پاڪسـتـان ۾ سـئـنيمـا سرمائيدارن قائم ڪئي، غريب ان جو مدود تي پئسا ڀري سئنيما ڏسي

ٿو ته پوءِ جيئن ڏوهي سرمائيدار آهي تيئن ڏوهي غريب به آهي بلڪ غريب ڪنهن لحاظ کان سرمائيدار کان به وڌيڪ ڏوهاري آهي جو غريب ٿي ڪري پنهنجا پئسا حرام ٿو ڪري ۽ اهڙو مضمون حديث شريف ۾ آيل آهي ته جن ماڻهن جي مٿان الله تعاليٰ جي ڪاوڙ آهي انهن مان هڪ هي به آهي جو سيجو ٿي ڪري وڏائي ڪري، پوءِ ڇو نه ان غريب تي به خدائي قهر ڪڙڪي بلڪ آءٌ دعويٰ سان چوان ٿو ته غريب به سرمائيدار سان اسلام جي مخالفت ۾ شريڪ آهن تڏهن ته غريب اسلام جو سات نه ٿا ڏين ۽ سرمائيدارن جي قدمن ۾ مفت ڪريا پيا آهن، اهي ٿي غريب جيڪڏهن سرمائيدارن کي ڦٽي ڪري اسلام جي دامن پڪڙن ته جيڪر انهن کي اهي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا ٿي نه پون ها.)

## اصلي ڪالهه ڏانهن موٽي اچي ڪالهه کي ختم ڪرڻ

سرمائيدارانه نظام کي وڌيڪ ننڍن جي ڪا به ضرورت نه آهي جڏهن ته ان کي ڪائنات جي خالق پاڻ ننديو آهي ۽ پڻ دنيا جي اڪثريت مسلم، ڪافر، اهلِ مذهب لا مذهب، ديندار، بي دين، شريف شرير هر هڪ جي نظر ۾ بيڇڙو نظام آهي ۽ سوشلزم جو وجود به ان بيڇڙي نظام آندو آهي. افسوس جيڪر دنيا جا انسان اڪ پٽي اسلامي معاش جو مطالع ڪن ته جيڪر ايترا تاٻا ٿي نه ڪائن ڇو ته اسلامي نظام ان هستي جو بڌايل نظام آهي جو ڪائنات جو خالق ۽ تمام وڏي علم ۽ وڏي حڪمت وارو آهي.

## سوشلزم يا اشتراڪي نظام جون خرابيون

وڏي خرابي تہ اها آهي جوان ۾ دين کان بيزاري، خدا تعالىٰ کان بيزاري جنهن ڪري انسان ابدي جهنمي ٿي پوي.

ٻيو تہ انفرادي ملڪيت جو قاتل آهي، تيون تہ انساني حريت جو بہ قاتل آهي، اهي موٽيون ٽي خرابيون آهن جن مان صرف ٻوين ٻن جو تفصيل سان ذڪر ڪندس توڙي ڪٿي پهرين خرابي تمام وڏي آهي ان ڪري جو ان خرابي کي هر هڪ مذهب وارو سمجهي سگهي ٿو خصوصا مسلمان، تنهنڪري صرف پوئن ٻن خرابن جو ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو.

**اسلام ۾ انفرادي ملڪيت آهي:** اسلام جيئن تہ درميانو مذهب آهي ان ڪري سرمايہ داريء اشتراڪيت جي وچ ۾ بہ درميانو آهي.

**سرمايہ داري نظام :** آزاد ۽ انفرادي ملڪيت جو قائل آهي.

**اشتراڪيت :** انفرادي ملڪيت جو سري کان انڪاري آهي. ۽ حق انهن ٻنهي جي درميان ۾ آهي.

**اسلام :** انفرادي ملڪيت کي تسليم ڪري ٿو مگر اها ملڪيت آزاد ۽ خود مختار نہ آهي بلڪہ ان ۾ غير جا بہ حق آهن.

اشتراڪيت وارن جو نظريو آهي تہ انفرادي ۽ شخصي ملڪيت ڪنهن جي نہ هجي ساري ملڪيت سرڪاري ۽ عوامي هجي.

انجي خلاف اسلام جو نظريو اهي تہ چاهي ملڪيت منقولہ هجي چاهي غير منقولہ هجي انسان جو فطري حق آهي، نہ انجي حد بندي ڪري سگهجي ٿي نہ ڪي لا ديني اقتصادي نظامن جي ڪري ان ۾ وڌ ڪٽ ڪري سگهجي ٿي.

## ڏسوانجا دلائل

قال الله تعاليٰ

(١) اولم يروا انّا خلقنا لهم مّمّا عملت ايدينا انعاماً فهم لها مالكون (يسٓ ع٥)

**ترجمو:** نہ ڏٺو انن چا تہ اسان انهن لاءِ انهن شين مان ڍور پيدا ڪيا جن کي اسان جي هٿن بڻايو پوءِ اهي انهن جا مالڪ آهن.

ان ۾ الله تعاليٰ فرمايو جيڪي ڍورو ڍڳا اسان توهان لاءِ پيدا ڪيا آهن توهان انهن جا مالڪ آهيو.

(٢) انّ الأرض لله يورثها مَن يشآءُ من عباده (الاعراف ع ١٥)

**ترجمو:** بيشڪ زمين الله تعاليٰ جي (پيدا ڪيل) آهي پانهن مان جنهن کي چاهيندو آهي ان کي انجو وارث بڻائيندو آهي. جڏهن الله تعاليٰ فرمايو تہ زمين مون الله تعاليٰ جي آهي تہ ڪو سوشلسٽ چئي سگهي پيو تہ بابا. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ زمين صرف منهنجي آهي پوءِ اسان سڀ الله تعاليٰ جي مخلوق آهيون تنهن ڪري ان ۾ سڀ ڀائيوار آهيون اها ڪنهن جي شخصي ملڪيت نہ آهي تنهڪري الله تعاليٰ يڪدم فرمايو يورثها مَن يشآءُ. اهو جنهن کي چاهي ان جو وارث بڻائيندو آهي. اشارو فرمايائين تہ زمين برابر منهنجي آهي پر جنهن کي مون ڏيان تہ ڏئي سگهان ٿو.

(٣) قل اللهم مالک الملک تؤتي الملک من تشآءُ (آل عمران)

چؤ اي الله ملڪ جا مالڪ، جنهن کي چاهيندو آهين ان کي ملڪ جو

مالڪ بڻائيندو آهين. تہ اتي بہ مَالِڪَ الملڪِ جي اڪر سان گڏ تُوْ تي الملڪ مَن تَشَآءُ فرمايائين يعني اصليءِ حقيقي مليڪت الله تعاليٰ جي آهي پر پنهنجي مرضي سان انجو انسان کي مالڪ بڻائيندو آهي.

(۴) ۽ جيڪي سون ۽ چانديءَ کي خزانو ڪري رکن ٿا ۽ انهن کي الله تعاليٰ جي رستي ۾ خرچ نہ ٿا ڪرن تہ اتي بہ يكنزُونَ الذهَبَ وَالفِضَةَ سان گڏ وَلايُنفِقُو نَهَا فِي سَبِيلِ الله جي قيد ملائي انسان جي انفرادي مالڪيت جو اعلان فرمايائين.

(۵) ڏسو الله تعاليٰ انسان کي پنهنجي ملڪيت ۾ هر جائز تصرف ڪرڻ ۽ پنهنجي ملڪيت کي منتقل ڪرڻ جو حق بہ ڏنو آه. چاهي وڪڻي، ۽ پڻ بخشش ڪرڻ آهي، تمليڪ آه، اعتاق، تدبير، ڪتابت، اجاره، اوڌر تي ڏئي، ڪرَمت تي ڏئي وقف ڪري قرض ڏئي. خيرات ڪري، وصيت، ميراث غيره اهي سڀ ڳالهيون شاهدي ٿيون ڏين تہ انسان جي شخصي ملڪيت آهي.

(٦) اهري طرح الله تعاليٰ انسان کي پرائي مال ۾ دست اندازي ڪرڻ کان روڪيو آهي. مثلا چوري، خيانت، غصب وغيره کي حرام قرار ڏيئي ڪري شخصي ملڪيت جو تحفظ ڪيو آهي.

ان ڪان سواءِ ڪيئي قرآن پاڪ جون آيتون ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جون احاديث مبارڪ ۽ ڪيئي ديني مسئلا هن ڳالهہ جي مثان شاهد آهن تہ انسان جي انفرادي ۽ شخصي ملڪيت آهي.

سوشلزم ۾ ظلم آهي_ پوءِ سوشلزم جا حامي نہ صرف اسلام سان دشمني ڪرن ٿا. بلڪہ انسان ذات جا حقوق تلف ڪري انسان ذات سان بہ دشمني ڪرن ٿا. سرمائيداري نظام ۾ اگرچہ سرمائيدار غريب کي ڪچلي ٿو مگر ان هوندي بہ ڪهڙو بہ غريب هجي آخر ان ۾ انکي

سخصي ملڪيت آهي ڪنهن کي ڍور هوندو ڪنهن کي ڪڪڙ هوندي پيو نہ تہ ڪا ڇڳل ٽوپي يا گوڏ جي ليڙ تہ هوندس هن نظام ۾ تہ غريب کان اها ليڙ بہ کسي ٿي وڃي ۽ انجي سٽي سڳي سميت ساري ملڪيت کسي سرڪار پنهنجي حوالي ٿي ڪري پوءِ اهو غريب هر شئي ۾ سرڪار جو محتاج، پوءِ جڏهن هو هاڻي هر شئي ۾ سرڪار ۽ حڪومت جو محتاج ٿيو ۽ اها سرڪار ۽ حڪومت بہ تہ آسماني مخلوق نہ هوندي بلڪہ اهي ئي نامور ظالم ماڻهو آهن. پوءِ ان ۾ غريب جا سب حق ڪيئن ادا ٿيندا. شايد پوءِ اها ڇڳل گوڏ بہ مليس سوشلزم ۾ تہ رن بہ وڃي ٿي تہ رلهي بہ سرمائيدار ي ۾ رن ۽ پررلهي اجان اٿيئي. جو تون ڪجهہ خان آهين پر جيڪڏهن تون سوشلزم آڻيندين تہ اها رهي کهي رلهي بہ کسائيندين.

تنهنڪري اسلام جو دامن وٺ اهو تو کي رن بہ وٺي ڏيندو جو سرمائيدارن جي ڪچلڻ کان بچائيندو ۽ جيڪا تو وٽ رلهي آهي اها بہ تو کان نہ کسيندو بلڪہ اجان بہ تو کي پيون بہ رلهيون ڏيندو جن جو تون مالڪ سڏبين.

تفاوت مالي برحق آهي : هر انسان پنهنجي فڪر ۽ عمل جي فطري قوت سان حلال رزق ڪمائڻ ۽ پنهنجي شخصي ملڪيت ۾ واڌاري ڪرڻ جو شريعت پاڪ جي حدود اندر رهي ڪري آزاد آهي ۽ مال داري جو تفاوت عين فطرة ۽ عين حڪمت آهي قال الله تعالیٰ

(۱) وَاللّٰهُ فَضَّلَ بعضكم عَلٰى بعضٍ فِي الرِّزقِ (النحل ع ۱۰) ۽ الله تعالیٰ هڪڙن ماڻهن کي ٻين ماڻهن جي مٿان رزق جي اندر فضيلت (۽ واڌارو) ڏنو آهي.

(۲) نَحنُ قَسَمنَا بَينَهُم مَعِيشَتَهُم فِي الحَيواةِ الدُّنيا ورفعنا بعضهم فوق بعض دَرَجات ليتخذ بعضهم بعضا سخرياً



× وٺي هو تون ڪچليل آهين براٻس ـ

(الزخرف ع ٣٩

۽ اسان سندن گذران سندن وچ ۾ دنيا جي حياتيءَ ۾ ورهايو آهي ۽ انهن مان هڪڙن کي ٻين کان وڌي مرتبي وارو ڪيو سون تہ هڪڙا ٻين کي فرمانبردار ڪري ونن. يعني اسين فطرتاً ڪمائڻ جون قوتون انسانن ۾ تقسيم ڪيون آهن ۽ انهن ۾ گهٽ وڌائي رکي آهي تانتہ هڪ ٻئي کي ڪم اچي سگهن مفسر بيضاوي رحہ لکي ٿو تہ جيئن هڪ انسان ٻئي انسان کي پنهنجي ڪم ۾استعمال ڪري سگهي. ۽ انهن ۾ الفت ۽ نظم قائم ٿئي تانتہ جهان جو انتظام نيڪ طريقي سان هلي سگهي.

مالي تفاوت ۾ حڪمت : قرآن ڪريم مالي تفاوت جي حڪمت جي طرف اشارو ڪيو تہ جيڪڏهن مالي تفاوت نہ هجي ها تہ دنيا جو انتظام درست ٿي نہ سگهي[1] ان جو تفصيل هن طرح آهي تہ انسان جي فطرت ... اجتماعيت کي گهري ٿي، تنهن ڪري اجتماعيت کان سواءِ انسان انفرادي صورت ۾ هڪ گهڙي بہ گذاري نہ ٿو سگهي.

**ڏسو** : انسان کي ڪيئي ضرورتون آهن. ڪپڙي جي ضرورت آهي. جاءِ جي ضرورت آهي ڪاڏي جي ضرورت آهي وغيره. ورري هر ضرورت لاءِ ڪافي انسانن جي ان کي ضرورت آهي مثال انسان کي ڪپڙي جي ضرورت آهي ڪپڙو نهي ٿو ڦٽن مان تنهنڪري ان کي ڪڙمي جي ضرورت آهي جيڪو وڏڻ پوکي وري انکي وڏن مان ڦٽن جي چونڊڻ جي ضرورت آهي تنهنڪري ان کي وري مزدور ڪپي جيڪو ڦٽيون چونڊي وري ڦٽن مان تندن ناهڻ جي ضرورت آهي ان ڪري ان کي هڪ تندن ناهيندڙ جي ضرورت آهي جيڪو وري تندون ناهي وري، تندن مان ڪپڙي اٺڻ جي ضرورت آهي تنهنڪري انکي هڪ ڪوري ڪپي جيڪو تندون اٺي ڪپڙو ناهي ان کان بعد درزي جي ضرورت آهي وري

ڪپڙي رنگڻ جي ضرورت آهي وغيره وغيره تہ صرف ڪپڙي جي ضرورت لاءِ ڪيترا انسان گهرجن ٿا. اهڙي طرح ڪاڏي لاءِ ڪيترا انسان گهرجن ٿا وري جاءِ لاءِ ڪيترا انسان گهرجن ٿا. ان مان معلوم ٿيو تہ انسان جي پوري زندگي جو نقشو انفرادي نہ آهي بلڪ اجتماعي آهي ۽ انسان جو اهو اجتماعي نظام حيات حاجت تي مبني آهي. ان حاجت جي ڪري انساني فردن ۾ ربط ۽ جوڙ قائم آهي. جيڪڏهن سڀ انسان مالداري ۾ برابر هجن تہ هڪ انسان ٻئي انسان ڪان ڪيئن ڪم وٺي سگهندو. مثال طور جيڪڏهن ٻہ ماڻهو مال ۾ برابر آهن هڪ ٻئي کي چوي يار منهنجي سيرب تہ ناهہ تہ پيو ان کي چئي سگهي ٿو تہ تون منهنجي سيرب ناهہ مون تو ڪان ڪهڙي ڳالهہ ۾ گهٽ آهيان. اسان ٻئي برابر آهيون مون تنهنجو ڪم ڇو ڪريان؟.

بهر حال ٻئي انسان ڪان ڪم وٺڻ لاءِ مالي تفاوت ضروري آهي جو ڪم وٺڻ وارو ڪم جو محتاج هجي ۽ ڪم ڪندڙ مزدوري ۽ پئسي جو محتاج هجي اهڙي طريقي سان عمل ۽ مال ۾ تبادلو ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن سڀ ڪو مال ۾ هڪ جهڙو هوندو تہ تبادلو ممڪن نہ ٿي سگهندو هر ماڻهو کي پنهنجو ڪم ۽ عمل پاڻ ڪرڻو پوندو. انسانن جو باهمي ربط ختم ٿي ويندو ڇو تہ مدار ربط جو حاجت آهي. هي قدرت جو عجيب انصاف آهي جو ربط قائم ڪرڻ لاءِ مالي تفاوت جي ضرورت هئي تانتہ گهٽ مال وارو مالدار لاءِ مزدوري ڪري مال ڪمائي ان ڪري قدرت پنهنجي طرفان حاجت جو نظام قائم ڪيو. مزدور کي مالدار جو محتاج بڻايائين ۽ مالدار کي ڪم جو محتاج بڻايائين. تانتہ هر هڪ ٻئي جو محتاج رهي ۽ ڪنهن ۾ بہ بي پرواهي ۽ بي نيازي نہ رهي جنهن ڪري ڪو ڪنهن جي مٿان زيادتي نہ ڪري سگهي.

# سوشلزم ۾ ٽئين خرابي

اسلام ۾ اصلي انسان کي آزادي آهي: سرماءِ داري نظام جيڪڏهن انسان جي محنت ۽ عرقريزيءَ کي ڪا وقعت نہ ٿو ڏئي تہ وري اشتراڪي نظام انسان جي حريت ضمير ۽ آزادي فڪر کي برداشت نہ ٿو ڪري ۽ انکي لوهن زنجيرن ۾ جڪڙڻ جي در پئي آهي. اشتراڪي نظام ۾ انسان بين انسانن تي خدائي قائم ڪندو آهي ۽ انهن جي سمورن قوتن کي ڏاڍ سان پنهنجي مرضي موافق استعمال ڪندو آهي جنهن ڪري اهي انسان انسان نہ رهندا آهن بلڪہ حڪومت جي هڪ مشين بڻجي پوندا آهن.

قرآن ڪريم ان حقيقت کي چٽي طرح ذڪر ڪيو آهي.

وَاَن لَّيسَ لِلاِنسَانِ اِلاَّ مَاسَعيٰ وَاَنَّ سَعيَہ سَوفَ يُريٰ (النجم ع۳)

۽ ماڻهو کي رڳو اها ئي (ڪمائي) ملندي جيڪا ڪيائين ۽ ان جو ڦل سگهو ئي ڏسندو. تہ انسان پنهنجي ڪوشش ۽ جدوجهد سان آزاد فائدي حاصل ڪرڻ جو مالڪ آهي ۽ جو ڪجهہ پنهنجي ڪوشش سان ڪمائيندو ان کي حاصل ڪندو ۽ فرمايائين ـ اِنَّمَا تُجزَونَ مَا ڪُنتُم تَعمَلُونَ ـ (تحريم ع ۱) صرف اوهان کي پنهنجي ڪمائي جو بدلو ڏنو ويندو.

هيءَ قانون انسان جي دنيوي ۽ اخروري ٻنهي قسمن جي اعمالن تي حاوي آهي. اشتراڪيت انسان مان جانور وانگر ڪم وٺي ڪري ان کي گاهہ پاڻي ڪارائيندي پياريندي آهي جا انسان کي حيوان

بڻائڻ جي هم معنيٰ آهي.

اسلام ۾ عبديت جو جواب : ملحد ماڻهو اعتراض ڪندا آهن ته اسلام ۾ ٻانهپ آهي جو اهو ٻانهو يا ٻانهي اسلام ۾ ڍور جي مثال آهن بوء ته اسلام به انسان کي ڍور ته بڻائي ؟

**جواب :** اسلام هرگز ٻانهن بڻائڻ جي ترغيب نه ڏني آهي بلڪه ٻانهپ جي ختم ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي قرآن شريف ۾ جتي به ٻانهن جو مسئلو آهي اتي ماضيءَ جو لفظ آيل مثلاً مَا مَلَكَت اَيمَا نه يا اهڙي قسم جا ماضيءَ جا اکر آهن يعني جيڪي ٻانها ٻانيون ٿِڪي ٿي حڪا آهن. مضارع يا استقبال جو لفظ هرگز استعمال نيل نه آهي ان کان علاوه ٻانهن جي آجي ڪرڻ جي ترغيب ۾ ڪافي حديثون آيل اهن ته جيڪو ڪنهن ٻانهي کي آجو ڪري ٿو ته انجي مقابلي ۾ الله تعالىٰ ان جي هر عضوي کي جهنم مان آجو ڪندو حتيٰ ڪه ان جي اکهڙ... جي اکهڙ جي مقابلي ۾ جهنم کان اجو ڪندو. (متفق عليه مشڪوة ص ٢٩٣) ۽ فرمايائون ته ڀلو صدقو هيءَ آهي جو ڪنهن ٻانهي جي آجي ڪرڻ جي سفارش ڪرين. (مشڪوة ص ٢٩۴) ان کان سواءِ ڪافي اهڙيون صورتون شريعت پاڪ مقرر ڪيون آهن جنهن ۾ ٻانهن جو آجو ڪرڻ فرض ٿو ٿئي مثلاً جنايتن ۽ ڪفارن جي اندر جيئن ڪو جاڻي واڻي روزو رمضان جو ڀڃي وجهي ته ڪفاري ۾ ٻانهو آجو ڪري يا قسم ٽوڙي ته ٻانهو آجو ڪري، فلاڻي ڪوتاهي ڪري ته ٻانهو اجو ڪري. ڏسو ته شريعت پاڪ ٻانهن جي آجي ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي نه ٻانهي بڻائڻ جي.

ماڻهو ڪهڙي صورت ۾ ٻانهو بڻجي ٿو : مسلمانن جو لشڪر جڏهن ڪافرن جي ملڪ تي ڪاهه ڪري وڃي بوءِ اول انهن کي اسلام جي

دعوت ڏيندو جيڪڏهن مسلمان ٿين ته نيڪ نه ته ٻئي نمبر ۾ انهن تي جزيه رکندو ۽ صلح ڪري انهن کي ڇڏي ڏيندو پر جيڪڏهن نه مسلمان ٿين نا ۽ نه ڪي صلح ڪرن نا، ته. هاڻي ٽئين نمبر ۾ انهن سان جنگ ڪندو پوءِ جنگ ۾ جيڪي ڪافر قيد ٿي آيا پوءِ مسلمان حاڪم کي ٽن ڳالهن مان اختيار آهي چاهي انهن قيدن کي قتل ڪري يا ٻانهو بنائي يا آزاد ڪري ڇڏي ڏي پوءِ اهي اسان جي ملڪ ۾ ذمي ٿي رهن (ڪما في الڪنز)

اتان معلوم ٿيو ته ڪافر جو ٻانهو بڻجي ٿو اها ان کي دنيا جي جهان ۾ ڪفر جي سزا اهي. ته پوءِ جيئن قتل ڪفر جي سزا آهي ته ٻانهو بڻائڻ به ڪفر جي سزا آهي (ڪما في شروح الڪنز) ۽ وري سزاهن ڪري هوندي آهي ته جيئن ماڻهو سڌري پوي، نه هن ڪري ته ڪا سزا سٺي شيء آهي ۽ وري نه ڪي سزا ڏيندڙ کي ان سزا جو شوق ٿي هوندو آهي بلڪه سزا ڏيندڙ جو خيال اهو ٿي هوندو آهي ته انسان جيئن سڌري وڃي ۽ مون کي سزا ڏيڻ جو موقعو ٿي نه ملي. ته هتي به اها ڳالهه آهي ته اسلام جو ٻانهي بڻائڻ مان مقصد هي آهي ته انسان ڪفر کي ڦٽي ڪري. پر جڏهن ڪنهن به حيلي ۾ اهو ڪفر کي ڦٽي نه ٿو ڪري ته آخر ڪار اسلام ان کي ٻانهو ٿو بڻائي ته اهو ٻانهو انسان ٻانڻ کي ٻانڻ ٿو بڻائي نه اسلام ۽ ان ۾ اسلام انجي چڱائي رکي آهي جيئن اها ڳوري سزا ڏسي ڪري ڪفر کي ڦٽي ڪري ۽ جهنم کان بچي ڪري جنت ۾ وڃي ته اها حقيقت ۾ اسلام جي خير خواهي آهي نه بد خواهي.

# اسلامي معاشيات جو تفصيل

اسلام کان سواءِ جيڪي بہ معاشي نظام آهن انهن ۾ صرف روٽي جو مسئلو آهي ۽ اسلام ۾ صرف روٽي جو مسئلو نہ آهي بلڪ انسان جا جيترا بہ پهلوآهن اسلام جي انهن سمورن

تي نظر آهي ۽ پڻ اهي هدايتون فرمايون اٿائين. جن ڪري انسان جي معيشت سهٽي تي پوي تنهنڪري اسلام ڪي معاشي اصلاح جو ضامن چئي سگهجي ٿو. غير اسلامي جيڪي بہ معاشي نظام آهن سي بجاءِ اصلاح جي مضر ۽ نقصان ڪار آهن.

اسلام جو همہ جهتي حل ۽ انجو مثال : معاشيات جو تعلق انسان سان آهي ء انسان جا مختلف پهلو آهن ء پڻ انسان ڪي اهڙيون هدايتون ڏيڻ ضروري آهن جن ڪري انسان جي معيشت سڌري پوي. هاڻي جيڪڏهن ڪو ئي معاشي نظام صرف انسان جي معاشي پهلو تي غور ڪندو ۽ انسان جا باقي ٻيا پهلو ۽ اهڙيون هدايتون جنهن ڪري انسان جي معيشت سڌري پوي. ڇڏي ڏيندو سو تمام خطرناڪ غلطي ڪندو. ان جو مثال هيٺن سمجهو تہ جيڪڏهن ڪوئي ماڻهو دل جو بہ مريض آهي ۽ معدي جو بہ.وري دماغي مرض ۾ بہ مبتلا آهي تہ پوءِ جيڪو ڊاڪٽر يا حڪيم صرف دل جو لحاظ رکي ڪري ان جو علاج ڪندو ۽ معدي ۽ دماغ جي مرض کي نظر انداز ڪندو تہ اهڙي صورت ۾ ان انسان جي مڪمل صحت يابي ناممڪن آهي تہ پوءِ جيڪڏهن انساني عضون ۾ بلحاظ صحت جي باهمي ارتباط موجود آهي جنهن جي ڪري انسان جي ڪلي صحت سمورن اعضائي پهلن تي موقوف آهي تيئن هڪ انسان

جو علاج بہ صرف معاشي نقطي نظر سان غلط آهي. جيستائين ان انسان جو سمورن پهلن جي لحاظ سان علاج نہ ڪيو ويندو تہ اهو علاج صحيح نہ ٿيندو. اشتراڪي يا سامراجي نظامن ۾ سڀ کان وڏو اهو ئي نقص آهي تہ ان ۾ ان ڪري الجهنيون وڌنديون ويون ۽ معاشي مسئلو بہ حل ٿي نہ سگهيو اسلام جڏهن تہ دين الٰهي آهي ان ڪري ان جي انسان جي سمورن پهلن تي نظر آهي ۽ پڻ اهڙيون هدايتون عطا فرمايون اٿائين جنهن ڪري ان جي معيشت سڌري پوي ۽ پڻ معيشت جو طريق ڪار ۽ پڻ غير مسلم سان معاشي مسئلي ۾ ڪيئن هلت چلت ڪجي انهن سيني ڳالهن تي اسلام جي پوري نظر آهي ان ڪري اسلامي معيشت جي ورڇ هن طرح ٿا ڪريون اول ۾ معيشت جي باري ۾ اسلام جون هدايتون ٻئي نمبر ۾ اسلامي معيشت جو طريق ڪار ۽ ٽئين نمبر ۾ غير مسلم سان ڪيئن هلت چلت ڪجي چاهي اهو غير مسلم اسلامي ملڪ جو رهاڪو هجي چاهي غير اسلامي ملڪ جو رهاڪو هجي. چوٿين نمبر ۾ بيت المال جو مسئلو گويا ڪہ اسلامي معاشي نظام جو خاڪو هن رسالي ۾ هن طرح آهي تہ هن رسالي ۾ چار باب آهن. پهريون باب اهڙيون هدايتون جنهن ڪري هر انسان جي معيشت سڌري وڃي. ٻيو باب اسلامي معيشت جو طريق ڪار. ان ۾ ٻہ فصل ذڪر ڪيا ويندا. پهرين فصل ۾ دولت جي گردش عام پبلڪ ڏانهن ڪيئن ٿيندي وري ان جا ٻہ پهلو آهن هڪ پهلو تہ جنهن سان دولت سرمايدار ڏانهن سري نہ وڃي ٻيو پهلو تہ سرمايدار وٽان جمع ٿيل دولت عام محتاجن ڏانهن سري. وچي ٻئي فصل ۾ عوامل پيداوار جو ذڪر ڪيو ويندو ۽ پڻ انهن جو طريقو ٻڌايو ويندو. ٽيون باب غير مسلم سان ڪيئن هلت چلت ڪجي پوءِ ان ۾ ٽي فصل آهن. پهرين فصل ۾ انهن

غير مسلم جو ذڪر ڪيو ويندو جيڪي اسلامي ملڪ ۾ رهن ٿا ۽ جن
ڪي ذمي چيو ويندو آهي ۽ ٻئي فصل ۾ انهن غير مسلم جو ذڪر ڪيو
ويندو جيڪي اسلامي ملڪ ۾ نہ ٿا رهن ۽جن ڪي حربي چيو ويندو
آهي ٽئين فصل ۾ مرتد جو بيان ۽ چوٿين باب ۾ بيت المال جو مسئلو

## جنهن جو نقشو



# باب پهريون

**هدايت ١ :** چونڪ انسان ۾ انفراديت بہ آهي يعني هيءَ شيءِ مون اڪيلي جي هجي ۽ هيءَ ڪم مون اڪيلو ڪريان تنهن ڪري اسلام انساني انفراديت کي قائم ڪيو ۽ جائز طريقن سان انسان کي روزي ڪمائڻ ۽ شخصي ملڪيت برقرار رکڻ جي پوري آزادي ڏنائين ۽ڪائي طاقت ان جي ان فطري آزادي کي کسڻ جو حق نہ ٿي رکي. قرآن پاڪ جو اعلان آهي.

وَان لَّيسَ للاِنسَانِ الاَّ مَا سَعَيٰ وَانّ سعيہ سوف يريٰ (النجم ع ـــ ٣) ۽ تہ ماڻهوءَ کي رڳو اها ٿي (ڪمائي) ملندي جيڪا ڪيائين ۽تہ سندس ڪمائي جلد ڏني ويندي.

هر انسان پنهنجي پورهيي ڪرڻ ۾ ۽ مال حاصل ڪرڻ ۾ آزاد آهي ۽ ان پورهي جو جيڪو ڦر آهي صرف انجو ئي حق آهي.

حضور صلي الله عليہ وسلم جو فرمان آهي.

طلبُ ڪسبِ الحلال فريضہ بعد الفريضہ (مشڪوة صـــ ٢٤٢)

يعني خدا تعاليٰ جي پين فرضن کان بعد حلال ڪمائي بہ فرض آهي.

اهڙي قسم جا ڪافي خدا پاڪ جا حڪم ۽ نبي عليہ الصلاة والسلام جا مبارڪ ارشاد آهن جن ۾ معاشي ضروريات جي لاءِ عمل ۽ ڪوشش جي دعوت ڏني ويئي آهي. عمل ۽ پورهي ڪرڻ لاءِ اڀاريو ويو آهي.

رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ پنهنجي هٿ

جي ڪمائي ڪـان وڌيڪ ڀلو ڪـاڌو ڪو بہ نہ ٿـو ڪـائي ۽ الله جو نبي سڳورو داؤد عليہ السـلام بہ هٿ جي ڪمـائي ڪري ڪـائيندو هيـو (مشڪوة ص ٢٤١)

٢. حضـور صلي الله عليہ وسلم جن کـان سوال ڪيـو ويو تہ ڪهڙي ڪمائي تمام ڀلي ۽ حلال آهي ؟ فرمايائون شخص جي هٿ جي ڪمـائي ۽ سچائي ۽ صـفـائيءَ وارو واپار (مشڪوة ص ٢٤٢)

٣. رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جيڪو بہ ڪنهن زمين ۾ آبادي ڪري ٿـو پوءِ ان مـان جيڪـو بہ انسـان يا جيت جڻـو. پکي پکڻ غيـره ڪـائي ٿـو اهو ان لاءِ صـدقـو آهي. (مـشـڪوة ص ١٦٩)

٤. رسـول الله صلي اللهعليـہ وسلم جن فـرمـايو آهي سـچار ۽ امانت وارو واپاري (قيامت جي ڏينهن) نبين ۽ صديقن ۽ شهيدن سان گڏ هوندو (مشڪوة ص ٢٤٣)

٥. حضرت مقدام بن معد يڪرب رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن کان ٻڌو آهي جو فرمائڻ پيا تہ مـاڻهن جي مـٿـان هڪ اهڙو زمـانو ايندو جنهن ۾ پئـسي ۽ ڏوڪڙ کـان سواءِ ڪاشيءِ فائدو نہ ڏيندي (مشڪوة ٢٤٣)

ف : ان تي محشي رح حاشيہ٣ ۾ لکي ٿو تہ ان جو مطلب آهي تہ ڪمـائيءَ کـان سـواءِ ڪا بہ شي ءِ مـاڻهن کي فـائدو نہ ڏيندي جو ان ڪري ماڻهو حرام کان بچي ويندو.

٦. بني ڪـريم صلي الله عليہ وسلم جن فـرمـايو آهي هر هڪ نبيءَ ماڻهن جون ٻڪريون ڪرائي تہ چاريون آهن تنهن تي صحابہ عرض

ڪيو تہ اوهان بہ ؟ فرمايائين تہ هائو مون بہ ڀئسن تي مڪي وارن جون ٻڪريون چاريون آهن (مشڪوٰة ص ٢٥٧).

٧. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ اڳهڙ جي حفاظت ۽ پيٽ جي طعام لاءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام اٺ يا ڏهہ سال مزدوريءَ تي ٻڪريون چاريون هيون. مشڪوٰة صـــ ٢٥٨)

**هدايت نمبر٢** انفرايت جي ضرورت پوري ڪرڻ کان بعد اسلام انسان جي اجتماعي پهلو جي متعلق ٻي هدايتون ڏنيون آهن ۽ اجتماعي دائري جي فرائض کان بہ خبردار ڪيو آهي.

اسلام انسان کي هيءُ سبق ڏنو آهي تہ پوري انسانيت هڪ برادري آهي ۽ هڪ ئي اڪيلــــ آهي ۽ هڪ مــــاءُ پيءُ جي اولاد آهي. فرمايائين. يَآيُّهَاالنَّاسُ اِنَّا خَلَقنٰکُم مِن ذَکَرٍ وَّاُنثيٰ وَجَعَلنَاکُم شُعُوبًا وَ قَبَائِلَ لِتَعَارَفُوا اِنَّ اَکرَمَکُم عِندَاللهِ اَتقَاکُم اِنَّ اللهَ عَلِيمٌ خَبِيرٌ. (الحجرات ع٢) اي ماڻهو بيشڪ اسان اوهان کي هڪ مڙس ۽ هڪ زال مان پيدا ڪيو ۽ اوهان کي ذاتيون ۽ پاڙا ڪيوسون تہ هڪ ٻئي کي سڃاڻو بيشڪ اوهان مان تمام عزت وارو الله وٽ اهو آهي جيڪو اوهان مان ڏاڍو پرهيزگار آهي بيشڪ الله ڄاڻندڙ خبر رکندڙ آهي.

روح المعانيءَ وارو فرمائي ٿو تہ يعني الله تعاليٰ توهان ۾ قومون ۽ ذاتيون هن ڪري ڪيون آهن جو توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻي مائٽيءَ جو حق ادا ڪريو ۽ نسب سڃاڻي ڪري ميراث کي انجي مطابق تقسيم ڪريو. نہ هن ڪري تہ هڪ ٻئي جي مٿان فخر ڪريو. ۽ فرمايائين.

وَالَّذِينَ فِي اَموَالِهِم حَقٌ مَعلُومٌ لِلسَّائِلِ وَالمَحرُومِ. (معارج ع١) ۽ اهي شخص جو سندس مالن ۾ سوال ڪندڙ ۽ نہ سوال ڪندڙ محتاج جو حق آهي.

يعني تعريف جي لائق اهي ماڻهو آهن جو قانوني وجوبي حقن کان سواءِ بہ پنهنجي مالن ۾ محتاجن جا حق سمجهن ٿا.

۽ ٻڻ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ دين نالو خيرخواهي جو آهي. ٽي ڀيرا فرمايائون صحابہ عرض ڪيو تہ ڪنهن سان خيرخواهي ڪريون؟ جواب ۾ فرمايائون. للهِ وَلِكِتَابِهِ وَلِرَسُولِهِ وَلِاَئِمَّةِ الْمُسلِمِينَ وَعَامَتِهِم رواه مسلم ـ (مشڪوات ص ۴۲۲) الله سان ۽ الله جي ڪتابن سان ۽ الله جي رسولن سان ۽ مسلمان جي امامن سان ۽ عام مسلمانن سان

۲ـ قال رسولُ الله صلي الله عليہ وسلم تَري المومنين في تَرَاحمهم وَتَوادهم وَتَعَاطفهم كَمثلِ الجَسَد اِذَا. اشْتَكي عضو تَداعيٰ لَہٗ سَائِرُ الجَسَدِ بالسَهرِوَالحمي. متفق عليہ (مشڪوات ص ۴۲۲) نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ مؤمنين کي هڪ ٻئي تي رحم ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي سان مهرباني ڪرڻ ۾ هڪ جسم وانگر ڏسندين جڏهن تڪليف وارو ٿيندو آهي ڪو عضوو تہ ٻوءِ سارو جسم ان جي ڪري اوجاڳو ڪاٽيندو آهي ۽ تپجي پوندو آهي.

مطلب تہ اسلام پوري انسانيت کي هڪ برادري ۽ هڪ آڪهہ بڻايو آهي.

هاڻي جا قوم چاهي روسي هجي چاهي امريڪي هجي جو وحدت بشري کي ڦٽي ڪري هن غرض خاطر تہ روسي يا امريڪي قوم سربلند ٿئي تہ ان جو لازمي نتيجو هي نڪرندو تہ باقي قومن کي پينگو ڪري صرف هڪ قوم جو پيٽ ڀرڻ انهن جو نظريو رهندو جنهن ڪري عام معاشي عالمي حالت خراب ٿي پوندي. جيئن اڄ ڪلهہ مشاهدو آهي جو اقوام متحده جي رپورٽ مطابق اڌ انساني آبادي روزيءَ کان محروم

آهي. (اسلام کا معاشي نظام ص ۵۴)

**هدايت نمبر۳:** انسان هڪ روحاني مخلوق به آهي. يعني ان جو الله تعاليٰ سان واسطو به آهي ۽ ڪيس الله تعاليٰ هڪ اهڙي شيءِ ڏني آهي جيڪا ذاتي طور برن شين کان پاڪ آهي يعني روح. پوءِ جيڪڏهن انسان کي الله تعاليٰ سان تعلق هجي ۽ اعمالن جي نتيجي جو ان کي يقين هجي ته ان جي پنهنجي معاشي حالت به نيڪ ٿي ويندي ۽ ٻين انسانن کي به ان مان فائدو پهچندو. ڪوئي انسان ان جي ظلم جو شڪار نه ٿي پوندو. پر جيڪڏهن پاڻ ئي انساني روح ناپاڪ آهي ته ان جو وجود ٻين لاءِ وبال ٿي پوندو. هر وقت ٻيا انسان ان جي جاني ۽ مالي ظلمن لاءِ مشق جي تختي بڻجي ويندا. قانون ڇاهي سنو هجي ڇاهي برو هجي، پر انکي نافذ ڪرڻ وارو بهرحال انسان آهي.

جڏهن انسان جي روحانيت بگڙجي ويئي ته قانون ڇاهي عادلانه هجي ڇا ڪري سگهندو، ان جو چشم ديد شاهدموجوده دور جون وڏيون طاقتون آهن. جو وقت سر ضعيف قومن کي تباهه ڪري رهيون آهن. ان کي نه اقوام متحده روڪي سگهي ٿي نه ڪي وري زبان سان ان ظالم ۽ جارح کي ظالم چئي سگهجي ٿو. خودويٽ نام م امريڪي تباهه ڪن ڪاروايون ۽ عربن جي خلاف وڏن طاقتن جي اشاري تي يهودن جا ظلم هن ڳالهه لاءِ چٽي شاهدي آهي ته اقوام متحده کي زبان ۽ قلم جي هلائڻ جي همت به نه آهي جو بري کي برو چئي سگهي. اهو هن ڪري ته اقوام متحده کي روحانيت وارو پهلو نه آهي. هوڏانهن جڏهن خلافت راشده جي دور ۾ روحانيت هئي ته ادني ۾ ادنيٰ ماڻهو وقت جي خليفي کي حق ۽ سچ چئي سگهي پيو، پر وڏن وڏن ظالمن اڳي حق وارن جي اڳيان سر جهڪايو. اهڙن واقعن سان تاريخ ڀريل

آهي. خدا تعاليٰ سچ فرمايو آهي.

قَد اَفلَحَ مَن زَكّٰـهَا. وَقَد خَابَ مَن دَسّٰهَا. (الشـمـس) جنهن ان (نفس) کي (بدڪاريءَ) ڪان پاڪ ڪيو سو بيشڪ ڇٽو ۽ جنهن انکي (گناهن ۾) پوري ڇڏيو سو بيشڪ ٽوٽي وارو ٿيو.

**هدايت نمبر۴،** انسان ۾ نفس بہ پيل آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ قدرت انسان ۾ مال جي محبت رکي آهي. ان ۾ حڪمت هيءَ آهي تہ جيڪڏهن انسان کي مال جي محبت نہ هجي تہ مال جي طلب ڇڏي ڏيندو جنهن جي ڪري دنيا جي رونق ختم ٿي ويندي. ۽ جڏهن مال سان ئي انساني زندگي قائم آهي پوءِ جيڪڏهن مال نہ هوندو تہ انسان بہ ختم ٿي ويندو. ان ڪري مال سان انسان جي فطري محبت آهي جنهن کي قرآن ڪريم هن طرح بيان فرمائي ٿو.

زُين للناس حُب الشهوات من النساء والبنينَ والقناطير المقنطرة من الذهب والفضة والخيل المسومة والانعامِ والحرث ذالک متاع الحيٰوةِ الدُنيا والله عندهٗ حُسنُ الماب. (آل عمران ع۲). ماڻهن لاءِ زالن ۽ پٽن ۽ سون چانديءَ جي (وڏن وڏن) سٿيلن ڍيرن ۽ نشان ڪيل گهوڙن ۽ ڍورن ۽ پوک جي سڌن جو پيار سينگاريو ويو آهي اهو دنيا جي حياتيءَ جو سامان آهي ۽ الله وٽ چڱو موٽڻ جو هنڌ آهي. (ترجمہ امروٽي رح).

۽ ٻي آيت ۾ فرمايائين.

اِنَہٗ لِحُبِ الخير لَشَدِيدٌ. ۽ بيشڪ اهو مال جي محبت ۾ ڏاڍو آهي.

ان ڪري معاشي نظام جي درستيءَ لاءِ انسان جي ان نفسياتي جذبي جو اصلاح ۽ انکي اعتدال تي آڻڻ ضروري آهي. ان لاءِ اسلام هيٺيون هدايتون ڏنيون آهن. پهرين آيت ۾ جيڪا الله تعاليٰ انسان جي محبوبات ۽ مرغوبات جي فهرست ذڪر فرمائي ان کان بعد ارشاد فرمايائين:

ذالک متـا غ الحيـات الدُنيـا والله عندهٗ حَسنُ المَاب. اهي ذکر تـيل شيون کجهہ ڏينهن جي لاءِ فائدي حاصل ڪرڻ جو سامان آهن. ۽ الله تعاليٰ وٽ اها شيءِ آهي جو هميشہ واري حياتيءَ لاءِ تمام بهتر آهي.

هڪ ٻئي آيت ۾ ارشاد فرمايائين.

بَل تؤثِرونَ الحيٰوة الدُنياَ وَالآخرَۃ خَيرَ وَ اَبقيٰ. (الاعليٰ) هن حياتيءَ جي فائدن کي اوهان پيارو ڳهرو ٿا. حالانڪ آخرت جي زندگي جا فائدا دنيا جي فائدن کان زياده ڀلا بہ آهن ۽ زياده بقا وارا بہ آهن.

قـرآن ڪريم جڏهن الله تعـاليٰ حــڪـيم جو ڪلام آهي جنهن ۾ پنهنجي حڪمت سان سمجهو تہ انسان کان ماڻ ۽ دنيا جي فائدن جي فطري محبت ميسي نہ ٿي سگهجي البتہ موڙي سگهجي ٿي يعني ان محبت جو ازالو تہ نہ ٿي سگهندو البتہ امالو ٿي سگهندو. يعني ان جو رخ هڪ وڏي محبوب جي طرف ڦيرائي سگهجي ٿو. ان ڪري قرآن شريف گذريل آيتن ۾ دنيوي نعمتن جو آخروي نعمتن سان موازنہ ۽ ڀيٽا ڪئي. ۽ ٻڌايائين تہ اخروي نعمتون بلحاظ انجام جي سهٽيون ۽ بهتر آهن. ليڪن دنيوي نعمتن جو انجام فنا آهي ۽ اخروي نعمتون دنيوي نعمتن جي بنسبت تمام بهتر آهن ۽ اها بهتري لامحدود آهي. ٻر جيڪڏهن انهن ٻنهي جي باهمي تفاوت کي پٿر ۽ سون جي وچ ۾ جو تفاوت آهي انجي مماثل قرار ڏنو وڃي تڏهن بہ ڪوئي عقلمند سون کي ڇڏي ڪري پٿر کي نہ وٺندو نہ ڪي پٿر کي سون کان وڌيڪ پيارو ڳهرندو، ٻئي ڀيٽ دوام ۽ بقا جي لحاظ سان آهي. جيڪڏهن ڪنهن عقل واري کي چيو وڃي تہ جيڪڏهن تون چاهين تہ توکي مڻ پٿرن جو ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڏيان وري ٻوءِ واپس ڪري وٺانءِ ۽ جيڪڏهن تون چاهين تہ هڪ مڻ سون جو توکي هميشہ لاءِ ڏيئي ڇڏيان تہ يقيني ڳالهہ آهي تہ اهو

ڪجھہ ڏينهن لاءِ پتر حاصل نہ ڪندو بلڪ سون جي هميشہ ونڻ لاءِ چوندو. ۽ پٿرن کي ڪجھہ ڏينهن لاءِ ڇا ڪندو. ان ڪري اسلام پنهنجي ميجندڙن جو رخ دنيا کان هٽائي آخرت جي محبوبات جي طرف ڦيري ڪري انسان جي دل مان دنيا جي حرص جو خاتمو ڪيو آهي، جنهن سان انسان جي معاشي حالت تي ضرب پوي پئي.

٢۔اسلام ٻي ڳالهہ هيءَ بہ ٻڌائي آهي تہ سمورين خرابين جي جڙ دنيا جي محبت آهي. ظلم ۽ ٻين انسانن جي حق تلفي، چوري، ڌاڙو، وياج، رشوت، خيانت ۽ ٻيون بي اصولي ڳالهيون انهن سڀن جو بنياد مال جي محبت آهي. حديث شريف ۾ آهي حُبُ الدّنيا راسُ كُلِ خَطيئَةٍ ۔ (مشڪوات ص ٤٤٤). دنيا جي محبت هر گناهہ جو مغز آهي. ۽ الله تعاليٰ فرمايو.

فاما من طغيٰ وَاثرَ الحيوة الدّنيا. فَاِنَّ الجَحِيمَ هِي الَماوِيٰ. (النازعات ع٢). پوءِ جيڪو حد کان لنگھيو هوندو ۽ هن دنيا جي حياتيءَ کي ڀلو سمجھيائين تنهن جي جاءِ بيشڪ دوزخ آهي. مطلب تہ انهن هدايتن معاشي لٽ ڦر کي ختم ڪيو ۽ فطري مالي محبت کي پنهنجي دائري ۾ رکيو.

٣۔مالي محبت جو انساني معاشري جي لاءِ فساد جو ٻج آهي ان جي امالہ ۽ رخ ڦيرڻ لاءِ عملي مشق جي بہ ضرورت آهي، ان سلسلي ۾ اسلام اهڙا قانون عطا ڪيا آهن جو فطري حرص ۽ مال جي محبت انهن جي عملي مشق جي ڪري دسجي پوي ٿي ۽ انسان ۾ بني نوع انسان تي مال خرچ ڪرڻ جي پختي عادت ٿي پوي ٿي ان ڪري قانون زڪوات جي تحت واپاري جي مال مان نصاب ۽ سال گذرڻ جي شرط سان اڍائي فيصد محتاج طبقي تي خرچ ڪرڻ لازم ڪيائين. اهڙي طرح

زمين پيداوار مان جيڪڏهن پاڻي موڪي يا باراني آهي تہ ڏهون حصو مقرر ڪيائين پر جيڪڏهن چرخي سان پوک کي پاڻي پهچي ٿو يا مثلاً ٽيوب ويل ذريعي پهچي ٿو تہ پوءِ ويهون حصو مقرر ڪيائين. اهڙي طرح مخصوص ڏوهن ۾ ڪفارات رکيائين، رمضان المبارک جو روزو ڇاڻي واڻي ڀڳائين يا پنهنجي زال کي چيائين تہ تون منهنجي لاءِ ائين آهين جيئن ماءُ جي پٺي تہ انهن صورتن ۾ شريعت پاک مسڪين کي ٻہ وقت ڪاڌي ڪارائڻ يا ان کي ڪپڙن ڏيڻ جو حڪم ڪيو آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو قسم ڀڃين تہ ان کي ڏهن محتاجن کي ڪاڌو يا ڪپڙو ڏيڻ واجب ٿيندو. اهڙي طرح اسلام نفلي خيراتن جي ترغيب ڏني بلڪ ان ۾ ان حد تائين ترغيب ڏنائين تہ جو ڪجهہ، ضرورت کان زائد آهي ان کي محتاجن جي مٿان تقسيم ڪريو. فرمايائين.

يَسئَلُونکَ مَاذاَ يُنفِقُونَ قُلِ الَعَفوَ (البقرة ع٢٧). توکان پڇا ڪرن ٿا تہ ڪيترو خرچ ڪرن چوين تہ جيڪو بچت اٿو.

**هدايت نمبر٥:** انسان کي هن لحاظ سان بہ ڏسڻ ضروري آهي تہ اهو ڪل ڪائنات جو هڪ اهم جزو آهي. جزي هجڻ جي لحاظ کان پي ان جا ڪي فرائض آهن. تہ اهو ڪائنات جي لاءِ تعمير جو سبب بڻجي نہ تخريب جو. يعني هن جي ڪري ڪائنات سر بلند ٿي. ۽ ڪائنات کي تباهيءَ ۽ ويرانيءَ کان بچائي، موجوده وقت جو انسان بجاءِ تعمير جي تخريب جو سبب آهي. اگرچہ ڪائنات جي تعمير ۾ حصو ورتو اٿائين ۽ وٺندو رهي ٿو. مگر ان جي تخريب تعمير تي غالب آهي. بالخصوص هن ايٽمي دور ۾ هن انسان نہ صرف انسان کي تباهہ ڪيو آهي. بلڪ نباتات ۽ عمارات، هوا ۽ پاڻي کي بہ تباهہ ڪيو آهي، اهڙو خطرناڪ سامان تيار ڪيو ويو آهي جو صرف هڪ ميزائل ٿن

ڪروڙن انسانن جي تباهيءَ لاءِ ڪافي آهي ۽ هڪ جراثيمي بم جنهن جي تور منو پاءُ مس آهي. برطانوي سائنس دان جي تحقيق مطابق ساري زمين جي تباهيءَ لاءِ ڪافي آهي ۽ جهن سان جاندار بر ۽ بحر ۽ هوا پاڻي وغيره سڀ تباهہ ٿي ويندا پر زمين اهڙي خراب ٿي ويندي جو سلَن پيدا ڪرڻ جي لائق نہ رهندي تہ اها تعمير نہ آهي بلڪ تخريب آهي. غير سائنسي دور جي هزارن سالن جي ڪائناتي تباهين ڪان سائنسي دور جي هڪ ڪلاڪ جي تباهي زياده آهي. ان تباهيءَ جو لازمي نتيجو معاشي تباهي ٿيندي ڇو جو ان سان معاشي سڀ ذريعا ۽ انهن ذريعن ڪان ڪم وٺڻ وارا انسان سڀ تباهہ ٿي ويندا. زمين پوک جي لائق نہ رهندي، پاڻيءَ ۾ جراثيم ڦيلجڻ سان انساني عيش ۽ زندگي جو خاتمو ٿيندو. ۽ جيڪي شيون انسان جي لاءِ حياتيءَ جو مدار آهن سي سڀ خاڪ جو ڍگ ٿي پونديون. فرمايائين.

وَلَا تَكُونُوا كَالَّتِي نَقَضَتْ غَزْلَهَا مِنْ بعد قوة أنكاثا (النحل ع١٣). ۽ ان زال وانگر نہ ٿيو جنهن پنهنجو سٽ ڪتيل پڪي ڪرڻ ڪان بوءِ ڇني ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو.

**هدايت نمبر٦:** انسان پوري طرح آزاد نہ آهي، اهو ڪائنات جي اعليٰ حاڪم جي هيٺان آهي، ان جي هٿ ۾ جيڪي معاشي ۽ غير معاشي نعمتون آهن. سي سڀ اعليٰ حاڪم جون ان وٽ امانت آهن. بوءِ انهن نعمتن کي حاصل بہ انجي حڪم جي ماتحت ڪبو ۽ خرچ بہ ان جي حڪم جي ماتحت ڪبو. ان ڪري ان اعليٰ حاڪم مال جي حاصل ڪرڻ تي ڪنٽرول ڪيو تہ حلال طريقي سان حاصل ڪيو وڃي ۽ حرام طريقي سان حاصل نہ ڪيو وڃي تانتہ سرماءِ دارانہ خرابيون پيدا نہ ٿين ۽ طغيان ۽ سرڪشي پيدا نہ ٿئي. ان ڪري فرمايائن. وَلاَ تاڪُلو

آموالکُم بینکُم بِالباطِلِ. (البقرة ع۲۳) ۽ اوهين پنهنجا مال پاڻ ۾ ناحق سان نہ کائو.

ان سان باطل ۽ حرام ڪمائيءَ جا سڀ طريقا بند ڪيائين چاهي ظلم ۽ ڏاڍ هجي يا رشوت ۽ وياج هجي يا خيانت ۽ چوري هجي هي آهي اسلام جو مال جي حاصل ڪرڻ تي ڪنٽرول. مجموعہ دولت جذهن تہ مجموعي انسانن جي معاش جو ذريعو آهي. ان ڪري جيڪڏهن هڪ طبقو ناجائز ذريعن سان پنهنجو مال وڌائيندو تہ ٻئي طبقي ۾ ان آهر مال جي گهٽتائي ٿيندي. جو تہ ناجائز ذريعن جو استعمال ٻن انسانن جي وچ ۾ هوندو آهي. انسان ۽ غير انسان جي وچ ۾ نہ هوندو آهي. ٻيو ۽ جڏهن هڪ طبقي وٽ ناجائز دروازي کان مال ايندو تہ جنهن انسان سان ناجائز معاملو ڪيو ويو ان وٽ مال جي ڪمي پيدا ٿيندي ۽ معاشي توازن بگڙجي ويندو.

**هدايت نمبر۷، خرچ تي ڪنٽرول** ٻيو ۽ جيئن اسلام مال جي حاصل ڪرڻ تي ڪنٽرول وڌو آهي تہ اهڙي طرح مال جي خرچ ڪرڻ تي بہ ڪنٽرول ۽ پابندي وڌي آهي تان تہ ناجائز ڪمن ۾ خرچ نہ ٿئي. ان ڪي اسلام تبذير ڪوٺيو آهي ۽ ٌ ضرورت بہ خرچ نہ ٿئي ان کي اسلام اسراف ڪوٺيو آهي. بلڪ خرچ ۾ اعتدال قائم ڪيو وڃي فرمايائين.

وَلا تُبذِرْ تبذيرا. اِن المبذرين كانوا اخوان الشيٰطينَ و كان الشيْطٰنُ لِربِہ كَفورا. (بني اسرائيل ع ۳) ۽ اڌنگائيءَ سان اجايو نہ وڃاءِ جو تہ اجايو وڃائيندڙ شيطانن جا ڀائر آهن ۽ شيطان پنهنجي پالڻهار جي نافرماني ڪندڙ آهي. ۽ فرمايائين. وَلا تجعل يَدک مغلولة اِليٰ عنقک وَلا تَبسُطها کُلَ البَسطِ فتقعُدَ مَلوماً محسورا. (بني اسرائيل ع۳). ۽ نڪي

پنهنجي هٿ کي پنهنجي ڳچيءَ ۾ بند ڪر ۽ نه اهو سارو کولي ڇڏ نه ته ملامتي ڪيل ۽ عاجز ٿي ويهي رهندين.

حديث شريف ۾ آهي الاقتصادُ في النفقة نِصفُ المَعِيشَةِ (مشڪواة ص۴۳۰) خرچ ۾ درميانو هلڻ اڌ معيشت جو آهي.

خود حضور صلي الله علي وسلم، خلفاءِ راشدين، صحابه ڪرام ۽ خدا تعاليٰ جا پيا مقبول بندا سادگي سان زندگي گذاري ويا. ان ۾ حڪمت هيءَ آهي ته جڏهن مال ناجائز محل ۾ يا بي جاءِ خرچ ٿيندو ته بچت نه ٿيندي ته پوءِ محتاج طبقي تي ڪجهه به خرچ نه ڪري سگهبو. جيڪڏهن بيجاءِ خرچ ڪرڻ جي ڪري مال ئي ڪونه هوندو ته پوءِ غريب طبقي جي خبر گيري ڪيئن ڪري سگهبي. اسلام چاهي ٿو ته دولت جو رخ بي محل خرچ ڪرڻ کان موڙي خير جي ڪمن، غريبن ۽ دين جي اشاعت ڏانهن ڦيري ڇڏجي، جنهن ڪري معاشي حالت ۾ توازن به پيدا ٿيندو ۽ نيڪي به وڌندي جنهن سان دنيا به ڀلي ٿيندي ته آخرت به.

**هدايت نمبر۸: قانوني مساوات:** امير ماڻهو پنهنجي اثر ۽ رسوخ سان غريب عوام جا حق غصب ڪندا آهن ۽ غريب عوام جي حق رسي نه ٿي سگهندي آهي. ان ڪري حڪومت جو هجڻ نه هجڻ عوام لاءِ هڪ جهڙو ٿي پوندو آهي. اسلام قانوني حقوقن ۾ مساوات قائم ڪري ان خامي کي دور ڪيو آهي. گدا ۽ شاهه کي، امير ۽ غريب کي قانوني حقوقن ۾ برابر ڪيو آهي. زباني دعويٰ ته هر حڪومت اهائي ڪندي آهي پر جيتري تائين عمل جو تعلق آهي. اسلامي تاريخ کان سواءِ ڪنهن به دين ۽ آئين ۾ مساوات قانونيءَ جو عملي رنگ موجود نه آهي. خلفاءِ اسلام جي بادشاهن کي هڪ معمولي غريب جي دعويٰ

جي جوَاب دهي لاءِ عدالت ۾ حاضر ٿيڻو پوندو هيو ۽ عدالت جو فيصلو ٻڌندي ئي ان تي عمل ڪندا هيا. اهڙا ڪيئي قصا آهن. پر وقت جي بادشاهہ سان ڪو معمولي ماڻهو ظلم ڪري ٿو تہ وقت جي بادشاهہ کي طاقت نہ آهي جو ان معمولي ۽ ڪمزور ظالم کان پنهنجو حق پاڻ وٺي بلڪہ وقت جي بادشاهہ کي بہ پنهنجي حق جي حصول لاءِ عدالت جو محتاج ٿيڻو پوندو جيڪڏهن حق ثابت ٿئي تہ ونندو نہ ثابت ٿئي تہ نہ ونندو. مشهور قصو آهي تہ:

(١) حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي زرهہ گم ٿي ويئي اها حضرت علي رضہ هڪ نصرانيءَ وٽ ڏٺي پاڻ سڃاڻي خسيس نصرانيءَ کان نہ ٿو کسي حالانڪ پاڻ وقت جو خليفو آهي بلڪ ان کي عدالت ۾ پيش ڪري ٿو ۽ عدالت جي قاضي ۽ جج حضرت شريح کي دانهن ٿو ڏئي تہ هيءَ زرهہ منهنجي آهي نہ مون وڪي آهي نہ ڪي ڪنهن کي بخشش ڪري ڏني آهي، قاضي شريح دانهن ٻڌي ان ظالم نصرانيءَ کي ائين نہ ٿو چوي تہ تون خسيس ۽ ڪافر آهين ۽ هيءُ وقت جو بادشاهہ هيڏي بزرگيءَ وارو ڪوڙ ٿو هڻي؟ وجي ڏئيس، نہ نہ بلڪ حضرت علي رضہ جي فرياد ڪرڻ کان بعد اصولي طور ان نصرانيءَ کان سوال ڪري ٿو تہ اميرالمومنين سچ ٿو چوي؟ نصرانيءَ جواب ۾ چيو تہ هيءَ زرهہ منهنجي آهي. اتي قاضي حضرت علي رضہ ڏانهن واجهايو تہ جڏهن هي تنهنجي دعوي کي نہ ٿو مڃي تہ انٿي شاهد؟ اڄ جي ڪو جج وقت جي بادشاهہ کان شاهد گهري تہ بادشاهہ ان سان ڇا حالت ڪندو پر حضرت علي رضہ بجاءِ ناراض ٿيڻ جي کلي ٿو روايت ۾ ڇتا اکر آهن فَضَحِکَ عليٌ. شاهدن پيش ڪرڻ تي حضرت علي خوشيءَ مان کلي ڏنو ۽ قاضي کي شاباس ڏنائين ۽ فرمايائين اَصَابَ شَرَيحٌ. شريح نيڪ ڪيئي. انصاف

سان هلين. فيصلي ڪرڻ ۾ خسيس ۽ وقت جي بادشاهه جو خيال نه ڪيئي، انصاف سان هلين. فيصلي ڪرڻ ۾ خسيس ۽ وقت جي بادشاهه جو خيال نه ڪيئي. حضرت علي رضه وٽ شاهد ڪونه هيا تنهن ڪري قاضي شريح خسيس نصراني جي حق ۾ فيصلو ڪيو. آخرڪار ان قانوني مساوات جو نصرانيءَ تي اهڙو اثر پيو جو مسلمان ٿيو. (البدايه والنهايه ج٨ ص ٥).

(٢) حضرت عمر رضه وٽ هڪ دفعي يرفع اچي ٿو ۽ چئي ٿو ته سائين. بازار جي اندر هاٿي ڪٺڪ اچي ويئي آهي تنهن ڪري اوهين هاٿي ڪٺڪ جي ماني کائو، ۽ جَوَن جي ماني کائڻ ڦتي ڪيو، چيائين ته يرفع مونکي ٻڌاءِ ته منهنجي پوري حڪومت جي اندر هر غريب جي وات ۾ هر ويلي ڪٺڪ جو گرهه پهچندو؟ چيائين نه سائين ايتري ڪانه آئي آهي. فرمايائين عمر تيستائين ڪٺڪ نه کائيندو جيستائين هر غريب کي پهچي. حالانڪ غريب به ڪٺڪ ونيو پيا کائين. مگر ڪنهن اهڙي غريب جي لاءِ هن رڪـــي رکي آهي جنهن کي ڪٺڪ مُيَسَرَ نه هجي ۽ خدا پڇي ته تون ڪٺڪ جي کائڻ ۾ اڳرائي ڇوڪئي؟ هي آهي اسلامي نظام ۾ حقوقن جي مساوات (اسلامي نظام جي دعوت). انساني حقوقن جي مساوات کان سواءِ حيوانن جي مساوات جو به اسلام سبق ڏنو آهي.

سيدنا عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه هڪڙي دفعي ممبر تي بيهي فرمائي ٿو. مان عمر کان الله تعاليٰ قيامت ڏينهن پڇا ڪندو ٥٠٠ ميل پري نيل درياهه جي جهنگلن ۾ جيڪڏهن ڪنهن ٻڪريءَ کي داغ ٿيو آهي مالڪن ان کي ملم ۽ ڊانير نه لاتو آهي .الله تعاليٰ مون کان پڇندو. مالڪ ڏوهه ٿا ڪن ٻڪريءَ جي باري ۾ ته سوال ٿو ٿئي خليفي کان.

ايذي وڏي جوابداري آهي اسلام جي حڪومت ۾. (اسلامي نظام جي دعوت). ۽ هيءَ آهي اسلام ۾ قانوني حقوقن ۾ مساوات. يعني بادشاهه ۽ رعيت سان قانوني حقوقن ۾ مساوي آهي پر انجي خلاف انگلستان جي آئين ۾ هيءَ ڳالهه صاف لکيل آهي ته بادشاهه هر قانون کان مٿي آهي. (اسلام کا معاشي نظام).

**هدايت نمبر٩: رشوت جو سدباب:** رشوت جي بند ڪرڻ لاءِ حضرت عمر رضه هي طريقا اختيار ڪيا هيا.

(١) آفيسرن جون پگهارون وڏيون مقرر فرمايون هيائين تان ته انهن کي محتاجي نه رهي. مثلاً قاضي شريح ۽ ربيعة جون تنخواهون پنج پنج سو درهم يعني هڪ سو ۽ ايڪيهه تولا ۽ ٽي ماسا. چاندي مقرر ڪيائين جيڪا هاڻوڪي وزن جي لحاظ سان تقريبا 1.530=87 چاندي ٿيندي ۽ ايتري تنخواه ان زماني جي لحاظ کان بلڪل ڪافي هئي.

(٢) قاعده مقرر ڪيائين ته جو شخص دولتمند ۽ معزز نه هجي اهو قاضي نه ٿئي. ابو موسيٰ اشعري گورنر ڪوفه کي جو فرمان لکيائين ان ۾ ان قاعدي جو سبب لکيائين ته دولتمند رشوت جي طرف راغب نه ٿيندو ۽ معزز ماڻهو تي فيصلي ڪرڻ ۾ ڪنهن جي رعب ۽ داٻ جو اثر نه پوندو.

(٣) انهن ڳالهين کان سواءِ ڪنهن قاضي کي تجارت ۽ خريد فروخت ڪرڻ جي اجازت نه هئي. ۽ اهي اهڙا اصول آهن جو مدتن جي تجربي کان بعد ترقي يافته ممالڪ ۾ اختيار ڪيا ويا آهن. (الفاروق ص٣٣٩).

# باب ٻيون

## طريق ڪار اسلامي معيشت

اڄ دنيا معيشت جي تنگيءَ ۾ مبتلا آهي ۽ دنيا ان جي حل ڪرڻ لاءِ ڏاڍي پريشـــان آهي مگر ان جو حل ڪائنات جي خالق هڪ جملي ســان ڪري ڇڏيو آهي. جو فـــرمـــايائين ڪي لاَيَكُونَ دُولَة بين الاغنيــاءِ مِنكُم. (الحشر ع١).

يعني (اهو هن لاءِ آهي) تـہ جيئن دولت صرف اوهان جي سـرمـاءِ دارن جي وچ ۾ نـہ ڦري گهري.

ان ۾ اشارو فرمايائين تـہ جيڪڏهن دولت صرف سرماءِ دارن ۾ ڦرندي رهندي تـہ عام پبلڪ جو گذران ڏکيو ٿي پوندو.

سوچ ڪري ڏسبو تـہ سرماءِ دارانـہ نظام جي ڪري دولت هڪ خاص طبـقي ۾ بند رهي ٿي، ٻين ماڻهن تائين سـري ئي نـہ ٿي. ان ڪري ٻين ماڻهن ۾ غربت ۽ سڃائي اچي ٿي وڃي ۽ انسان جي اجتماعي جسم جي هڪ وڏي حصي کي فالج لڳي ٿو وڃي، ان مان توهان سمجهي ويا هوندءَ تـہ سڀ انســـان بمنزلـہ هڪ جسم جي آهن. پوءِ جيـــئن هڪ شـخص جي بدن جو خون ڪن عـضـون ۾ يا هڪ عـضـوي ۾ بند ٿي پوندو آهي ۽ ٻين عضون ڏانهن سري نـہ سگهندو آهي تـہ جن عضون ڏي خون نـہ پهتو تـہ اهي عضوا يقيناً سانڍا ۽ سور وارا ٿي پوندا آهن تـہ اهڙي طرح دولت بہ جيـڪڏهن هڪ طبقي ۾ بند رهندي ۽ ٻين انسـانن ڏانهن نـہ سرندي تـہ يقيـناً اهي ٻيا انسان سـانڍا ۽ سور وارا ٿي پوندا. ان ڪري

اسلام جو نظريو آهي ته دولت جو ماڻهن ۾ ڦرڻ ضروري آهي جيئن جسم جي اندر خون جو ڦرڻ ضروري آهي، ان حقيقت کي قرآن ڪريم تمام چٽيءَ طرح بيان ڪيو آهي ته جيڪڏهن دولت آسودن ۾ ڦرندي رهندي ته غريب طبقو ڪچلجي ويندو. مطلب ته دولت جي چرپر جنهن ڪي حرڪت دولت ٿو چيو وڃي سا شرعاً ۽ عقلاً عام پبلڪ لاءِ تمام مفيد آهي. جنهن ۾ انساني معيشت جو سڌارو آهي ان ڪري شريعت پاڪ دولت جي گردش ۽ چرپر کي لازم قرار ڏنو آهي. پوءِ دولت جي چرپر جون شريعت پاڪ ٻه واٽون ٻڌايون آهن هڪ واٽ جنهن سان دولت ڪنهن سرماءِ دار ڏانهن سري نه وڃي اهڙي واٽ جون سڀ صورتون شريعت پاڪ حرام ڪيون آهن. ٻئي واٽ ته سرماءِ دار وٽ جمع ٿيل دولت جي نيڪالي ۽ انتقال ٿئي ان جون صورتون به شريعت پاڪ ٻڌايون آهن انهن سمورن صورتن کي سرماءِ دار جي مٿان حسب طاقت لازم قرار ڏنو آهي يعني شريعت پاڪ هڪ طرفان سرماءِ دار ڏانهن دولت جي ناجائز طريقي سان سرڻ ۽ پهچڻ تي رڪاوٽ وڌي آهي ۽ ٻئي طرفان سرماءِ دار جي مٿان دولت جي نيڪال لاءِ غريبن جا حق مقرر ڪيا آهن. جنهن سان دولت جي هڪ طبقي ۾ بند رهڻ جو جنهن کي اڪتناز ٿو چيو وڃي خاتمون ڪيو ويو آهي. گوياڪه شريعت پاڪ اڪتناز جي خاتمي جون ٻه صورون ٻڌايون آهن هڪ ته جيئن ته دولت ناجائز طريقي سان سرماءِ دار ڏانهن سري نه وڃي. ٻيو ته سرماءِ دار وٽ جيڪا دولت جمع ٿيل آهي ان ۾ محتاجن جا حق مقرر ڪيا اٿائين جنهن ڪري سرماءِ دار وٽان دولت سري ڪري غريب ڏانهن اچي. پهرين صورت جون تقريباً ١٥ شقون آهن ۽ انهن سمورن شقن کي شريعت پاڪ حرام ڪيو آهي.

(١) وياج يا سود:۔ دولت جي اڪتناز جو سڀ کان وڏو سبب سود ۽ وياج آهي، قوم جي ڳڏاڙيل سرمائي مان جيڪو نفعو حاصل ٿيندو آهي اهو ان سودي نظام جي ڪري سارو جو سارو انهن چند سرماءِ دارن جي کيسي ۾ ٿو وڃي جيڪي بينڪ مان لکين روپيا قرض وٺي ڪري وڏا وڏا واپار ڪن ٿا. ۽ عوام کي نهايت ٿورڙي رقم سود جي شڪل ۾ حاصل ٿئي ٿي ۽ جڏهن سرماءِ دار نفع جو ايترو وڏو مقدار حاصل ڪن ٿا جو بازار جا حڪمران بڻجي وڃن ٿا ۽ جڏهن چاهن ٿا تہ هتراڌو ذڪر وجهي ڪري مهانگائي پيدا ڪن ٿا. پوءِ ان ڪري انهن غريبن جي وري رقم بہ ڪجهہ سود حاصل ڪري آخر وڃي سرماءِ دارن جي کيسي ۾ پهچي ٿي. مثلا ڪراچيءَ ۾ ڦتيءَ جون لکين برڪيون اچن ٿيون، توهان ڏسندءُ تہ انهن برڪين جو ڪو بہ خريدار پنهنجي روپين وارو نہ هوندو، بلڪہ صرف چند اهڙا واپاري هوندا جن کي بينڪ جي پشت پناهي حاصل هوندي. اسان جي ملڪ ۾ جيڪڏهن اسلامي نظام قائم ٿيو تہ ان ظالمانہ نظام کي ختم ڪري بينڪاريءَ جو نظام سود جي بجاءِ شرڪت ۽ مضاربة جي اصولن تي هلايو ويندو. جنهن جي نتيجي ۾ بينڪ ۾ جمع ڪندڙ عوام بينڪ جي جمع ٿيل نفعي ۾ شريڪ ٿي پوندا. ان مان ٻنهي ڌرين کي فائدو پهچندو هڪ طرف بازار تان چند ماڻهن جو تسلط ختم ٿي ويندو. جنهن ڪري سستائپ ٿي پوندي ٻئي طرف نفعي جا حصيدار گهڻا ماڻهو ٿي پوندا ۽ وڏن وڏن واپارن سان مناسب نفعا بينڪن جي واسطي سان عوام تائين پهچي ويندا ۽ دولت بہ تمام وڏي پيماني تي وسيع دائري ۾ ڦرندي. اهوئي سبب آهي جو شريعت پاڪ واپار کي حلال ڪيو آهي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي. فرمايائين. اَحَلَّ الله البيعَ وَ حَرَّمَ الرِبوا ۔ (البقرة ع ) الله

پاڪ واپار کي حلال ڪيو آهي ۽ وياج کي حرام ڪيو آهي.

**سود جي شرعي معنيٰ:-**

امــام اعظم رحــمــة الله تعــاليٰ وٽ تور ۽ مــئڻ واري شيء جڏهن ساڳي جنس جي مقابلي ۾ ڏئي ڪري واڌاري سان وٺجي تہ پوءِ ان کي عربيءَ ۾ ربوا ۽ اردوءَ ۾ سـود ۽ سنڌيءَ ۾ وياج چئبـو آهي جنهن کي شريعت پاڪ حرام ڪيو آهي.

وَهُوَ فَضل مَال بِلا عِوَض فِي مُعَاوَضةِ مال بمال وعِلتہ القدر والجنسَ فحرم الفضل والنسـاء بهمـا والنسـاء فقط باحدهمـا وحلا بعد مـهـمـا (ڪنزالدقائق باب الربوا).

معنيٰ مال کي مال جي مقابلي ۾ جيڪا بنا عوض جي زيادي آهي انکي ربا چئـبـو آهي ۽ ان جي علت قـدر ۽ جنس آهي ٻنهي جي هوندي زيادتي بہ حرام تہ اوڌر بہ حرام ۽ جيڪڏهن ٻنهي مان هڪ شئيءَ آهي تہ پوءِ صـرف اوڌر حـرام آهي ۽ جيـڪـڏهن ٻئي گم آهن تہ پوءِ ٻئي ڳالهيون جائز آهن.

يعني جيڪڏهن ٻئي ڏي وٺ واريون شيون تور ۽ مئڻ واريون آهن ۽ جنس بہ ساڳي آهي تہ پوءِ انهن ۾ زيادتي بہ حرام ۽ اوڌر بہ حرام. مـثلا هوءَ بہ ڪڻڪ ۽ هيءَ بہ ڪڻڪ (هيءَ مثال آهي [illegible] وارن شين جو) پوءِ هاڻي جيـڪـڏهن هڪ جي ڪڻڪ ٽويو ۽ ٻئي جي بہ ٽويا. يا هڪ جو لوهہ سير ۽ ٻئي جو بہ سير پوءِ چاهي هٿو هٿ هڪ ٻئي کي ڏين يا اوڌر ڪرن هر حالت ۾ حرام ۽ وياج آهي. معلوم ٿيو تہ وياج جي لاءِ بہ ڳالهيـون ضروري آهن. ١- تہ ٻئي شيـون ڏي وٺ واريون تـور ۽ مئڻ واريون هجن ٻيو تہ ٻهئي هڪ جنس جون هجن.

هاڻي جيـڪـڏهن پهرين ڳالهہ ۽ ٻئي ڳالهہ نہ آهي مثال هيڏانهن

جوئر آهي ۽ هوڏانهن ڪڻڪ آهي تہ ٻئي مٽڻ واريون شيون آهن يا هيڏانهن سون آهي۽هوڏانهن چاندي آهي تہ ٻئي تور واريون شيون آهن تہ هاڻي انهن ٻنهي مثالن ۾ هڪ ڳالهہ تہ آهي. پر ٻئي ڳالهہ ڪونہ ٿي ليي يعني هڪ جنس نہ لڏي تنهن ڪري انهن جي زيادتي ۾ وياج نہ ٿيندو پر اوڌر ناجائز ٿيندي. اهڙي طرح جيڪڏهن ٻي ڳالهہ آهي يعني جنس هڪ آهي پر تور ۽ مٽڻ واري ڳالهہ نہ ٿي ليي تڏهن بہ وياج نہ ٿيندو. پر ساڳوئي اوڌر ناجائز ٿيندي.

مثال هيڏانهن بہ ٻڪريون هوڏانهن

بہ ٻڪريون آهن تہ اتي جنس تہ هڪ آهي پر تور ۽ ماپ واريون شيون نہ آهن تنهن ڪري وياج نہ ٿيندو. بلاشڪ هڪ ٻڪري ٻن ٻڪرن جي مقابلي ۾ ڏين جائز ۽ حلال آهي پر اوڌر وري بہ حرام آهي.

وري جيڪڏهن ٻئي ڳالهيون نہ ٿيون لڀن تہ پوءِ زيادتي بہ حلا . تہ اوڌر بہ حلال مثال هيڏانهن لوهہ آهي ۽ هوڏانهن ڪڻڪ آهي تہ اتي لوهہ وزني شيءِ آهي ۽ ڪڻڪ مٽڻ واري شيءِ آهي تہ ٻهرين ڳالهہ نہ لڏي وري جنس بہ هڪ نہ آهي تہ هاڻي انهن ٻنهي ۾ ٻئي ڳالهيون گم آهن تنهن ڪري زيادتي بہ جائز تہ اوڌر بہ جائز.

مطلب ڳالهہ جو تہ جيڪڏهن تور يا مٽڻ واريون شيون آهن ۽ ٻنهي جي هڪ جنس آهي تہ زياتي بہ حرام تہ اوڌر حرام ٻنهي مان هڪ گم آهي تہ زيادتي حلال ۽ اوڌرحرام ۽ جيڪڏهن ٻئي گم آهن تہ زيادتي بہ حلال تہ اوڌر بہ حلال.

**تنبيهہ:** اڄ ڪلهہ عام ماڻهو وياج صرف ڏوڪڙن ۾ سمجهندا آهن. حالانڪہ وياج جي معنيٰ مان معلوم ٿيو تہ وياج صرف ڏوڪڙن

۾ نہ آهي بلڪ اناج وغيره ۾ بہ آهي. تنهن ڪري وياج جي عام معنيٰ
جو ڌيان رکي ڪري جنهن بہ شيء تي وياج جي معنيٰ سچي اچي ان کي
وياج سمجهي ڪري ان کان پرهيز ڪجي ۽ اهوئي سبب آهي جو اسلام
۾ سرسائي جي معنيٰ صرف ڏوڪڙ نہ آهن بلڪ اناج وغيره بہ آهي.

**سوال نمبر۱: جڏهن سرمائي تي سود جو ڪاروبار فائدي معين هجڻ ڪري ناجائز آهي تہ پوءِ زمين وغيره جو ڪرايو وغيره ڇو جائز آهي جڏهن تہ ڪرايو بہ هڪ معين فائدو آهي.؟**

جواب: ان ســـوال جي جواب ڏيڻ کان اول هيءُ سـمـجهڻ گـهـرجي تہ مـعـيـشـت جا مـادي وسـائل ٻن قـسـمن جا آهن هڪ تہ اهي جنهن جي استـعـمـال ڪرڻ ۽ فـائدي وٺڻ لاءِ انهن کي خرچ ۽ فنا ڪرڻو نہ پوندو آهي بلڪ اهي پنهنجو وجود برقرار رکندي فائدو ڏيندا آهن. مثلاً زمين، مشـينري، فرنيچر، سواري، جو انهن جي وجود کي باقي رکندي انهن مان فـائدو حـاصل ڪيو ويندو آهي ۽ فـائدي وٺڻ لاءِ انهن کي خرچ يا فنا ڪرڻو نہ پوندو آهي .اهڙيون شـيـون جڏهن تہ بذات خود فـائدي وٺڻ جي لائق هونديون آهن ۽ انهن شين ۾ ڪيترائي اهڙا فائدا آهن جو انهن فـائدن جي حـاصل ڪرڻ لاءِ ڪرائي تي وٺندڙ کي ذري برابر بہ مـحـنت ڪرڻي نہ پوندي آهي ۽ هوڏانهن وري انهن جي استعمال ڪرڻ سان انهن جو قدر گهٽبو آهي. ان ڪري انهن جي منافع جي اجرت بلڪل معقول ۽ نـيڪ آهي ۽ انهيءَ منافع جي اجرت کي اسـلام ڪرايو ڪـوٺـيـو آهي ان جي خلاف ڏوڪڙ اهڙي شيء آهي جنهن مـان فـائدي وٺڻ لاءِ انهن کي خرچ ۽ فنا ڪرڻو پوندو آهي ان مان ڪنهن قسم جو فائدو تڏهن وٺي سگهـبـوجڏهن ان کي پنهنجي هٿ کـان ٻاهر ڪيبو، پوءِ ڏوڪڙ مـان جڏهن بذات خود فائدو وٺي نہ ٿو سگهجي ان ڪري هڪ طرف تہ ان

مان قرضي جنهن قسم جو فائدو وٺڻ گهري ته ان کي خرچ ڪري ۽ ڪجهه عمل ڪري، ٻئي طرف مقروض جي اسعتمال سان ڏوڪڙ جي قدر ۾ ڪا ڪمي واقع نه ٿيندي آهي، ان ڪري ان تي ڪا معين شرح سود جي مقرر ڪرڻ ۾ معقوليت نه آهي، ان ڪري ڏوڪڙ جي مالڪ کي اختيار آهي اهو چاهي ته قرض نه ڏي، يا چاهي ته حاجتمند سان شرڪت مضاربة جي ڪري، ليڪن قرض ڏيئي ڪري ان تي معين رقم رکي ڪري سود حاصل نه ڪري.

ان ڪري اسان هن طرح اصطلاح مقرر ڪئي سي ته جيڪي شيون بذات خود بغير خرچ ڪرڻ ۽ فنا ڪرڻ جي انهن مان فائدو وٺي نه ٿو سگهجي انهن کي "سرمايو" چئبو ۽ جڏهن اهي عامل پيداوار جي حيثيت سان ڪاروبار ۾ شريڪ ٿيندي يون ته "منافع" جون مستحق ٿيندي يون ۽ جيڪي شيون خرچ ڪئي بغير فائدي وٺڻ جي لائق آهن انکي "زمين" چئبو ۽ عمل پيدائش ۾ حصيدار هجڻ ڪري اهي ڪرائي جون مستحق ٿيندي يون.

**سوال نمبر٢: سودي ڪاروباري ۾ جنهن شخص کي ٻه نقصان پهچي ٿو اهو انکي پنهنجي مرضيءَ ۽ خوشيءَ سان پهچي ٿو ۽ اهو سرماءِ دار کي پنهنجي دل جي خوشيءَ سان سود ڏئي ٿو ته پوءِ شريعت ان ۾ دخل الدازي ڇوٿي ڪري؟.**

جواب: شريعت پاڪ جي مطالع مان معلوم ٿو ٿئي ته اسلام ۾ ٻن ڌرين جي رضامندي ڪنهن معاملي جي جواز جو سبب نه ٿي ٿي سگهي. ڏسو جيڪڏهن ڪو ڪنهن جي هٿان رضا ۽ خوشيءَ سان قتل ٿي وڃي ته اها ڳالهه قاتل کي بري نه ٿي ڪري سگهي ڀلا زنا ۾ جيڪڏهن ٻئي ڌريون راضي ٿين ته زنا جائز ٿي پوندي؟

اسلامي نظريي جي مطابق ملڪيت اصل الله تعالي جي آهي پر الله

تعاليٰ ان ملڪيت جو مالڪ انسان کي مطلق نہ بڻايو آهي تہ جيئن انسان کي وڻي تيئن ڪري، نہ نہ، بلڪ ان ملڪيت ۾ تصرف الله تعاليٰ جي مرضيءَ موافق انسان کي ڪرڻو آهي جيڪي تصرف الله تعاليٰ جائز ڪيا آهن انهن کي ڪرڻ جو اختيار رکي ٿو ۽ جيڪي حرام ڪيا اٿائين انهن جي ڪرڻ جو انسان کي اختيار آهي. تہ پوءِ سرمائي ۾ سودوارو تصرف ڪرڻ شريعت حرام ڪيو آهي تہ بس حرام ٿي آهي جاهي ٻئي ڌريون راضي ڇونہ هجن.

## وياج جي مذمت:-

(١) رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن وياج کائيندڙ تي ۽ وياج کارائيندڙ تي ۽ وياج لکندڙ تي ۽ وياج جي شاهدن تي لعنت فرمائي آهي ۽ فرمايائين تہ گناهہ ۾ اهي سڀ هڪجهڙا آهن. (مشڪواة ص٢٤٤).

(٢) نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ ڄاڻي واڻي هڪ درهم وياج جو کائڻ ٣٦ ڀيرن زنا کان وڌيڪ گناهہ آهي.(مشڪواة ص ٢٤٦).

(٣) نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ وياج جو گناهہ سترحصا آهي ننڍي ۾ ننڍو حصو پنهنجي ماءُ سان زنا ڪرڻ جيترو گناهہ آهي. (مشڪواة ص٢٤٦).

(٤) ۽ وري قدرتي طور رب تعاليٰ وياج ۾ برڪت ۽ واڌاري جي بجاءِ بي برڪتي ۽ کوٽ وجهي ڇڏي آهي ڪَمَا قَالَ اللهُ تعاليٰ وَمَآ اٰتَيتُم مِن رِبًا لِيَربُوَا فِي اَموَالِ النَاسِ فَلَا يَربُوا عِندَاللهِ وَمَا آتَيتُم مِن زَكَواةٍ تُرِيدُونَ وَجهَ اللهِ فَاُولٰئِكَ هُمُ المُضعِفُونَ" (الروم ع٤).

**ترجمو:** ۽ وياج مان جيڪي ڏنو هجيو تہ ماڻهن جي مال ۾ وڌي سو الله وٽ نہ وڌندو ۽ الله جو راضپو گهرندڙ ٿي ڪري زڪوات

مان جيڪي ڏنو مجيو ہوء اهي ٿي ٻيڻو ڪندڙ آهن.

وقال رسول الله صلي الله عليه وسلم إن الربوا وإن كثر فإن عاقبته تصير إلي قل ـ مشكواة ص٢٤٦.

۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ بيشڪ وياج توڙي گهڻو ٿئي پر آخر ۾ گهٽجي ويندو.

٢. سٽو، سرمايہ جي ارتڪاز جو ٻيو سبب آهي سٽي جو واپار. ان جو مختصر شرح هيء آهي تہ اهڙي ڪاروبار جي ڪري مال اچا بازار جي ويجهوڻي نہ ايندو آهي تہ ان جي مٿان سوين سودا ٿي ويندا آهن. هڪ واپاري مال جو آرڊر ڏئي ڪري مال جي پهچ کان اڳ ئي ٻئي کي وڪڻي ڏيندو آهي، ٻيو ٽئين کي، ٽيون چوٿين کي، ايئري طرح ان جو مال جنهن وقت بازار ۾ پهچي ويندو آهي تہ اهو ماڻ جنهن وقت سودي تي سودو هجڻ ڪري سوين سودا ٿي چڪو هوندو آهي ۽ نفعي تي نفعو ٿي چڪو هوندو آهي ان ڪري بازار ۾ پهچڻ سان ان جو اگهہ تمام چڙهي چڪو هوندو آهي ان سبب ڪري هڪ ريٽي جي شيء ڏهہ روپيہ تي وڪندي آهي ۽ سارو نفعو سٽي باز حاصل ڪندا رهندا آهن ۽ عوام جو کيسو خالي ٿيندو ويندو آهي. اسلامي نظام ۾ ان ڏنڌي ۽ ڪاروبار جي ڪا گنجائش نہ آهي. اسلام مال جي قبضي کان اڳ ۾ ان جو وڪڻڻ جائز نہ ڪيو آهي.

(١) عن ابن عمر قال كانو يتباعون الطعام في أعلي السوق فيبيعونه في مكانه فنهاهم رسول الله صلي الله عليه وسلم عن بيعه في مكانه حتي ينقلوه رواه ابوداؤد (مشكواة ص٢٤٧).

حضرت ابن عمر کان روايت آهي تہ ماڻهو بازار جي مٿين پاسي اناج خريد ڪندا هئا پوء اتي ئي وڪڻي ڇڏيندا هيا پوء نبي ڪريم

صلي الله عليه وسلم جن انهيءَ جاءِ تي ان جي وڪڻڻ کان انهن کي جهلي ڇڏيو تان تہ ان جاءِ کان ٻي جاءِ تي اناج نقل ٿي اچي.

(٢) قال رسول الله صلي الله عليه وسلم مَنِ ابتَا عَ طَعَاماً فَلَايَبِيعهُ حتيٰ يَستَوفِيه و فِي رِوَايةِ ابنِ عَبَاسِ حَتيٰ يَكتَالَهُ متفق عليه. (مشكوات ص ٧٣٢) وَقَالَ ابن عباس وَاحسِبُ كُلَّ شَيٍ مِثلَهُ(مسلم ج٢ص٥)

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي تہ جيڪو اناج خريد ڪري جيستائين قبض نہ ڪري تيستائين نہ وڪڻي ۽ هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ جيستائين نہ مئي تيستائين نہ وڪڻي. ۽ حضرت ابن عباس فرمائي ٿو تہ مون ڀايان ٿو تہ هر شيءِ طعام وانگر بغير قبض ڪرڻ جي وڪڻڻ حرام آهي.

(٣) عَنَ حكيم بن حزام قَالَ نَهَانِي رسولُ للهِ صلي الله عليه وسلم ان اَبِيعَ مَالَيس عِندِي. (مشكوات ص٨٣٢).

حڪيم بن حزام کان روايت آهي چيائين تہ مونکي نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ان شيءِ جي وڪڻڻ کان منع ڪئي جيڪا مون وٽ نہ هجي.

(٣) حضرت ابن عمر رضہ فرمائي ٿو تہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ جيڪڏهن ڪو اٽڪل سان اناج خريد ڪندو هيو ۽ بغير نقل مڪاني ۽ قبضي ڪرڻ جي وڪڻندو هيو تہ ان کي مار ڪٽ ڪئي ويندي هئي. (مسلم ج٢ص٥).

(٥) مروان ماڻهن کي بيت المال مان اناج وٺڻ جا پروانا لکي ڏيندو هيو ۽ پوءِ ماڻهو اهي پروانا وڪڻي ڇڏيندا هيا حضرت ابوهريره رضہ کي خبر پئي ان مروان کي چيو تہ تون وياج کي حلال بڻائي ڇڏيو آهي. مروان چيس تہ ڪيئن؟ چيائين تہ تون اناج جي پروانن وڪڻڻ کي حلال ڪيو آهي. حالانڪ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي

جيستائين اناج کي قبض نہ ڪيو وڃي تيستائين ان جو وڪڻڻ جائز نہ آهي. مروان کي مسئلو سمجهہ ۾ اچي ويو پوءِ اعلان ڪري ماڻهن کي اناج جي پروانن وڪڻڻ کان جهليائين. پوءِ هڪڙا سپاهي ان ڳالهہ لاءِ مقرر ڪيائين جيڪي اهڙي قسم جو اناج ۽ واپار ماڻهن کان کسيندا هيا. (مسلم ج٢ص٥).

ان ڪري امام ابو حنيفہ ۽ امام ابويوسف جو چوڻ آهي تہ زمين جي واپار کان سواءِ هر اها شيءِ خريد ڪيل جيستائين هٿ ۾ نہ آئي آهي ان جو وڪڻڻ ۽ واپار حرام آهي باقي زمين ۾ جائز آهي (لمعات حاشيہ نمبر٦ ص٢٤٧).

پوءِ جڏهن اسلامي نظام ٿيندو تہ سٽي جا اهي سڀئي ڌنڌا ممنوع ٿي ويندا جنهن ڪري عام استعمال واريون شيون لازمي طور سستيون ٿي پونديون ۽ نفعي جو اهو زائد مقدار جيڪو ان سٽي جي انڌاڌنڌ ڪاروبار سان چند سرمايہ دارن وٽ اچي وڃي ٿو تنهن کان عام غريبن کي فائدو پهچندو.

٣ـ جوا: اڪتناز دولت جو ٽيون سبب قمار يعني جوا آهي. انشورنس جو پورو نظام انهيءَ جوا تي قائم آهي. ان کان سواءِ گهوڙن جي ريس، معمہ بازي، قسمين قسمين لاٽريون، ڪيل ۽ تماشن جون سيزن ٽڪيٽون اهي سڀ جوا جا اهڙا بڇڙا قسم آهن جن جي زد سڀ کان زياده غريب عوام تي پوي ٿي ۽ ان جي ذريعي غريب عوام جي ڪمائيءَ جو هڪ هڪ روپيہ جمع ٿي ڪري هڪ ماڻهوءَ جي مٺان مينهن وانگر وسي پوي ٿو ۽ باقي سڀ ماڻهو انتظار ۾ رهجي ٿا وڃن، ان ڪري جوا کي مطلق شريعت پاڪ حرام ڪيو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو.

اِنَّمَا الخَمرُ وَالمَيسِرُ وَالاَنصَابُ وَالاَزلاَمُ رِجسٌ مِن عَمَلِ الشَّيطٰنِ

فاجتنبواه. (المائدة ع١٢). اي ايمان وارو شراب ۽ جوا ۽ بوجاجا آستانا ۽ ڍارا پليت شيطاني ڪمن مان آهن. تنهن ڪري اوهين ڪاٺن پرهيز ڪريو.

اسلامي حڪومت ۾ قمار (جوا) جون اهي سڀ صورتون ممنوع ٿينديون ۽ عوام کي بي وقوف بڻائڻ جا اهي سڀئي دروازا بند ڪيا ويندا. انشورنس جي موجوده نظام ۾ انشورنس ڪمپنين جي جمع ٿيل سرمائي مان سڀ کان زياده فائدو وڏن وڏن سرمائي وارن کي پهچي ٿو جو اُئي ويل مختلف حادثن جي بهاني سان رقمون وصول ڪندا رهندا آهن. غريبن کي ان مان فائدي حاصل ڪرڻ جي نوبت تمام ٿوري ايندي آهي. گويا ڪہ ان طريقي سان وڏا وڏا سرمائيدار پنهنجي جاني ۽ مالي نقصانات جي ذميواري بہ ان غريب عوام تي وجهندا آهن، جن جو نہ ڪڏهن ڪو جهاز ٻڏندو آهي. نہ انهن جي ڪنهن تجارتي مرڪز کي باهہ لڳندي اهي.

ان طريقي کي بدلائي ڪري اسلامي حڪومت امداد باهمي جون اهڙيون انجمنيون قائم ڪندي جو سود ۽ قمار کان خالي هجن ۽ جن مان غريب عوام زياده بلي طريقي سان فائدو وٺي سگهي. وعلي هذا القياس بيع ملامسة ۽ بيع منابذة ۽ بيع القاء الحجر ۽ بيع مزابنة ۽ بيع الصبرة ۽ بيع العربان وغيره. اهي سڀ جاهليت ۾ واپار جا مختلف طريقا هئا. شريعت پاڪ جوا جي ڪري انهن سڀني طريقن کي ٻينڪ جي دولت جي بچاء خاطر حرام ڪيو آهي. (ڪما في ڪتب الحديث والفقہ وحجة الله البالغة ج٢ ص١٠٨)

۴ - **ذخيره اندوزي ۽ چور بازاري؛** غريب عوام مان هن طريقي سان بہ سرمائيدار پيسو جوسي ڪري پاڻ وٽ ڇڪيندا آهن جو انساني ضروريات جي شين کي بازار مان لڪائي سانڍي رکندا آهن تانتہ بازار ۾ شين جو قحط پئجي وڃي تہ پوء اهي ضروريات واريون شيون پنهنجي

مرضيءَ تي وڪڻندا آهن ۽ پنهنجي مرضيءَ سان نفعو حاصل ڪندا آهن ۽ ايتري قدر بہ جو ڪيترا ڀيرا ڏٺو ويو آهي تہ خود ان وقت جڏهن ملڪ ۾ سوين مائهو بک کان بيتاب هجن هوڏانهن وري اناج ۽ کاڌي جي شين سان ڀريل جهاز چاڻي واڻي غرق ڪيا ويندا آهن ۽ اناج جي گدامن کي باهہ لڳائي ويندي آهي تان تہ جيئن بازار ۾ اهي شيون عام جام سستي اگهہ ۾ ضرورتمند انسانن کي نہ ملي سگهن. ۽ شين جي قيمتن جو معيار سرمائيدار پاڻ مقرر ڪندا آهن اهو غريب عوام سان ظلم آهي ۽ انهن جي رت پيئڻ آهي. اسلام ان ڳالهہ کان سخت روڪيو آهي.

(١) ڪنهن حديث ۾ ذخيره اندوزي کي گنهگار ڪوٺيو ويو آهي.

قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم مَنِ احتَكَرَ فَهوَ خَاطِئٌ رواه مسلم (مشكواة ص٢٥٠)

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جيڪو ذخيره اندوزي ڪري ٿو اهو گنهگار اهي.

(٢) ڪنهن حديث ۾ وري ملعون ڪوٺيو ويو آهي.

قَالَ الجَالِبُ مَرزُوقٌ وَالمحتَكِرُ مَلعُون. (مشكواة ص٢٥١).

شيون وڪڻندڙ (الله جي رحمت ڪيل) ۽ حلال رزق ڏنل آهي ۽ ذخيره اندوز لعنت ڪيل (۽ بي نصيب آهي).

(٣) هڪ حديث ۾ وري ان کي بدني ۽ مالي مصيبت جو ڏڙڪو ڏنو ويو آهي.

مَنِ احتَكَرَ عَلَي المُسلِمِينَ طَعَامَهم ضَرَبَ اللهُ بِالجذامِ وَالاِفلاسِ (مشكواة ص٢٥١).

جيڪو مسلمانن جي طعام ۾ ذخيره اندوزي ڪري ٿو تنهن کي الله ڪوڙهہ ۽ سڃائي ۾ پچي ٿو.

(٤) ڪنهن حديث ۾ وري ان لاءِ الله تعاليٰ جي بيزاريءَ جي خبر ڏني

وئي آهي.

مَن احــتــكَرَ طَعَامــاَ اَربَعِينَ يَومــا يُريدُ بِـہ الغَلاء فـقــد بَرِي مِنَ الله وَبَرِيء الله مِنہُ ـ (مشكواة ص٢٥١).

جيڪو چاليهہ ڏينهن اناج ۾ ذخيره اندوزي ڪري ٿو من ڪري تہ جيئن مهانگائپ ٿي پوي. اهو الله کان بيزار ۽ الله ان کان بيزار آهي.

(٥) ڪنهن حديث ۾ وري ٻڌايو ويو آهي تہ توڙي ان مـال کي الله جي راهہ ۾ خرچ بہ ڪري تڏهن بہ ان جو ڏوهہ ختم نہ ٿيندو.

مَنِ احــتَكَرَ طَعَامًـاَ اَربَعِينَ يَومــاَ ثُمَّ تَصَدَّقَ بِہٖ لَم يَكُن لَہ كَفَــارةً. (مشكواة ص ٢٥١).

جنهن چاليــهـــ ڏينهن ذخيـــره اندوزي ڪئي پوءِ توڙي ان کي خيرات بہ ڪري تڏهن بہ اهو گناهہ نہ لهندس.

(٦) ڪنهن حديث ۾ وري ان کي بڇڙو ڪوٺيو ويو آهي.

بِئسَ العَبَدُ المُحــتَكِرِ اِن ارخَصَ للهُ الاســعَارَ حَزِنَ واِن اَغلَاهَا فَرحَ (مشكواة ص٢٥١).

ذخيره اندوز برو ماڻهو آهي جيڪڏهن الله اگهہ سستو ڪري تہ ڳڻتيءَ ۾ پئجي وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن مهانگو ڪري تہ خوش ٿئي ٿو.

ان ڪري اسلامي حڪومت ذخيره اندوزيءَ جهڙ بازاري تي بدني تعزيرات ۽ سزائون مقرر ڪنديءَ ذخيره اندوزن کي بازار ۾ ذخيرن آڻڻ تي مجبور ڪندي.

**٥ـ واپارين کي ٻڌي ڪرڻ نہ ڏيڻ:** غريب عوام کان پئسن چوسي ڇڪڻ جي هيءَ بہ هڪ انڪل آهي جو واپاري يا ڪميــشن ايجنٽ وغيره پاڻ ۾ ٻڌي ڪندا آهن. جيئن اهي پنهنجي مـرضيءَ تي عوام کان شيءِ سستي خريد ڪن ۽ پنهنجي مرضيءَ تي عوام کي شيءِ مهانگي ڪري ڏين. اسلام ان ڳالهہ کان بہ منع ڪئي آهي.

وَلَايَترِكُ القسامُ يَشتَرِكُونَ كَيلا يَصِيرا الأجرَةُ غَالِيَةً بِتَواكُلِهم وَعِندَ عَدَمِ الشِركَةِ يَتَبادَرُ كُلٌ مِنهُم اِلَيهِ خِيفَةَ الفَوتِ فَيرخص الاجر (هدايہ ج۴ ص۳۹۵).

زمين وغيره جي ورهاست جي جاچڻ کي پاڻ ۾ ٻڌي ڪرڻ نہ ڏبي جو تہ ان ٻڌيءَ ڪري مائهن کان فيس ڳوري وصول ڪندا ۽ جڏهن انهن جي ٻڌي نہ هوندي تہ هر هڪ ورهاست ڪرڻ لاءِ تکڙو ڪندو متان مون ڏي گراهڪ نہ اچي تنهنڪري فيس سستي ٿي پوندي.

پوءِ جڏهن ورهاست جي فيس سستي ڪرڻ لاءِ شريعت حڪم صادر ڪيو آهي تہ انهن کي ٻڌي ڪرڻ نہ ڏبي تہ پوءِ واپارين کي ٻڌي ڪرڻ ڪيئن ڏبي.جوڻ جيئن ورهاست جي جاچڻ جي ٻڌيءَ ۾ پبلڪ جو نقصان آهي تيئن واپارين جي ٻڌيءَ ۾ بہ پبلڪ جو نقصان آهي. ٻڌي ڪري پبلڪ کان پنهنجي مرضيءَ تي شيون سستيون خريد ڪندا ۽ پنهنجي مرضيءَ تي پبلڪ کي شيون مهانگيون ڪري ڏيندا. جيئن اڄ ڪلهہ واپارين جو حال آهي. پوءِ ان ڪري واپاري ڏينهون ڏينهن متي چڙهندا ٿا وڃن. ڪڙمي، زميندار ۽ مزدور طبقو هيٺ ڪرندو ٿو وڃي.

مطلب تہ ڪنهن بہ عملي کي ٻڌي ڪرڻ جي شريعت پاڪ اجازت نہ ڏني آهي جنهن ڪري عام پبلڪ کي نقصان ٿئي. پوءِ چاهي واپاري هجن يا ڪميشن ايجنٽ هجن يا هنر وارا هجن يا ڪي ٻيا هجن.

**٦ـ دنيوي لالچ تي قرض ڏيڻ:** وياج کان سواءِ بہ ڪنهن ٻئي دنيوي فائدي جو شرط ڪري قرض ڏيڻ جائز نہ آهي. جو تہ ان ۾ بہ وياج وانگر سرمائيدار کي فائدو ٿي فائدو آهي. پوءِ جيئن قرض تي وياج وٺڻ حرام آهي تيئن قرض تي ٻيو ڪو فائدو وٺڻ بہ حرام آهي.

١ـ نهيٰ رسول الله صلي الله عليہ وسلم عَن قَرضٍ جَرَّ نَفَعاً (هدايہ

ج۴ ص ۴۵۷). اهڙي قرض کان نبي صلي الله عليہ وسلم جن فرمائي آهي جيڪو نفع کي ڇڪي. ۽ درمختار ۾ آهي تہ جيڪو قرض نفعو ڇڪي آڻي سو حرام آهي. (ج۵ ص١٦٦) ٻيءِ انجون ڪيئي مثالون آهن مثلاً ڪو ماڻهو ڪنهن کي قرض ڏئي ٿو ۽ اهو ان وٽ گهر گروي رکي ٿو ۽ قرض ڏيڻ وارو ان سان شرط ڪري ٿو تہ جيستائين مون کي قرض ادا ڪري نہ ڏيندين تيستائين مون ان گهر مان سک ونندس اهو حرام آهي (ڪما في الدرالمختار ج۵ ص١٦٦).

٢ـ انجو ٻيو مثال سفاتح آهي. جنهن جو مطلب هيءُ آهي تہ جيڪڏهن ڪوئي شخص ڪنهن کي قرض هن غرض خاطر ڏئي ٿو تہ جيئن رستي جي خطري کان بچي پوي ۽ پوءِ پنهنجي ڳوٺ پهچي ڪري ان کان وصول ڪري تہ اهڙو قرض ڏيڻ حرام آهي ڇو تہ ان قرض ڏيڻ ۾ ان پنهنجو فائدو سوچيو آهي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن اهڙي قرض کان منع فرمائي آهي جنهن ۾ قرض ڏيندڙ جو فائدو هجي. (هدايہ ج٣ ڪتاب الحوالة).

(٣) ابو برده صحابي جي حضرت عبدالله بن سلام سان ملاقات ٿي. حضرت عبدالله بن سلام ڪيس فرمايو تہ اوهين مون وٽ ڇو نہ اچو جو مون اوهان کي ستون ۽ ڪارڪون ڪارايان ۽ اوهان جو اهڙي برڪت ڀري گهر ۾ اچڻ ٿيندو جنهن ۾ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن بہ آيا هيا وري ان کي فرمائڻ لڳا تہ تون اهڙي شهر ۾ رهين ٿو جنهن ۾ وياج عام آهي مثلاً جيڪڏهين تنهن جو ڪنهن جي مٿان قرض هوندو آهي پوءِ اهو توکي ٻهن جي ڀري يا جون جي ڀري يا ڪنهن بہ گاهہ جي ڀري آڻي ڏيندو آهي سا توکي وٺڻ نہ جڳائي ڇو تہ اها صورت بہ وياج جي آهي ـ (بخاري ج١ ص٥٢٨).

۴. مثال كميشن ايجنٽ ماڻهن كي پئسا ڏيندا آهن ان شرط سان ته مال اسان وٽ لاهيندئو، ته جيئن توهان جي مال مان اسان كميشن حاصل كريون ته اها كميشن كائڻ حرام آهي. كميشن ايجنٽ ماڻهن كي مضاربة جي اصول تي پئسا ڏين ته پوء اهو طريقو جائز آهي. ۽ مضاربة جا قواعد ۽ شرائط معلوم كرڻ گهرجن. (عزيز الفتاوي ص۴٦٨).

**تنبيهه:** جڏهن صرف ايتري انداز ۾ كميشن ايجنٽ جو رويو غلط ۽ حرام آهي ته پوء جڏهن وري هيء شرط كن ته هيترو مال آڻجانء ۽ جيكڏهن نه آندء ته مون ايتري مال موافق توكان كميشن وٺندس ته پوء ان جي وياج هجڻ ۾ كو به شك نه آهي.

**٧ـ دلال پنهنجي لاء شيء خريد نه كري:** غريب عوام كان سستي كي جوسي چكڻ جي هيء به انكل آهي جو كميشن ايجنٽ وٽ جيكو كو مال كٽي اچي ته اهو پاڻ ان كي خريد كري اهو كاسائي كي بكري ڏيڻ جي هم معني آهي جنهن جو نتيجو نكرندو ته ضرور اهو انكي سستي اگهه ۾ نيلام كندو جنهن كري غريب عوام كي نقصان پهچندو ان كري شريعت ياك خريد و فروخت جي ايجنٽ كي منع كئي آهي ته اهو معاملو پاڻ لاء نه كري بلك امام اعظم رح وٽ ته پنهنجي پيء ۽ ڏاڏي ء جن شخصن جي فائدي ۾ ان جي ساهدي قبول كئي ويندي آهي انهن سان به نه كري.

وَالْوَكِيلُ بِالْبَيعِ وَالشرَاءِ لَايَجُوزُ اَن يَعقدمَعَ اَبِيهِ وَجَدهِ وَمَن لَايَقبَلُ شَهَادَتَہ لَہٗ عِندَ اَبِي حَنِيفَةَ رضي الله عنہ وَقَالا يَجُوزُ بِيعُہ منهم بِمثلِ القِيمَةِ اِلاّ مِن عَبدِهِ اَو مُكَاتَبِہ. (هدايہ ج۳ ص ١٧٢).

امام ابو حنيفه وٽ خريد ۽ فروخت جي وكيل كي جائز نه آهي ته پنهنجي پيء ۽ ڏاڏي سان ۽ انهن شخصن سان جن جي فائدي ۾ انجي شاهدي قبول نه

ڪٿي ويندي آهي واپارڪري ۽ صاحبين فرمائن ٿا تہ مثلي قيمت سان انهن سان واپار ڪري سگهي ٿو مگر پنهنجي ٻانهي يا مڪاتب سان نہ.

بهرحال ڪميشن ايجنٽ ڪي اها شيءِ پاڻ خريد ڪرڻ حنفي مذهب جي ٽنهي امامن وٽ حرام آهي.

**٨۔ ڪنهن ڏنڌي لاءِ صرف خاص ماڻهن کي لائسنس ڏيڻ:**

عوام مان پيسي کي چوسي ڇڪڻ جي هيءُ بہ اٽڪل آهي جو حڪومت ڪنهن ڌنڌي ڪرڻ جو لائسنس صرف ڪنهن خاص ماڻهوءَ کي ڏئي، جو تہ ان صورت ۾ هڪ هٿي ٿي پوندي ۽ پوءِ اهو پنهنجي مرضيءَ سان شين کي مهانگو وڪڻندو. جنهن ڪري پبلڪ کي نقصان پهچندو ۽ ان شخص وٽ جهجهو سرمايو گڏ ٿيندو. ان ڪري شريعت پاڪ صرف ڪنهن خاص ماڻهوءَ کي ڪنهن ڌنڌي جي لائسنس ڏيڻ کان منع فرمائي آهي.

وَلَا يجبرُ القَاضِي النَّاسَ عَلي قَاسِمٍ واحِدٍ. لِانہٗ لَوتَعَينَ لِتَحکُمَ بِالزِيَادَةِ عَلي اَجرِ مِثلِہٖ (هدايہ ج۴ ص۲۹۵).

قاضي صاحب هڪ ورهاست ڪندڙ ٿي ماڻهن سان ڏاڍ نہ ڪندو جو تہ جيڪڏهن ورهاست ڪندڙ حڪومت طرفان هڪ ماڻهو مقرر ٿي ويندو تہ اهو واجبي فيس کان مٿي ماڻهن کان فيس وصول ڪندو.

تہ اهڙي طرح حڪومت جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن ڌنڌي لاءِ لائسنس ڏيندي تہ لازمًا اهو ماڻهن کي مهانگي شيءِ ڏيندو. جنهن ڪري پبلڪ جو پئسو وڃي گورنمينٽ لائسنس جي جيب ۾ پوندو. اهو پبلڪ تي ظلم آهي. ۽ شريعت پاڪ ان کان منع فرمائي آهي.

**٩ - شهر ۾ پهچڻ کان اڳ ۾ قافلي کان اناج خريد ڪرڻ:**

هڪڙو اناج جو قافلو شهر ڏانهن اناج وڪڻ لاءِ نڪتو آهي، پوءِ ٻئي جو واپارين کي خبر تہ شهر جي پهچڻ کان اڳ ۾ قافلي کي

اڳ ڏيئي ڪري اناج خريد ڪيائون، تہ اهڙي قسم جي واپار کي بہ شريعت پاڪ ناجائز قرار ڏنو آهي.

قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم لَا تَلَقَّوا الركبَانَ لِبَيع (مشكواة ص۲۴۷). نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ قافلي سان شهر جي پهچڻ کان اڳ ۾ اناج خريد ڪرڻ لاءِ نہ ملو.

ان صورت جي ناجائز هجڻ ۾ ڪيئي حڪمتون آهن انهن مان هڪ هيءَ بہ حڪمت آهي تہ ان ۾ واپاري پنهنجن شهرين کي بہ نقصان ڏين ٿا جو تہ ان تجارت ۾ سمورن شهري ماڻهن جو حق هيو ۽ شهري مصلحت جي تقاضا آهي تہ جنهن کي جيتري ضرورت هجي ان ضرورت موافق انکي مقدم ڪيو ويندو، پر جيڪڏهن سمورن جي ضرورت هڪ جيتري آهي تہ پوءِ قرع اندازي ڪئي ويندي يا سيني ۾ انکي برابر سرابر ورهايو ويندو. (حجة الله البالغة ج۲ ص۱۱۰).

ان حڪم موافق اهو اناج جڏهن شهر ۾ اچي ها هڪ تہ ضرورتمند ان کي خريد ڪن ها. ٻيو تہ سرڪاري اگهہ سان خريد ڪن ها. هاڻي انهن واپارين هڪ تہ ضرورتمند شهرين جو حق تلف ڪري پاڻ خريد ڪيو ٻيو جڏهن تہ مهانگي اگهہ ۾ انهن کي ڏيندا ان ڪري انهن جو سرڪاري اگهہ کان مٿي جيڪو ناڻو آهي ان کي ظلم سان شهرين جي کيسي مان ڪڍي پنهنجي کيسي ۾ آندائون.

اهڙي طرح انهن اناج جي مالڪن کي بہ نقصان ڏنائون ڇو تہ اهي ان کان سستي اگهہ ۾ خريد ڪندا ۽ جيڪڏهن بازار ۾ آڻن ها تہ انهن کي مهانگو اگهہ ملي ها ان ڪري شريعت پاڪ حڪم ڪيو تہ اناج آڻيندڙ جو اڳ ڏيئي ڪري انهن کان اناج خريد نہ ڪريو متان ڪو سرمائيدار پنهنجي سرمائي بچائڻ خاطر نڪيءَ سان سستو اناج خريد

ڪري ٻوءِ بازار ۾ مهانگي اگهه سان وڪڻي ڪري عام پبلڪ جو ناڻو پنهنجي کيسي ۾ جهجهو جمع ڪري.

**١٠- خريد ڪرڻ جو ارادو ڪونہ اٿس صرف هن ڪري واڪ ڏئي ٿو جيئن اها شيءِ مهانگي وڪامي،** ڪڏهن ڪڏهن واپاري جا ڪندا آهن جو پنهنجي دوستن کي چوندا آهن مون فلاڻي شيءِ نيلام ڪريان ٿو توهان مهرباني ڪري اچي واڪ ڏجو جيئن اها شيءِ مهانگي نيلام ٿئي. مون اوهان کي اها شيءِ نہ کٽائيندس ۽ اهڙي صورت کي عربي ۾ نجش جيئو ويندو آهي. ٻوءِ جڏهن تہ ان صورت ۾ خريدار جو ناڻو اعتدال کان مٿي سرمائيدار ڏانهن سري ٿو وڃي تنهن ڪري شريعت پابندي وڌي آهي. فرمايو رسول الله صلي الله عليہ وسلم.

(١) ولا تناجشبو - مشڪواة ص٢٤٧ - نجش نہ ڪيو. (٢) الناحش آ ڪل الربو بخاري ج١ ص٢٦٨ نجش ڪندڙ وياج کائيندڙ آهي.

**"شهري ماڻهو ڳوٺاڻي ماڻهوءَ جو مال مهانگي ٿيڻ لاءِ سانديي نہ رکي.**

هڪ ماڻهو هن نيت سان شهر ڏانهن اناج کڻي وڃو تہ اجوڪي اگهه سان مون هن کي وڪڻي اڄان ٿو. ٻوءِ جڏهن شهر ۾ آيو تہ شهري دوست چيس دروينس! هيئر اناج جو اگهه ڪريل آهي اميد تہ ڪجهہ ڏينهن کان بعد اناج چڙهندو سو هي منهنجو گهر تنهنجو آهي مون وٽ ڦٽي ڪري وڃ جڏهن اناج چڙهيو تہ ٻوءِ مون ان کي وڪڻي ڏينديس تون دلجاءِ ڪر. ان صورت کي بہ شريعت پاڪ ناجائز قرار ڏنو آهي. فرمايو رسول الله صلي الله عليہ وسلم.

(١) لَايَبِيعُ حَاضِرٌ لِبَادٍ - مشڪواة ص٢٤٧ شهري ماڻهو ٻهراڙيءَ واري جو اناج نہ وڪڻي.

(٢) عن انس بن مالک قَالَ نُهِينا اَن يَبيعَ حَاضِر لَبَادوَان کَانَ اَخَاهٗ اَواَباهٗ. مسلم ج٢ ص٤) حضرت انس بن مالک نو چوي تہ اسانکي جهليو ويو آهي تہ شهري ماڻهو ڳوٺاڻي ماڻهوءَ جو اناج وغيره نہ وڪڻي توڙي اهو انجو ڀاءُ يا پيءُ ڇو نہ هجي.

ڇو تہ ان ۾ شهري پبلک جو بہ نقصان آهي ۽ اهو ظاهر آهي ۽ اناج واري جو بہ نقصان آهي. هڪ تہ ترت اناج مان پئسا نہ ملپس توڙي ڪٿي اهي ٿورا ٿي هيا. حالي تہ هٿين خالي رهيو ۽ ضرورت پوري ڪرڻ ۾ محتاج رهيو. ٻيو تہ خبر نہ آهي تہ اڳتي اگهہ چڙهي الائي لهي، يا اناج کي سوي کائي وڃي يا ڪا ٻي آفت طاري ٿئي، تہ اڳتي جي لاءِ ٽي صورتون آهن بہ صورتون نقصان ده آهن. هڪ صورت تہ جيڪڏهن اگهہ ڪري پوي ٻئي صورت تہ اناج تي ڪا آفت طاري ٿئي، ۽ هڪ صورت آهي فائدي جي آهي يعني جيڪڏهن اگهہ چڙهي وڃي پوءِ شريعت ٿي چويس تہ اي بيوقوف! هاٿي جيڪڏهن تون وڪڻندين تہ توکي فائدو ٿي فائدو آهي ۽ جيڪڏهن پوءِ لاءِ رکندي تہ هڪ احتمال فائدي وارو اٿئي بہ احتمال نقصان جا اٿئي. تنهن ڪري هڪ احتمال کي ڦٽي ڪر ۽ ٻن احتمالن جو لحاظ رک؟ معلوم ٿيو تہ ان حڪم ۾ بہ شريعت پاڪ عام پبلک جي ناڻي جي حفاظت ڪئي آهي. جيئن اهو سري سرمائيدار ڏانهن نہ وڃي.

**١٢ - پبلک جي فائدي خاطر اگهہ مقرر ڪيو ويندو:**

هونءَ تہ شريعت پاک جو حڪم آهي تہ حاڪم وقت جو شين جا اگهہ مقرر نہ ڪري جو تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ اوهان شين جا اگهہ مقرر نہ ڪريو بلڪہ اگهہ مقرر ڪندڙ الله تعاليٰ آهي. مگر جڏهن حاڪم ڏسي ٿو تہ اناج جا واپاري ڏاڍ مڙسي ڪري

اناج جا اهڙا اگهہ تمام چوٽيءَ تي چاڙهي ڇڏيا آهن جنهن ڪري عام پبلڪ مصيبت ۾ آهي. ان وقت عام پبلڪ جي مفاد خاطر اناج جا اگهہ مقرر ڪندو. جيئن انهن جو ناٽو سري سرمائيدارن ڏي نہ وڃي.

فَاِن كَانَ اَربَابَ الطَعَامِ يَتَحكَمُونَ وَيَتَعَدُونَ عَنِ القِيمَةِ تَعدِياً فَاحِشاً وَعَجِزَ القَاضِي عَن صِيَانَةِ حُقُوقِ المُسلِمِينَ الاَّ بِالتَسعِيرِ فَحِينَئِذٍ لاَ بَاسَ بِهٖ بِمَشوُرهٖ مِن اَهلِ الراءِ وَالبَصِيرَةِ - (هدايہ ج۴ ص۴۵٦).

پوءِ جيڪڏهن اناج جا واپاري ڏاڍ مڙسي ڪري مناسب قيمت کان تمام مهانگو اناج وڪڻن ٿا ۽ قاضي صاحب اگهہ مقرر ڪرڻ کان سواءِ مسلمانن جي ناٽي جي حفاظت جو ڪو ٻيو چارو نہ ٿو ڏسي تہ پوءِ ان وقت سياڻن ۽ سوچ وارن جي صلاح سان اگهہ مقرر ڪرڻ ۾ ڪو حرج نہ آهي.

**۱۳ - عام پبلڪ جي فائدي واري شيءِ ڪي ڪنهن جي شخصي ملڪيت نہ بڻائبو:** مثلا شهر جون گهٽيون اسڪول يا سرڪاري آفيس، شهر ۾ يا شهر جي پر ۾ عام سک لاءِ ڪو پلاٽ پيل يا ڪو رستو، پيٽرول يا گاسليٽ جو کوهہ يا ميٽ ۽ لوڻ وغيره جي کاڻ. اهڙي طرح ماڻهن جي ديري رکڻ جي جاءِ يا قبرستان ۽ عيدگاهہ وغيره. ان کان علاوه سرڪاري مليون يا ڪارخانہ وغيره جيڪي عام پبلڪ جي فائدي واريون شيون آهن وقت جو حاڪم ان کي نيلام ڪري ڪنهن جي شخصي ملڪيت نہ ٿو بڻائي سگهي ۽ نہ وقت جو حاڪم بہ انهن جو مالڪ بڻجي نہ ٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ شخصي ملڪيت بڻائڻ ۾ عام پبلڪ جو سک ختم ٿيندو ۽ ٻيو تہ ضرور اهي شيون سرمائيدار حاصل ڪندا پوءِ پنهنجي مرضيءَ تي عوام مان پئسو چوسيندا جنهن ڪري عوام جي ناٽي تي زد پهچندي ۽ سرمائيدار جي ناٽي ۾ واڌارو ايندو. تنهن ڪري شريعت پاڪ انهن شين کي

شخصي ملڪيت بڻائڻ کان منع ڪئي آهي.

۽ ان مسئلي جي وضاحت زمين جي بحث ۾ (ارض فيہ مرافق البلد) جي عنوان ۾ دلائل سان بيان ڪئي ويندي. (انشاء الله العزيز) ۽ سرمائيداري نظام ۾ ظلم آهي جو اهڙيون شيون حڪومت سرمائيدارن کي ڏئي ٿي جنهن ڪري سرمائيدار انهن شين جا اگهہ پنهنجي مرضيءَ تي مقرر ڪرن ٿا هوڏانهن وري انهن ملن ۽ ڪارخانن ۾ جيڪو ڪجهہ مال عام پبلڪ کان خريد ڪن ٿا اهو بہ پنهنجي مرضيءَ تي سستو خريد ڪن ٿا. جنهن ڪري غريب جيئن پوءِ تيئن غريب، ۽ سرمائيدار جيئن پوءِ تيئن سرمائيدار ٿيندو ٿو وڃي. ۽ پڻ انهن ۾ هڪڙيون اهڙيون شيون بہ داخل آهن جن جو تعلق انساني ڪوشش ۽ عمل سان نہ آهي ۽ پڻ انهن شين جي ضرورت سڀ کي آهي. ۽ ان جو تفصيل هن طرح آهي.

شيون بہ قسم آهن هڪ مٿيون شيون ٻيون هيٺيون شيون. مٿاهين شين مان سج، چنڊ وغيره ۽ هيٺاهين شين مان سمنڊ يا درياءَ جو پاڻي، باهہ، گاهہ.. قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم اَلْمُسْلِمُونَ شُرَكَاءُ فِي ثَلٰثٍ فِي الْمَاءِ وَالْكَلَاءِ وَالنَّارِ (مشڪواةص٢٥٩) رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ مسلمان ٽن شين ۾ ڀائيوار آهن. پاڻي ۾ گاهہ ۾ باهہ ۾.

ان کان سواءِ لوڻ، خشڪي يا دريائي شڪار اهي ٻئي شيون پبلڪ ۾ مشترڪ آهن.(هدايہ ج۴ ص۴٦۴، ص۴٦٨، ص۴٨٥)

ڪوئي بہ ڪنهن کي انهن شين کان محروم نہ ٿو ڪري سگهي، حڪومت بہ انهن جي مٿان پابندي وجهي نہ ٿي سگهي. مگر جيڪڏهن پابنديءَ ۾ عوام جو فائدو آهي ۽ پابندي ختم ڪرڻ ۾ عوام جو نقصان آهي تہ ان صورت ۾ حڪومت پابندي وجهي سگهي ٿي، درياءَ مان هر هڪ ماڻهوءَ کي پاڻي پيئڻ جو حق آهي ۽ جانورن کي بہ پيارڻ جو حق

آهي، مڇي ڦاسائڻ جو به حق آهي، واهه کوٽي ڪري پوک کي پاڻي پيارڻ جو به حق آهي، ٻيڙي هلائي ڪري پئسا ڪمائڻ جو به حق آهي، اهڙي طرح جيڪو پاڻ هرنوگاهه زمين ۾ پيدا ٿئي ٿو ان ۾ به سمورن انسانن جو حق آهي، پر زمين جو مالڪ جيڪڏهن تڪليف سمجهي ته پاڻ لئي ڪري محتاج کي ڏئي. اهڙي طرح جبلن مان جيڪو لوڻ پيدا ٿئي ٿو هر ماڻهوءَ کي ان جي حاصل ڪرڻ جو حق آهي. اهڙي طرح بري، بحري شڪار تي به پابندي نه آهي، سڀ ان مان فائدو وٺي سگهن ٿا. اهڙي طرح سمنڊ مان جيڪي جواهرات ۽ عنبر وغيره نڪري ٿو ان ۾ به سڀ جو حق آهي جيئن ته هدايه جي شرح ۾ آهي.

فِيمَا فِي الْبَحرِ لَايَملِكُ الاِمَامُ اَنْ يَخصَ وَاحِداً دُونَ وَاحِدٍ (نهايه شرح هدايه) جيڪي به سمنڊ يا درياهه ۾ شيون آهن، وقت جو حاڪم حق نه ٿو رکي سگهي جو خاص ڪنهن شخص کي ڏيئي ڇڏي. ظاهر آهي ته ان شيءِ ۾ عام پبلڪ جو فائدو آهي. پر جيڪڏهن حاڪم ڪي ڪنهن خاص ماڻهو کي ڏيڻ جو حق هجي ته پوءِ سرمائيدار ان مان فائدو حاصل ڪندا ۽ عام پبلڪ کي فائدو نه پهچندو، جيئن ته مشاهدو آهي جو وڏا سرڪاري ڪارخانه سرمائيدار خريد ڪن ٿا جنهن ڪري سرمائيدار پنهنجي مرضيءَ تي انهن شين جون مهانگيون قيمتون مقرر ڪن ٿا، غريب عوام روپئي واري شيءِ ڏهن روپين ۾ خريد ڪري ٿو، پر جيڪڏهن اهو ڪارخانو پبلڪ جي ملڪيت هجي ته جيڪر غريب کي اها شيءِ هڪ روپئي ملي.

جهڙي طرح اشياءِ مشترڪه ۽ عام پبلڪ جي سک واري شيءِ وڪڻ حرام آهي تيئن ڪرائي تي ڏيڻ به حرام آهي (ڪذافي الهدايه ج٢ باب البيع الفاسد) هڪ ته اهڙن شين وڪڻ ۽ ڪرائي تي ڏيڻ سان

عام پبلڪ جو فائدو ختم ٿي ويندو. حالانڪہ اهي شيون عام پبلڪ لاءِ مفت آهن پيو تہ انهن جي خريد ۽ ٺيڪو سرمائيدارن کي حاصل ٿيندو جنهن ڪري اهي مفت واري شيءِ عام پبلڪ کي تمام مهانگي اگهہ ۾ ڏيندا ـ (والله اعلم بالصواب).

**سرمائيدارن کي زڪوات ۽ خيرات جائز نہ آهي:** سرمائيدار کي شريعت پاڪ زڪوات خيرات ۽ ٻين صدقات جو مستحق هن ڪري نہ فرمايو آهي جيئن دولت سرمائيدارن ۾ گردش نہ ڪري بلڪہ زڪوات ۽ خيرات وغيره جي ڪري دولت غريبن ڏانهن سري اچي.

**۱۵ ـ سرڪاري خزاني ۾ بہ بغير محنت جي سرمائيدارن جو حق نہ آهي:** سرڪاري خزاني ۾ زڪوات وغيره يا جهاد وغيره جي ڪري جو ڪجهہ مال جمع ٿيندو ان ۾ بہ سرمائيدار جو ڪو حق نہ آهي بلڪ سرڪاري خزاني ۾ جيڪو مال جمع ٿئي ٿو ان جي سيني مدات ۾ غريب جو حق مقرر ڪيل آهي ۽ انهن مدات مان سرمائيدار کي ڏيڻ جائز نہ آهي، البتہ ڪي مدات اهڙيون آهن جو انهن مان غريبن کي ڏيڻ سان گڏوگڏ رفاه عام ۾ انهن کي خرچ ڪرڻ جائز آهي يا ڪو آسودو سرڪاري نوڪري ڪري تہ ان کي ان مان پگهار قوت جيتري ڏيڻ جائز آهي جنهن جو تفصيل اڳتي ايندو. (انشاء الله تعاليٰ)

مطلب تہ سرڪاري خزاني ۾ چند اهڙيون مدون آهن انهن مان آسودي ڪاموري کي محنت آهر قوت جيترو ڏيڻ جائز آهي. مگر فقير کي سرڪاري خزاني جي هر مد مان مفت ڏيڻ جائز آهي. مگر سرمائيدارنہ نظام ۾ سرڪاري خزانو نجو پجو آسودن لاءِ آهي ان ۾ غريبن لاءِ ڪجهہ بہ نہ آهي.

**۱۶ ـ سرڪاري ڪاموري کي ڪنهن بہ ڏيتي ڪرڻ جي**

**اجازت نہ آهي:** حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ قاضيءَ کي واپار وغيره جي اجازت نہ ڏيندو هيو (الفاروق ص۳۲۹)

ان ۾ بہ عام پبلڪ جو فائدو آهي ۽ ان عمل سان بہ پبلڪ جو ناڻو سري ڪري سرماءِ دار ڏانهن نہ ويندو مثال طور تي ڏسو، سرڪاري ڊاڪٽر جڏهن تہ انهن پرائيوٽ اسپتالون کوليون آهن ان ڪري سرڪاري اسپتال ۾ هو مريض جو تمام گهٽ خيال ڪن ٿا. ان ڪري جو جيئن مريض اسان وٽ پرائيويٽ اسپتال ۾ اچن ۽ انهن کان ناڻو وصول ڪجي پوءِ اهي ڊاڪٽر انهن کان ڳري فيس وصول ڪن ٿا جنهن ڪري غريب عوام جي ناڻي تي تمام زد پهچي ٿي. پر جيڪڏهن گورنمينٽ انهن جي مٿان پرائيويٽ اسپتال کولڻ جي پابندي وجهي تہ جيڪر اهي ڊاڪٽر سرڪاري اسپتال ۾ انهن غريبن جو مفت علاج ڪن ۽ مفت تشخيص ڪن، هيءَ آهن اسلام جا زرين اصول جنهن ڪري غريب عوام جو ناڻو سري ڪري سرمائيدار ڏانهن نہ ويندو.

دولت جي عام پبلڪ ۾ گردش ۽ ڦير گهير ڪرڻ لاءِ شريعت پاڪ بہ طريقا ٻڌايا آهن هڪ تہ جيئن سرماءِ دار ڏانهن دولت سري نہ وڃي. ان جو بيان هاڻي پورو ٿي چڪو ۽ ٻيو طريقو جنهن سان سرماءِ دار وٽ جمع ٿيل دولت غريبن ڏانهن پهچي وڃي ۽ ان کي انفاق چئبو آهي ۽ شريعت پاڪ محتاجن ۽ غريبن جي مدد ڪرڻ جو قرآن پاڪ ۾ وڏو تاڪيد فرمايو آهي.

## محتاجن جي مدد ڪرڻ جو حڪم

الله تعاليٰ جتي پنهنجي عبادت جو حڪم ڪيو آهي اتي حاجتمند

جي مرد ڪرڻ جو بہ حڪم ڏنو اٿائين ۽ ڪافي جاين تي هن ڳالهہ ڪي ڪولي پڌايو اٿائين تہ اسلام جي نظر ۾ نيڪي صرف عبادت جي رسوم ڪي ادا ڪرڻ نہ آهي پر سچي دل سان ايمان آڻڻ ۽ الله تعاليٰ جي خاطر پنهنجن مائٽن يتيمن ۽ مسڪينن ۾ مال تقسيم ڪرڻ حقيقي نيڪي آهي. فرمائين.

لَيسَ البِرآن تَولو وُجُوهڪُم قِبَلَ المَشـــرِقِ وَالمَغرِبِ وَلڪِنَ البِرَ مَن امنَ بِاللهِ وَاليومِ الآخِرِ وَالمَلئِڪَةِ وَالڪِتَابِ وَالنبِيينَ وَآتي المَالِ عَليٰ حُبِہ ذَوِي القُربيٰ وَاليَتميٰ وَالمَسٰڪِينَ وَابنَ السَبِيلِ وَالسَائِلِينَ وَفِي الرِقَابِ (البقرة ع٢٢).

اوپــر ۽ اولهــہ ڏانهن اوهان جو پنهنجن منهن ڪي ڦــيــرائڻ ڪا چڱائي نہ آهي پر (اصل) چڱائي (ان لاءِ) آهي جنهن الله ۽ قــيــامت جي ڏينهن ۽ ملائڪن ۽ ڪتابن ۽ پيغمبرن ڪي مڃيو ۽ جنهن (مائهوءَ پنهنجو) مال ان جي پيار هوندي بہ مٽيءَ وارن ۽ ڇورن ۽ مسڪينن ۽ مسافرن ۽ سوال ڪندڙن ۽ ٻانهن جي گردنين (آجي ڪرڻ) ۾ ڏنو.

۽ جڏهن جنتي جهنمين ڪــان پڇا ڪندا تہ توهان دوزخ ۾ ڇو ڪريا آهيو؟ چوندا تہ جيئن اسان نمازي نہ هياسي تيئن اسان مسڪين جي مدد نہ ڪندا هياسي. فرمايائين.

قَالو الَم نَڪُ مِنَ المُصَلِينَ وَلَم نَڪُ نُطعِمُ المِسڪِينَ - (مدثر ع٢).

چوندا تہ نڪي نمازين مان هئاسون ۽ نڪي مسڪين ڪي ڪارائيندا هئاسون.

گــوياڪہ اســلام جي نظر ۾ نماز ادا نہ ڪرڻ ۽ ڪنهن غريب جي ضروريات زندگيءَ ۾ مدد نہ ڪرڻ هڪ جهڙو گناهہ آهي. بلڪہ اجا بہ ڪن صورتن ۾ وڌيءَ وضاحت سان فرمائين تہ جو شخص يتيمن جي توهين ڪري ٿو ۽ ٻاڻ وٽان انهن ڪي ڌڪي ڪڍي ٿو ۽ مسڪين يتيمن جي ضرورتن جي پوري ڪرڻ جي ٻين ڪي ترغيب نہ ٿو ڏئي اهو قيامت تي يقين نہ ٿو رکي. فرمايائين.

اَرَئيتَ الَذي يُكَذبُ بِالدِين. فَذالِک الَذي يَدعُ اليَتِيمَ. وَلَايَحُضُ عَليٰ طَعَامِ المِسكِين. (ماعون).

(اي پيغمبر) انهيءَ کي ڏٺئي ڇا جيکو عملن جي بدلي ملڻ کي کوڙو ڀانئيندو آهي. پوءِ اهو آهي جو ڇوري ٻار کي ڌڪيندو آهي ۽ (کنهن کي) مسڪينن جي کارائڻ جي ترغيب نہ ڏياريندو آهي.

خُذُوهُ فَغُلوهُ ثمَ الجَحِيمَ صَلُوهُ. ثمُ فِي سِلسِلَة ذَرعُهَا سَبعُونَ ذِرَاعاً فَاسلُکُوهُ اِنہُ کَانَ لاَيُومِنُ بِاللہِ العَظِيمِ وَلاَيَحُضُ عَليٰ طَعَامِ المِسکِين. (الحاقة ع١).

(ملائڪن کي چئبو تہ) پڪڙيوس، پوءِ ڪُڇيءَ ۾ ڪُٽ وجهوس، وري اهڙيءَ زنجير ۾ قابو ڪيوس جنهن جي ڊيگهہ ستر گز هجي، ڇو تہ اهو (ماڻهو) الله وڏي عظمت واري کي نہ مڃيندو هو ۽ نڪي (ٻين کي) مسڪينن جي کارائڻ جو تاڪيد ڪندو هو.

هنن آيتن مان هڪ منصف مزاج انسان تي هيءَ حقيقت کلي پوي ٿي تہ الله تعاليٰ انسانن جي مادي ضرورتن کي نهايت اهميت ڏني آهي ۽ جو شخص ضرورت وقت مسڪين ڀائرن جي مدد جي طرف متوجہ نہ ٿيو تہ اهو قيامت جو منڪر آهي ۽ ان جو الله تعاليٰ جي توحيد تي ايمان نہ آهي ۽ انهن برڪتن ۾ انجو ڪو بہ حصو نہ آهي جيڪي برڪتون الله تعاليٰ اسلام ۾ رکيون آهن.

## مالدارن جي مالن ۾ محتاجن جا حق

اسلام ان مسئلي ۾ صرف وعظ ۽ نصيحت تي اڪتفاءَ نہ ڪئي آهي. بلڪہ قانوني طور ضرورتمند انسانن جي ڪفالت کي اسلامي معاشري تي لازمي قرار ڏنو آهي. جنهن جي ادائگي هر شخص تي حيثيت

آهر لازم آهي جيئن تہ فرمايائين.

وَالَّذِينَ فِي اَمواَلِهِمر حَقٌ مَعلوم لِلسَّائِلِ وَالَمحرُومِ. (المعارج ع١).

۽ اهو شخص جو سندن مالن ۾ سوال ڪندڙ ۽ نہ ڪندڙ محتاج جو حق آهي.

يعني مالدارن جي مال ۾ سائل جو بہ حق آهي ۽ جيڪو محتاج تہ آهي پر سوال نٿو ڪري ان جو بہ حق آهي. پوء مالداري شخصي هجي يا عوامي هجي، پوء شخصي مال ۾ محتاج جا حق ٻن قسمن جا آهن. هڪ قانوني حق ۽ ٻيو هنگامي حق.

قانوني حق ڪان مراد آهي جنهن لاء شريعت پاڪ قواعد ۽ شرائط بيان ڪيا هجن. اهو حق هر حالت ۾ ادا ڪرڻ ضروري آهي. جيئن زڪوات. پوء جنهن وٽ نصاب جيتري ملڪيت آهي ۽ ان تي سال گذري ويو تہ پوء ان کي پنهنجي مصرف ۾ ادا ڪرڻ ضروري آهي ۽ هنگامي حق کان مراد آهي. جنهن لاء شريعت پاڪ قواعد ۽ شرائط بيان نہ ڪيا هجن. صرف اهو حق حاجت ۽ ضرورت تي موقوف هجي جتي ضرورت هوندي اتي خرچ ڪرڻ فرض ٿيندو ۽ جتي ضرورت نہ هوندي تہ اتي خرچ ڪرڻ فرض نہ ٿيندو. جيئن ڪو مسڪين مري رهيو آهي ۽ توڙي تون پنهنجي زڪوات بہ ادا ڪري چڪو آهين ان هوندي بہ اجا تنهنجي متان فرض آهي تہ ان تي مال خرچ ڪري ان جي جان بچاء. پوء قانوني حق محتاج جا شخصي ملڪيت ۾ ست آهن. ١۔ زڪوات ٢۔ عشر ٣۔ خمس معادن ۴۔ فطرانو ۵۔ اضحي ٦۔ ڪفارات وجنايات ٧۔زال جو خرچ.

١. **زڪوات:** اڪثر ڪري قرآن ڪريم ۾ زڪوات واري حق کي نماز سان گڏ ذڪر فرمايو ويو آهي. فرمايائين. وَاَقِيمُوالصَّلوٰةَ وَآتُوالزَّڪوٰةَ ۽ نماز کي قائم ڪيو ۽ زڪواة ادا ڪيو. زڪواة لاء نصاب شرط آهي جنهن جو خلاصو هيء آهي تہ سون ساڍا ست تولہ (۴٧٩۔٨٨ گرام)

هجي يا چاندي ساڍا ٻاونجاهہ تولہ (٣٥ـ٦١٢ گرام) هجي يا ايترو مال تجارت جو هجي يا ايتري روڪڙ هجي يا اهي چار شيون يا انهن مان ڪي شيون جن جي قيمت سون يا چانديءَ جي ذڪر ڪيل وزن جي برابر ٿئي تہ پوءِ سال گذرڻ ڪان بعد ان جو چاليهون حصو قرآن ڪريم ۾ بيان ڪيل مستحقن ۾ تقسيم ڪيو ويندو. ان ڪان علاوه زڪوات لاءِ ٻيا بہ شرائط ۽ قواعد آهن جيڪي فقہ جي ڪتابن ۾ مذڪور آهن. اهڙي طرح ڍورن ڍڳن جي مٿان زڪوات لاءِ بہ قواعد ۽ شرائط آهن.

**٢. عشر:** زمينون بہ قسم آهن هڪڙيون اهڙيون آهن جن جي مٿان شريعت پاڪ عشر رکيو آهي ان ڪي عشري زمين چئبو آهي ۽ ٻيون اهڙيون زمينون آهن جن جي مٿان شريعت پاڪ ڍل رکي آهي ان ڪي خراجي چئبو آهي. ٻنهي جي سڃاڻپ جو بيان فقہ جي ڪتابن ۾ آهي. گوياڪہ عشر يا خراج شريعت پاڪ زمين جي مٿان رکيو آهي. قال الله تعالىٰ. وآتوا حَقَّہٗ يَومَ حَصَادِہٖ. ڪٽائيءَ واري وقت ان پوکيءَ جو حق ادا ڪريو.

وقال النبي صلي الله عليہ وسلم فِيمَا سَقَتِ السَمَاءُ وَالعُيُونُ اَوكَانَ عَثرِياً العُشرُ وَمَا سقي بِالنَضحِ نِصفُ العُشرِ. (بخاري ج١ ص٢٠١ وكذافي ابي داؤد ج١ ص٢٢٥. مشكوات ص ١٥٩.

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جنهن زمين ڪي مينهن يا چشمون پاڻي پياري يا سيڪ تي پڪي هجي تنهن جي پيداوار ۾ عشر (ڏهين پتي) محتاجن جي آهي ۽ جنهن زمين ڪي ڍينگي وغيره سان پاڻي پياريو وڃي انجي پيداوار ۾ ويهين پتي محتاجن جي آهي.

٣. خمس معادن: زمين مان ڪو پراڻي زماني جو دفن ڪيل خزانو لهي يا ڪا سون وغيره جي قدرتي طور ڪا کاڻ لهي تہ لهندڙ ان مان پنجون حصو محتاجن لاءِ حڪومت ڪي ڏيندو.

(١) قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم في الركاز الخمس (متفق عليہ مشكوات ص١٥٩). ۽ ڪاڻين ۾ خمس (پنجين پتي) آهي.

(٢) خمس معدن نقد ونحو حديد في ارض خراج اوعشر - (ڪنز ص٦٢)

خراجي يا عشري زمين مان ڪو سون، چاندي ۽ لوهہ وغيره لهي تہ ان ڪان پنجون حصو محتاجن لاءِ ورتو ويندو.

**٤. فطره:** صاحب نصاب عاقل بالغ ماڻهوءَ تي فطرانو سندس سرجو ۽ ننڍي اولاد جو ۽ خدمتگار پانهن جو في ماڻهو پوڻا ٻہ سير ڪڻڪ جا يا [illegible] جون جا رمضان المبارڪ جي ختم ٿيڻ بعد ۽ عيد نماز ڪان اڳ ۾ محتاجن کي ڏيڻ واجب آهي.

عن ابن عمر رضہ قال فَرَضَ رسولُ الله صلي الله عليہ وسلم زَكوٰةَ الفطرصاً عامِن تَمر اوصا عامن شعير علي العبد والحر والذكر والأنثي والصغير والكبير من المسلمينَ وامر بها ان تودي قبل خروج الناس الي الصلواةِ (متفق عليہ. مشكوات ص١٦٠).

حضرت ابن عمر رضي الله عنہ ڪان روايت آهي چيائين تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن ڪارڪن مان يا جون مان چار سير پانهي ۽ آجي ۽ نر ۽ مادي ۽ ننڍي ۽ وڏي مسلمان تي فطرانو مقرر فرمايو ۽ پڻ ان کي عيد گاهہ جي وڃڻ ڪان اڳ ۾ ادا ڪرڻ جو حڪم فرمايائون.

**٥. اضحيٰ:** صاحب نصاب، عاقل، بالغ جي مٿان هر سال ذوالحج مهيني جي ١٠ـ ١١ـ ١٢ـ تاريخ اضحيٰ ڪرڻ واجب آهي جنهن جي گوشت ۾ ٽيون حصو محتاجن جو حق آهي. چمڙي کي وڪڻي ڪري رقم مالڪ کي ڪاڻڻ مورڳو حرام آهي. تنهن ڪري چمڙي جي ساري رقم جا محتاج حقدار آهن. البتہ بجنسہ جيڪڏهن چمڙو مالڪ کي ڪتب آهي تہ پوءِ پل ڪم آڻي سگهي ٿو. مثلا مشڪ يا ناڙو وغيره ٺهرائي. وقال

الفقهاء.

وندب ان لاينقص الصدقہ من الثلث ويتصدق بجلدها ـ كنزالدقائق ص۴۲۱

۽ مستحب آهي تہ ٽئين حصي کان گهٽ گوشت خيرات نہ ڪري ۽ ان جو چمڙو خيرات ڪري ڇڏي.

**٦. ڪفارات ۽ جنايات:** ڪمزور ماڻهن جي مدد جو هڪ مستقل رستو اسلام ڪفارات ۽ جنايات جي ذريعي بہ مقرر ڪيو آهي. ڪوئي شخص بلاعذر رمضان جو روزو ڀڃي ٿو يا ڪنهن مسلمان کي خطا سان قتل ڪري وجهي يا پنهنجي زال سان ظهار ڪري يا قسم کي ٽوڙي ٿو تہ ڪن صورتن ۾ لازمي ۽ ڪن صورتن ۾ اختياري طور تي انکي حڪم ڏنو ويندو تہ اهو پنهنجي مال جو حصو نادارن تي خرچ ڪري پوءِ اهو روڪڙ جي شڪل ۾ بہ ٿي سگهي ٿو ۽ کاڌي جي ۽ ڪپڙن جي شڪل ۾ بہ ٿي سگهي ٿو. اهڙي طرح حج جي بعض احڪامن ۾ نقص ٿيڻ ڪري بہ تاوان ڏيڻو پوندو آهي. ۽ ان جا مستحق بہ محتاج ۽ مسڪين آهن.

**۷. زال جو خرچ:** زال جو خرچ هر حالت ۾ شريعت پاڪ مڙس تي حيثيت آهر فرض ڪيو آهي. ڪما قال الله تعالیٰ

(۱) وَعَلَي المولودِ لہ رزقهن و كِسوتهن بالمعروف ـ (البقرة ع۳).

۽ انهن (مائرن) جي خوراڪ ۽ انهن جي پوشاڪ ڀلي ڀلي وانگر ٻيءَ تي آهي.

(۲) وقال الفقهاء يَجِبُ النفقةُ للزوجة علي زوجها والكسوةُ بقدرحالهما (ڪنز ص۱۵۲) مڙس جي مٿان ان جي زال جي خوراڪ ۽ پوشاڪ پنهي جي حال موافق آهي.

اهي ڪل ست قانوني حق ٿيا شخصي ملڪيت ۾ هنگامي حقن جي ڪا بہ تحديد ۽ حد نہ آهي. هنگامي ضرورت جيڪا بہ محتاج کي پئي سا پوري ڪبي. انسان کي سمورين ضرورتن مان سخت ضرورت

هوندي آهي خوراڪ ۽ پوشاڪ جي. سا اڳ ۾ محتاج جي ذي رحم محرم جي مٿان آهي.

تجب النفقة ولطفله الفقير ولا بويه واجداده وجداته لوكانوا فقراء..... ولقريب محرم (ڪنز ص۱۵۴).

مسلمان تي سندس اولاد ۽ پيءُ ۽ ماءُ ۽ ڏاڏو ڏاڏي ۽ نانو ناني ۽ هر قريب ذي رحم محرم جڏهن فقير آهن ته انهن جو خرچ واجب آهي.

معلوم ٿيو ته هنگامي حقن ۾ اول حق صغير اولاد ۽ پيءُ ماءُ ۽ ڏاڏو ڏاڏي ء نانو ناني۽ ۽ بين ذي رحم محرم جو آهي. ۽ ذي رحم محرم ان مائٽ کي چئبو آهي. جنهن سان شريعت پاڪ نڪاح کي حرام ڪيو آهي. مثلاً ڀاءُ، ڀيڻ، چاچو، ڦُڦي، مامون ۽ ماسي وغيره انهن جو خرچ تڏهن واجب آهي جڏهن فقير ۽ محتاج هجن پر جيڪڏهن اهي فقير ۽ محتاج نه آهن ته پوءِ انهن جو خرچ لازم نه آهي.

۲. **پاڙيسري جا حق:** هنگامي ٻيو حق پاڙيسريءَ جو آهي. جيڪڏهن پاڙيسري محتاج آهي ته ان جي امداد پاڙيسريءَ کي ڪرڻ لازمي آهي.

عن ابن عباس رضه قال سمعت رسول الله صلي الله عليه وسلم يقول ليس المومن بالذي يشبعُ وجاره جائع الي جنبه رواه بيهقي. (مشكواة ص۴۲۴).

حضرت ابن عباس رضه کان روايت آهي چيائين ته مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان ٻڌو جو فرمائن پيا اهو مؤمن نه آهي جو پاڻ ڍايل هجي ۽ پاڙيسري ڀر ۾ بکيو هجي.

۳. **محتاجن جا حق:** الله تعاليٰ فرمائي ٿو وآتي المال علي حُبه ذوي القربيٰ و اليتمي الخ ان خدائي فرمان جي متعلق مفسرين حضرات مثلاً جصاص، قرطبي فرمائن ٿا ته مالي فرض صرف زڪوات سان پورو نٿو ٿئي. زڪوات کان سواءِ به ڪافي جاين تي مال خرچ ڪرڻ فرض ۽ واجب

آهي. مثلاً ڪو غريب بک مري رهيو آهي ۽ تون توڙي زڪوات ادا ڪري چڪــو آهين ان هوندي بہ توکي ان تي مـــال خرچ ڪري ان جي جان بچائڻ فرض آهي. (معارف القرآن ج۱ص۴۳۲).

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم کان زڪوات متعلق سوال ڪيو ويو، فــرمــايائون تہ ان في المال لحــقـــاً ســوي الزكوٰة (ترمــذي ج ص۱۴۲). يعني پڪ مال ۾ زڪوات کان سواءِ بہ (محتاجن جو) حق آهي، ابن الحزم المحلي لکي ٿو تہ حضـرت علي کـان روايت آهي تہ الله تعالي آسودن تي محتاجن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ فرض فرمايو آهي.

جيڪڏهن فقراءِ بکيا ۽ اگهاڙا هوندا ۽ آسودن جي نہ ڏيڻ ڪري اهي تڪليف ۾ وقت گذاريندا تہ الله تعالي انهن کان حساب وٺندو ۽ کين سزا ڏيندو. ۽ پڻ ضرورت جي وقت آسودن کان مال کسي ڪري سڀ تي برابر تقسيم ڪيو ويندو. حضرت ابو عبيدة ابن الجراح رضہ ۽ ٽي سو صحابہ سفر جو کاڌو کنو ڪري سڀني تي برابر تقسيم ڪيو ۽ جهن کي پن توشہ دان ۾ جمع ڪري قوت آهر برابر سڀني کي ڏيندا رهيا -

عن علي ان الله فرض علي الاغنياء في اموالهم بقدر ما يكفي فقراءَ فان جاعو اوعرو اوجهدو و يمنع الاغنياء فحق علي الله ان يحاسبهم يوم القيمة و يعذبهم و عندالحاجة يقسم المال علي السواء صح عن ابي عبيدة ابن الجراح و ثلث مائة من الصحابة ان زادهم نفي فجمعوازوادهم في مزودين وجعل يقوتهم علي السواء فهذ اجماع مقطوع بة من الصحابة. (المحلي ج٦ ص۵۸ اسلام کا معاشي نظام صــ ۴۵)،ترجمو: حضرت علي رضہ کان روايت آهي تہ فقيرن جي ڪفايت الله تعالي آسودن جي مالن ۾ آسودن تي فرض ڪئي آهي. پوءِ جيڪڏهن فقير بکيا ۽ اگهاڙا ۽ ڏکيو وقت گذاريندا ۽ آسودا انهن جي مدد نہ ڪندا تہ الله تعالي ضرور

آسودن کان قيامت جي ڏينهن انهن جو حساب وٺندو ۽ انهن کي سزا ڏيندو ۽ ضرورت وقت (وقت جو حاڪم) آسودن جو مال برابر سرابر تقسيم ڪندو. جيئن ته حضرت ابو عبيدة بن الجراح ۽ ٽي سؤ صحابہ ڪيو جو جڏهن انهن جو توشہ ختم ٿيو ته پوءِ جن وٽ ٿورو ٿڪو بچيو هيو. ان کي بہ توشہ دانن ۾ جمع ڪري هڪ ڪرو ڪري سڀني کي ڪاڏو ورهائي ڏنو ويو پوءِ تہ هي صحابہ ڪرام کان قطعي اجماع ٿيو.

٢ـ حضرت ابو عبيدة بن الجراح سان ٽي سؤ صحابہ سفر ۾ گڏ هئا جن ۾ اڪثر اهڙا هيا جن جو کاڌو ختم ٿي چڪو هو ۽ جن صحابہ وٽ کاڌو بچيل هو حضرت ابو عبيدة بن الجراح اهو سڀ گڏ ڪرايو جو ڪل ٽارڪن جا بہ ٿيلا ٿيو. پوءِ حضرت ابو عبيدة ابن الجراح ان مان صحابہ ڪرام کيهر روز ٿوروٿوروڏيندو هيو آخرڪار جڏهن ڪارڪون ختم ٿين لڳيون تہ پوءِ هر روز هر هڪ کي هڪ هڪ ڪارڪ ڏيندو هيو. (بخاري ج١ ص ٣٣٧)

ف: صحابہ ڪرام مان ڪنهن بہ انجي ان فعل تي اعتراض نہ ڪيو ۽ حضرت ابو عبيدة عشرة المبشره مان آهي ۽ ڪيس رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي زبان اطهر مان امت جي امين هجڻ جو لقب مليو آهي. رسول الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي.

لكل أمة امين و امين هذه الامة ابو عبيدة بن الجراح متفق عليہ مشكوة ص ٥٦٦)

هر امت لاءِ امين آهي ۽ هن امت جو امين أبو عبيدة بن الجراح آهي.

معلوم ٿيو تہ حاجت واري وقت آسودن جي مال ۾ محتاجن جو حق آهي ان ڪري حضرت ابو عبيده رضہ ان کاڌي کي گڏاڙي سڏاڙي مالڪن ۽ غير مالڪن جي وچ ۾ برابر تقسيم ڪري ڇڏيو ۽ ان مان هيءَ ڳالهہ بہ معلوم ٿي تہ جڏهن سفر ۾ جن جو کاڌو صرف ايترو بچت آهي جو

اڪثر هلي اهو خود انهن کي ڪم ايندو تڏهن به صحابي سڳورو اهو کاڌو محتاجن ۾ برابر تقسيم ٿو ڪري، پوءِ جيڪي آسودا ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ آهن ۽ جن کي خدا تعاليٰ بيحد مال ڏنو آهي انهن جي مال ۾ ته محتاجن جو حق بطريق اوليٰ چٽبو ۽ اهو صرف هڪ صحابي جو فعل نه آهي پر ان سان ان سفر ۾ ٽي سؤ صحابي آهن اهي انجي ان فعل تي اعتراض نٿا ڪرن. پوءِ اهو مسئلو ٽي سؤ صحابه جي اجماع سان به ثابت ٿيو. ۽ پڻ اهڙي قسم جا واقعات خود حضور صلي الله عليه وسلم کان بہ ثابت آهن ڏسو (١) ڪنهن وقت ڪنهن جنگ ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن کاڌي جي سامان ۾ ڪمي محسوس ڪئي ۽ ڏٺائون ته ڪن مجاهدن وٽ ڪجهه کاڌي جو سامان موجود آهي ۽ ڪن وٽ ته ڪجهه ئي ڪونهي ۽ پريشان آهن ان وقت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن اعلان فرمايو ته جنهن وٽ جيترو سيڌو آهي اهو کڻي اچي چنانچه جڏهن ٿورو گهڻو سڌو جمع ٿيو پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن برڪت جي دعا فرمائي پوءِ فرمايائون جنهن کي جيتري جي ضرورت آهي ان مان کڻي اهڙيطرح اهو سيني ۾ ضرورت آهر تقسيم ٿي ويو ۽ ڪوئي بہ محروم نہ رهيو. (مشڪوٰة ص ٥٢٨ و ڪذا في البخاري ج١ ص ٣٣٧)

(٢) حضرت ابو برده کان روايت آهي چيائين ته فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم ته بيشڪ اشعري قوم جا ماڻهو جڏهن انهن جو لڙائيءَ ۾ سيڌو ختم ٿي ويندو آهي يا مديني طيبه ۾ انهن جو طعام ٿورو ٿي پوندو آهي ته پوءِ اهي طعام کي هڪ لٽي ۾ جمع ڪندا آهن پوءِ پاڻ ۾ هڪ ٿانو سان هڪ ڪرو ورڇيندا آهن سو اهي مون مان آهن ۽ مان انهن مان آهيان. (بخاري ج١ص ٣٣٨)

(٣) حضرت ابو سعيد خدري رضہ کان روايت آهي ته ڪنهن

وقت اسان حضور صلي الله عليہ وسلم سان گڏهن سفر ۾ هيا سون اوچتو هڪ شخص (ڏهري) ڏاچي تي سوار ٿي آيو جا سڄي ۽ کٻي ٿيڙ ڪائي پئي تنهنجو حال ڏسي ڪري رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ جنهن کي بچت سواري هجي سا ان کي ڏئي جنهن کي سواري نہ آهي، ۽ جنهن کي بچت ڪاڌو هجي اهو انکي ڏئي جنهن کي ڪاڌو نہ هجي. ان کان سواءِ ڪافي سامانن جا قسم ذڪر فرمايائون جنهن سان اسان سمجهي ويا سي تہ بچت مال ۾ مالڪ جو ڪو حق نہ آهي.

روواه مسلم مشڪوة ص ٣٢٨)

(۴) هڪ دفعي حضور صلي الله عليہ وسلم جن هي ارشاد فرمايو تہ اي مهاجرو ۽ انصارو! توهان جا هڪڙا اهڙا ڀائر آهن جن کي نہ مال آهي نہ ڪي ڪو مائٽ آهي جا توهان مان ڪو اهڙو آهي جيڪو ٻن کي يا ٽن کي پنهنجي ڪاڌي ۾ ڀائيوار ڪري؟. حضرت جابر فرمائي ٿو تہ پوءِ ٻہ يا ٽي ماڻهو مون پنهنجي گهر وٺي ويس -

(طبقات ابن سعد ج٣ ص ٢١٧ ـ ابو داؤد ج١ ص ٢۴٣)

اهڙي قسم جون مرفوع روايتون بہ ڏس ڏين ٿيون تہ ضرورت واري وقت محتاجن جو آسودن جي مال ۾ حق آهي. حضرت عمر رضہ جو قول.

١. عن ابن عمران عمر قال لولم اجد للناس مالاً لا يسعهم الا ان ادخل علي كل اهل بيت عدتهم فيقا سمونهم انصاف بطونهم فعلت فانهم لن يهلكو من انصاف بطونهم.

(تاريخ الامم والملوڪ للطبري ج٥ ص٣٣

اسلام ڪي معاشي تصورات ص۴۴)

حضرت عبدالله بن عمر کان روايت آهي تہ حضرت عمر فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن مون ماڻهن جو مال ايترو نہ لهان جو انهن لاءِ ڪافي

ٿئي سواءِ هن صورت جي تہ مون هر گهر جي مالڪ وٽ ڪجهہ ماڻهن
کي داخل ڪريان اهي انهن کي اڌ خوراڪ ورهائي ڏين تہ مون اهو ڪم
ضرور ڪريان ڇو تہ اڌ خوراڪ کائڻ سان ڪو بہ هلاڪ نہ ٿيندو.

يعني جيڪڏهن اهڙي حالت هجي جو ڪجهہ ماڻهن کي ڪاڏو
حاصل آهي ۽ ڪجهہ ماڻهو بکيا آهن تہ حضرت عمر رضي الله عنہ
فرمائي ٿو تہ مون انهن بکين ماڻهن کي انهن سان گهر ۾ رکيل خوراڪ
۾ ڀائيوار ڪري ڇڏيان جن کي پوري خوراڪ حاصل آهي، هاڻي اهي اڌ
کائن ۽ باقي اڌ بکين کي ڏين ڇوتہ ان صورت ۾ ٻئي ڌريون هلاڪت
کان بچي پونديون. ان کان بعد مؤرخہ طبري حضرت عمر رضہ جي هڪ
خواهش ذڪر ڪئي آهي ۽ اها هي، آهي.

(٢) عن معاذ قال قال عمر بن الخطاب لو استقبلت من امري ما
استدبرت لاخذت فضول اموال الاغنياء فقسمت: علي الفقراء ( تاريخ
الامم والملوڪ ج٥ ص ٢٢ **بحوالہ اسلام ڪے معاشي تصورات ٤٥)**

حضرت معاذ کان روايت آهي تہ حضرت عمر فاروق فرمائي ٿو تہ
جيڪو رايو مون کي هاڻي پيدا ٿيو آهي جيڪڏهن اهو اڳي ظاهر ٿئي
هان تہ ضرور.آسودن جو بچت مال وٺي ڪري غريبن ۾ ورهائي ڇڏيان
هان.

هيءَ تہ بيان هيو مالدارن جي مالن ۾ موت کان اڳ ۾ وجوبي حق.

## موت کان بعد وجوبي حق

مرڻ کان بعد وجوبي حق ميراث آهي. مرڻ کان بعد ميت جي مال
کي ميراث ۽ جن کي شريعت پاڪ ان جي مال جو جبري مالڪ بڻايو
آهي انهن کي وارث چيو ويندو آهي. پوءِ انهن وارثن جا مختلف حصا
خدا پاڪ مقرر فرمايا آهن ۽ ان ميراث جي مسئلي جي الله تعاليٰ وٽ

ايڏي اهميت آهي جو ان مسئلي کي خوب وضاحت سان پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ ذڪر ڪيو اٿائين. ۽ پڻ ان سبب جي ڪري ئي ميراث جي علم کي علم الفرائض ڪوٺيو ويندو آهي.

**سرمائيدارن جي مالن ۾ محتاجن جا نفلي حقوق موت کان اڳ ۾**

سرمائيدارن جي مالن ۾ محتاجن جا نفلي تقريبا اٺ حق آهن

١ـ خيرات ڏيڻ

٢ـ حسن خلق

٣ـ قرض ڏيڻ

٤ـ قرض ۾ سهولت ڪرڻ يا معاف ڪرڻ

٥ـ محتاج لاءِ سفارش ڪرڻ

٦ـ پاڻ سان گڏ کارائڻ

٧ـ پاڻ جهڙو ڪاڏو ڪپڙو ڏيڻ

٨ـ معاشي تحفظ ڪرڻ.

**خيرات ڏيڻ :** وجوبي حقوقن کانسواءِ مالدارن جي مال ۾ محتاجن جا نفلي حقوق بہ آهن جن کي خيرات چيو ويندو آهي. نفلي خيرات جي لاءِ بہ الله تعاليٰ پنهنجن پانهن کي اڀاريو آهي ۽ ان جو وڏو اجر ذڪر فرمايو آهي.

(١) رسول الله صلي لله عليہ وسلم جن فرمايو آهي سخي الله تعاليٰ کي ۽ جنت کي ۽ ماڻهن کي ويجهو آهي ۽ دوزخ کان پري آهي ۽ ڪنجوس الله تعاليٰ کان بہ پري آهي ۽ جنت کان بہ پري آهي ۽ ماڻهن کان بہ پري آهي ۽ دزخ جي ويجهو آهي، اهڙو سخي جو صرف الله تعاليٰ جا فرائض ادا ڪري ٿو الله تعاليٰ کي ان عابد کان وڌيڪ پيارو آهي جو ڪنجوس آهي. مشڪوة ص ١٦٤﴾

٢۔رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمائن ٿا ڪو بہ اهڙو ڏينهن نہ آهي جنهن ۾ بہ ملائڪ ڏرتيءَ تي نہ ٿا لهن جن مان هڪ چوي ٿو تہ اي الله تنهن جي راهہ ۾ خرچ ڪندڙ کي عيوض ڏي، ٻيو چوي ٿو اي الله ڪنجوس جي مال کي تلف ڪر ( مشڪوة ص ١٦٤ ).

٣۔رسول الله صلي عليہ وسلم جن فرمائن ٿا تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اي آدم جا پٽ! منهنجي راهہ ۾ جيستائين خرچ ڪندو رهندين تيستائين مون تو کي ڏيندو رهندس. بهرحال و جوبي ۽ فرضي صدقات کان سواءِ نفلي خيراتن سان بہ محتاجن جي مدد ڪرڻ ۾ وڏو ثواب آهي.

**حسن خلق :** حسن خلق کان مراد آهي سهڻي هلت چلت ۽ ماڻهن کي سچي نالي ۽ سهڻي لقب سان سڏڻ، ڪو ٿي ملي وڃي تہ سلام ۾ اڳرائي ڪرڻ وغيره ۽ ٻڻ عزت سان مسلمان کي ڏسڻ ۽ محبت ڪرڻ. حسن خلق جو تعلق صرف سرمائيدارن ۽ اميرن سان نہ آهي بلڪہ غريبن ۽ هيٺين طبقي وارن سان بہ آهي. غريب جيڪڏهن حسن خلق ڪندو تہ اهو ان جو شان آهي. پر جيڪڏهن غريب حسن خلق اختيار نہ ڪندو تہ وينر دنيا ۾ خراب ٿيندو ۽ اخرت ۾ بہ اجا خراب ٿيندو. قال النبي صلي الله عليہ وسلم.

ثلثة لا يكلمهم الله يوم القيمة و لايزكيهم وفي رواية لا ينظر اليهم و لهم عذاب اليم. شيخ زان و ملك كذاب وعائل متكبر . (مسكواة ص ٤٢٣)

ٽي ماڻهو شخص اهن جن سان الله تعالي قيامت جي ڏينهن نہ ڳالهائيندو ۽ نہ ئي انهن کي ڏوهن کان پاڪ فرمائيندو ۽ هڪ ٻي روايت ۾ آهي ۽ نہ ئي انهن ڏانهن رحم سان نظر ڪندو. ۽ انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. هڪ پوڙهو زاني ٻيو ڪوڙو بادشاهہ ٽيون سچو وڏائي ڪندڙ.

يعني ٽي شخص اهڙا آهن جن سان قيامت جي ڏينهن الله تعالي

ٽن قسمن جو برتاءُ ڪندو.

١ـ الله تعاليٰ انکي گناهن کان پاڪ نہ ڪندو.

٢ ـ الله تعاليٰ ان ڏي رحم ۽ ڪرم جي نظر سان نہ ڏسندو

٣ـ ان کي دردناڪ عذاب ڪندو انهن ٽن مان هڪ اهو شخص بہ آهي جيڪو مجي سيجو ۽ هيٺاهون پوءِ بہ آڪڙ ڪري، ڪنهن جو بہ لحاظ نہ رکي، نہ فقير جو نہ امير جو سو سهڻن اخلاقن جو تعلق امير سان بہ آهي تہ فقير سان بہ هيٺاهين انسان سان بہ آهي تہ مٿانهين انسان سان بہ پر چونڪہ مشاهدي ۽ تجربي سان معلوم ٿو ٿئي تہ اڪثر ڪري حسن خلق کان مٿاهون طبقو خالي نظر اچي ٿو. ان ڪري حسن خلق کي ان باب ۾ ذڪر ڪيو وڃي ٿو جنهن باب ۾ هيٺاهين طبقي جا مٿاهين طبقي جي مٿان حق بيان ڪيا وڃن ٿا.

قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم ان من احبكم الي احسنكم اخلاقا

رواه بخاري. (مشكوة ص ٤٢١) نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو توهان مان مون کي زور پيارو اهو شخص آهي جڪو توهان ۾ تمام ڀلن اخلاقن وارو آهي.

ان ڪان علاوه ڪافي احاديث مبارڪ ۾ حسن خلق جي وڏي تعريف آيل آهي. ۽ ٻن غريب سان سهڻو ڳالهائڻ ۽ ڪيس سهڻو جواب ڏيڻ بہ حسن خلق ۾ داخل آهي. الله تعاليٰ سورة والضحي ۾ فرمائي ٿو فاما اليتيم فلاتقهر واما السائل فلاتنهر يعني يتيم تي ڏمر نہ ڪر ۽ سائل کي جهڻڪ نہ ڏي. اڄ سرمائيدارن جو ڇا تہ حال آهي جو يتيمن ۽ سائلن کي دين تہ ٺنا پر برو ڳالهائن ٿا.

١ـ قال النبي صلي الله عليہ وسلم اتقو النار ولوبشق تمرة فان لم تجد فبكلمة طيبة (بخاري ج٢ ص ٨٩٠)

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جهنم کان بچاء ڪيو توڙي کارڪ جي ڇيت سان پر جيڪڏهن اها بہ نہ لهين تہ پوء مٺي ڪلام سان

٢ـ و ان من المعروف ان تلق اخاک بوجہ طلق (مشكوة ص ١٦٨)

بيشڪ هيء ڳالهہ بہ نيڪي جي آهي جو تون پنهنجي ڀاء سان ٻهڪندڙ منهن سان ملين

٣ـ تبسمک في وجہ اخيک صدقة (ايضا)

پنهنجي ڀاء جي منهن سامهون تنهنجو مرڪڻ بہ صدقو آهي.

يعني جيڪڏهن محتاج کي ڪجهہ بہ نہ ڏئين تہ گهٽ ۾ گهٽ ان محتاج کي ٻهڪندڙ منهن سان سٺو جواب ڏي تہ اهو بہ تنهنجو خير ۽ صدقو آهي.

**قرض ڏيڻ:** محتاج کي جيڪڏهن ڪا شيء ملڪيت طور نٿو ڏئي سگهي تہ انکي اها شي قرض طور ڏئي تہ اهو بہ انلاء اجر جو سبب آهي. قرض کان مراد صرف ڏوڪڙ نہ آهن. بلڪہ هر ضرورت واري شيء مـــراد آهي. پوء چاهي ڏوڪڙ هجن چاهي اَنُ هجي، چاهي زمين هجي. چاهي گهر جي جاء هجي، چاهي سواري هجي، چاهي ڪير پيڻ لاء ڪا ڏهٽي هجي يا اوڌر تي ڪنهن کي ڪا شي وڪڻي ڏئي. تہ شريعت پاڪ ان اڌاري شي ڏيڻ کي بہ صدقو ڪوٺيو آهي جيئن تہ هن حديث ۾ آهي.

١ـ من كان لہ علي رجل حق فمن اَخَّرہ كان لہ بكل يوم صدقة ( رواہ احمد مشكوة ص ٢٥٢)

جنهن جو ڪنهن جي مـــٿــان حق آهي پر ان تي (آســاني ڪرڻ خاطر) جيــتــري انکي ڍر ڏيندو اوترو ان کي هر ڏينهن جي مـقــابلي ۾ صدقي جو ثواب ملندو.

٢ـ نعم الصدقة اللقحة الصفي منحة والشاة الصفي منحة تغدو باناء و

تروح باخربي. متفق عليہ (مشكواة ص ١٦٨)

پلو صدقو آهي ڪنهن محتاج کي کير پيئڻ لاءِ ګهٽي کير ڏيڻ واري ڏاچي اڌاري ڏيڻ يا ګهٽي کيرا واري ٻڪري اڌاري ڏيڻ، جيڪا صبح جو بہ ٿانو ڀري ڏئي ۽ شام جو بہ ٿانو ڀري ڏئي.

**قرض ۾ سهولت ڪرڻ يا معاف ڪرڻ :** ڪنهن مسڪين ماڻهو کان قرض وصول ڪرڻ ۾ دير ڪرڻ يا سڀ قرض يا ڪجهہ قرض معاف ڪرڻ لاءِ شريعت پاڪ وڏي ترغيب ڏني آهي.

١. حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ هڪ شخص ماڻهن سان قرض تي ڏيتي ليتي ڪندو هو ۽ پنهنجي نوڪر کي چئي ڇڏيو هيائين تہ جڏهن مسڪين وٽ اچين ۽ اهو تو کي قرض نہ ڏيئي سگهي تہ ان کي معاف ڪري ڇڏجانءِ مَانَ الله تعاليٰ اسان کي بہ گناهہ معاف ڪري ڇڏي، پوءِ جڏهن مري ويو تہ الله تعاليٰ ان جا گناهہ معاف ڪري ڇڏيا. (مشڪوة ص ٢٥١)

قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم من سره ان ينجيہ الله من كرب يوم القيامة فلينفس عن معسراو يضع عنہ (رواه مسلم مشكوة ص ٢٥١):

رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي، جنهن کي هيءَ ڳالهہ خوشي ۾ وجهي تہ الله تعاليٰ ان کي قيامت جي ڏينهن جي تڪليف کان بچائي تہ اهو سڃي قرضي کي دير ڏئي يا اصل قرض معاف ڪري ڇڏي.

٣ـ هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪو ڪنهن سڃي کي مهلت ڏنو ڏئي يا معاف ڏنو ڪري تہ الله تعاليٰ ان کي قيامت جي ڏينهن پنهنجي رحمت جي ڇانو هيٺ آڻيندو.

(رواه مسلم. مشكوة ص ٢٥١)

محتاج لاءِ سفارش ڪرڻ : جيڪڏهن ڪو ماڻهو محتاج جي هن

ڪري مدد نہ ٿو ڪري سگهي جو انڪي پاڻ طاقت نہ آهي تہ پوءِ هو ٻين سگهن کي ان جي سفارش ڪري تہ الله تعاليٰ ان سفارش ڪندڙ کي اوترو ئي ثواب ڏيندو جيترو مدد ڪندڙ کي عنايت فرمائيندو ۽ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ڪان اهڙا ڪيئي واقعا نقل ڪيا ويا آهن. مثال طور تي هڪ روايت ۾ آهي تہ مضر قبيلي جا ماڻهو هڪ وقت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن وٽ آيا انهن جي مسڪيني ۽ بک ڏسي ڪري حضو صلي الله عليہ وسلم جي چهري انور ۾ ان جو اثر ظاهر ٿيو هوڏانهن نماز جو وقت بہ اچي ويو. حضرت بلال کي اذان چوڻ جو حڪم ڪيائون. بلال سائين اذان ڏني خلق اچي وئي پاڻ ڪريم جن ماڻهن کي نماز پڙهائي پوءِ جماعت کي انهن مسڪينن جي مدد ڪرڻ لاءِ قرآن شريف جون ڪجهہ آيتون پڙهي ڪري چندي ڏيڻ تي اٿاريائون ۽ فرمايائون جنهن کي جيترو ئي سگهي ڪٿي اچي توڙي ڪٿي ٿارڪ جي جيت ڇو نہ هجي. وعظ ختم ٿيو جماعت پنهنجي گهرن ڏي هلي وئي پوءِ اول هڪ انصاري صحابي ٿيلهي پئسن جي آندي جو هڪ مٺ سان ڪٿي نہ پيو سگهي. اهڙي طرح ڪنهن ڪجهہ آندو ڪنهن ڪجهہ آندو. تانتہ طعام جو بہ هڪ ڍڳ ٿي ويو تہ ڪپڙن جو بہ هڪ ڍڳ ٿي ويو صحابہ جي قرباني ڏسي ڪري حضور صلي الله عليہ وسلم جو چهرو اطهر خوشي ياران ڀهڪي پيو چڻ تہ چهري انور کي سون جو پاڻي لڳل آهي. ان کان بعد فرمايائون.

من سن في الاسلام سنة حسنة فلہ اجرها و اجر من عمل بهامن بعده من غير ان ينقص من اجورهم شيءِ و من سن في الاسلام سنة سيئة كان عليہ وزرها و وزر من عمل بها من بعده من غير ان ينقص من اوزارهم شيءِ. ( رواه مسلم ـ مشكوة ص ٣٣ )

جنهن اسلام ۾ سهڻو طريقو جاري ڪيو تنهن لاءِ ان جو اجر آهي ۽ پڻ جيڪي به ان کان بعد ان طريقي تي هلندا انهن سمورن جو به اجر ان کي ملندو ۽ انهن جي اجر مان به ڪا شيءِ نه گهٽبي ۽ جنهن اسلام ۾ برو طريقو جاري ڪيو تنهن جي مٿان ان جو گناهه آهي ۽ انهن شخصن جو به گناهه ان جي سر تي ٿيندو جيڪي ان طريقي سان هلندا ۽ انهن جي گناهه مان به ڪا شيءِ گهٽائي نه ويندي.

۽ الله تعالي فرمايو آهي.

من يشفع شفاعة حسنة تكن له نصيب منها ومن يشفع شفاعة سيئة تكن له كفل منها ط (النساء ع١١)

جيڪو چڱي ڳالهه جي سفارش ڪندو تنهن لاءِ منجهانئس حصو آهي ۽ جيڪو بڇڙي ڳالهه جي سفارش ڪندو تنهن لاءِ منجهانئس حصو آهي.

**۽ هڪ روايت ۾ آهي.**

انه اذا اتاه السائل او صاحب الحاجة قال اشفعوا فلتوجروا.

متفق عليه ـ مشكوة ص ٤٢٢ .

بيشڪ جڏهن به نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن وٽ ڪو سائل يا ضرورت وارو ايندو هو ته صحابه کي فرمائيندا هئا ته انجي سفارش ڪريو ته اوهان کي به انجو اجر ملندو.

**خدمتگار کي پاڻ سان گڏ کارائڻ:** خدمت ڪندڙ جڏهن ته پنهنجي صاحب جي سک لاءِ تيا ٻاڪائي ٿو تنهن ڪري ان جي دل جوئي لاءِ صاحب کي شريعت پاڪ حڪم ڪيو ته هاڻي ان کي پاڻ سان گڏ کاراءِ تانته انجي دل خوش ٿئي.

١ـ قال النبي صلي الله عليه وسلم اذا اتي احدكم خادمه بطعامه فان لم يجلسه معه فلينا وله لقمة اولقمتين او اكلة او اكلتين فانهٔ ولي

علاجـ. (بخاري ج١ ص ٣۴٧).

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي جڏهن توهان مان ڪنهن هڪ وٽ سندس خادم طعام آڻي (پوءِ چڱو تہ ائين آهي تہ ان کي پاڻ سان گڏ کارائي) پر جيڪڏهن پاڻ سان گڏ ويهاري ان کي نہ ٿو کارائي تہ پوءِ هڪ بہ گرهہ کڻي ان کي ڏئي جو تہ طعام تيار ڪرڻ ۾ ان تڪليف ڪاڻي آهي.

٢ـ اذا صنع لاحد کم خادمہ طعاما ثم جاء بہ وقد ولي حره ودخانہ فليقعده معہ و ليا کل فان کان الطعام مشفو هافليضع في يده منہ اکلة اواکلتين. (ابو داؤد ت٢ ١٨٢)

جڏهن توهان مان ڪنهن لاءِ سندس خادم طعام جي دونهين ۽ گرمي کي سهي ڪري وٽس کڻي اچي تہ پوءِ انکي گهرجي تہ ان کي پاڻ سان گڏ ويهاري ڪري کارائي پر جيڪڏهن طعام ٿورو آهي تہ پوءِ ان جي هٿ تي هڪ بہ گرهہ رکي.

پاڻ جهڙو کارائڻ ۽ پهرائڻ ۽ ڳوري ڪم وقت ان سان ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ مددگار ٿيڻ: خدمتگار کي اهو ئي کاڌو کارائجي جيڪو پاڻ کائجي ائين نہ تہ پاڻ گوشت کائي ۽ خادم کي دال کارائي ۽ پڻ جهڙا ڪپڙا پاڻ پائي اهڙا خادم کي پارائي ۽ ڳري ڪم ۾ ان جي مدد ڪري.

قال النبي صلي الله عليہ وسلم ان اخوانکم خولکم جعلهم الله تحت ايديکم فمن کان اخوه تحت يده فليطعمہ مما يا کل و يلسہ مما يلبس ولا تکلفوا هم مايغلبهم فان کلفتموا هم مايغلبهم فاعينوا هم (بخاري ج١ ٣۴٦)

بني ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ بيشڪ توهان جا پاٽر توهان جا خادم آهن جن کي الله توهان جي هٿن هيٺ ڪيو آهي ۽ پوءِ جنهن جو ڀاءُ جنهنجي هٿ هيٺ هجي پوءِ انکي ان مان

ڪارائي جنهن مان پاڻ ڪائيندو آهي ۽ ان کي اهو پهرائي جيڪو پاڻ پهريندو آهي ۽گري ڪم جي انهن کي تڪليف نہ ڏيو پر جيڪڏهن ۽گري ڪم جي انهن کي تڪليف ڏيو تہ پوءِ انهن جي مدد ڪريو.

**محتاجن جو مالي تحفظ:** محتاجن جو طاقت وارن جي متان مي بہ حق آهي تہ جيڪڏ هن محتاج پنهنجي مال جي حفاظت کان قاصر آهي جو پنهنجي مال جي حفاظت نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ ان جي مال جي حفاظت طاقت وارا ڪندا. مثال طور هڪ يتيم کي جائداد ۽ ملڪيت آهي تہ ان جي سرپرست تي هيءَ بہ حق آهي تہ اهو ان جي جائداد ۽ ملڪيت جي انجي بالغ ٿيڻ تائين امانت ۽ سهڻي طريقي سان ديک ڀال ڪري پوءِ جيڪڏهن سرپرست مالدار آهي تہ پوءِ بنا معاوضي جي انجي مال جي ديک ڀال ڪري) جيڪڏهن غريب آهي تہ مناسب معاوضو ان جي ملڪيت مان ڪٽي سگهي ٿو. جيئن قرآن پاڪ ۾ حڪم آهي.

ومن كان غنيا فليستعفف ومن كان فقيرا فليا كل بالمعروف (النساء ع١)

۽ جيڪو آسودو هجي تنهن کي (يتيم جي مال کان) پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪو فقير هجي تنهن کي مناسب طور سان کائڻ گهرجي.

يتيم جي مال ۽ جائداد ۾ خيانت ڪندڙ ۽ ناجائز فائدو حاصل ڪندڙن لاءِ قرآن ڪريم ۾ سخت و عيد آهي. فرمايائين

ان الذين يا كلون اموال اليتمٰي ظلما انما ياكلون في بطونهم نارا و سيصلون سعيرا. (النساء ع١)

جيڪي يتيمن جو مال ڏاڍ سان کائيندا آهن سي پنهنجي پيٽن ۾ رڳو باهہ کائيندا آهن ۽ دوزخ ۾ سڪهو گهڙندا.

۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جو ارشاد گرامي آهي تہ

يبعث يوم القيمة القوم من قبورهم تاجج افواههم نارا قيل يا

رسـول الله من هم قال الم تر ان الله قال ان الذين يا كلون اموا ل اليتامیٰ ظلماً . (ابن ڪثير ج۱ ص ۴۵٦)

قـيامت جي ڏينهن قـبرن مـان هڪـڙيون قومـون اهڙي حـالت ۾ اٿـاريون ويندیون جو انهن جي واتن مان باهہ پئي ڀڙڪندي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي عرض ڪيو ويو تہ اي الله جارسـول ! اهي ڪير هوندا؟ فرمـايائون جا نہ ڏنـو ٿي تون جو الله تعـالي فرمـايو آهي جيڪي يتيمن جا مال ڏاڍ سان کائن ٿا سي پنهنجي پيٽ ۾ رڳو باهہ کائيندا آهن.

**تحفظ جون صورتون** : صورت عـ ۱ يتيمن جي سرپرستن تي لازم آهي تہ اهي يتـيم جي مـال ۽ جائداد جو مناسب انتظام ڪرن ۽ تجارت وغيره جي ذريعي انجي واڌاري جو بہ خيـال ڪرن. يتـيم جڏهن بالغ ٿئي تہ سڀ ڪجهہ (اصل ماڙ ۽ نفع) ايمانداري سان ۽ دل جي خوشي سان ان جي حوالي ڪري ڇڏن. ان جي متعلق قرآن پاڪ ۾ هن طرح هدايت آهي.

و ابتلو اليتمیٰ حتیٰ اذا بلغوا النڪاح فان آنستم منهم رشداً فادفعوا اليهم اموالهم (النسآء ع۱)

۽ ايستائين يتيمن کي پرکيو جيستائين برٺي جي عمر کي پهچن پوء جيڪڏهن انهن ۾ ڪا سياڻپ ڏسو تہ سندن مال کين موٽائي ڏيو.

ان ڪري يتـيمن جي بلوغت کـان پهريون ئي مناسب ۽ صحـيح تربيت ڪرڻ گـهرجي جيئن اهي بلوغت کـان بعـد پنهنجو ڪاروبار بنا جهجهڪ ۽ تڪليف جي ڪري سگهن. مطلب تہ بلوغت کـان اڳ ۾ ئي انهن کي ڪـاروبار ۾ ڪيڙي ۽ ماهر بڻائي ڇڏجي. ان ڪري امـام اعظم رحمہ الله وٽ هي مسئلو آهي تہ نا بالغ جامعاملات سندس سرپرست جي اجازت سان جائز آهن جڏهن سرپرست کي تسلي ٿئي تہ مال جو مالڪ هاڻي بالغ بہ ٿيو آهي ۽ پنهنجو ڪاروبار سنڀاليُ سگهي ٿو تہ سندس مال

حوالي ڪري ڏئي (ڪما في ڪتب الفقہ)

صورت ع ــــ ٢: جيڪڏهن ڪو ڇريو ۽ بيوقوف آهي تہ انجو سرپرست ان جي مال کي ان جي قبضي ۾ نہ ڇڏي بلڪہ ان جي مال تي ڪنٽرول ڪري ان کي ان مان خوراڪ ۽ پوشاڪ پيو ڏئي ۽ انکي مٺي زبان سان سمجهہ جون ڳالهيون پيو ڪري. ڪما قال الله تعالىٰ

ولا تؤ توالسفهآءَ اموالكم التي جعل الله لكم قياما وارزقوهم فيها واكسوهم وقولوا لهم قولا معروفا. (النسا ع١)

۽ بي سمجهن کي پنهنجا اهي مال نہ ڏيو جن کي الله اوهان لاءِ گذارن جو سبب بڻايو آهي ۽ منجهانئس کيس کارايو ۽ کين پهرايو ۽ کين چڱي ڳالهہ چئو.

بي وقوف کي مال حوالي ڪرڻ ۾ ايترو گناهہ آهي جو اهڙ شخص جي دعا رب تعالىٰ قبول نہ ٿو فرمائي.

حجر المحيط ۾ آهي تہ ٽن شخصن جي دعا قبول نہ ٿي ڪئي وڃي

(١) جيڪو مڙس گندي عادتن واري زال کي طلاق نہ ڏئي،

(٢) جيڪو بيوقوف کي مال حوالي ڪري ڏئي.

(٣) جيڪو ڪنهن کي قرض ڏئي پر شاهد نہ بڻائي (الا شباہ و النظائر ٣٩٠)

**صورت ھـ ٣:** ان جو سرپرست ناجائز طريقي سان ان جو مال نہ کپائي ۽ اٿين بہ نہ ڪري جو چوي تہ هاڻي تہ اجا ننڍو آهي تنهنڪري ان جي مال مان هاڻي کائي وٺان اجهو وڏو ٿيو پوءِ تہ مون کي مال ان جي حوالي ڪرڻو پوندو. پوءِ کائڻ جو موقعو ئي نہ ملندو. ڪما قال الله تعالىٰ.

ولا تاكلوا ها اسرا فاو بدارا ان يكبرو (النسآء ع١)

۽ اهي (مال) اجايو ۽ (سندن) وڏي ٿيڻ جي پوءِ کان تکڙ ڪري نہ کائو.

هي تہ هيا محتاجن جا نفلي حق سرندڙن ۽ اميرن جي مٿان موت کان اڳ ۾ .

### موت کان بعد وارو نفلي حق

شريعت پاڪ وصيت کي هڪ نفلي حق مقرر فرمايو آهي جو وصيت ڪندڙ جي وفات کان بعد وصيت ڪيل کي ڏنو ويندو آهي. رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي جنهن به مسلمان کي ڪا اهڙي ملڪيت هجي جنهن ۾ انکي وصيت ڪرڻي آهي ان تي حق آهي ته ٻه راتيون نه گذرن مگر وصيت ان وٽ لکيل هجي. (مشکوٰة ص ٢٦٥)

شريعت پاڪ وصيت جي لاءِ به ڪجهہ قواعد ۽ شرائط ٻڌايا آهن مثلا ڪنهن جي لاءِ ڪري ۽ ڪيتري ڪري.

**وارث جي لاءِ وصيت نہ آهي.** وصيت انهن ماڻهن لاءِ نه ڪندو ۽ نه ڪي ان جي مرڻ کان بعد انهن کي ادا ڪئي ويندي جيڪي ماڻهو مرڻ کان بعد ان جي مال جا شريعت پاڪ ورثي جا حقدار مقرر ڪيا آهن ڇو جو جڏهن شريعت پاڪ انهن جو حصو مقرر ڪيو آهي وري هيءَ انکي اجا ڏي ته شريعت جي حصي مقرر ڪرڻ جو فائدو نه رهندو. تنهنڪري حضور صلي الله عليہ وسلم جن حجة الوداع جي خطبي ۾ فرمايو.

ان الله قداعطي کل ذي حق حقہ فلا وصية لوارث رواه ابوداؤد و ابن ماجہ والترمذي (مشکواة ص ٢٦٥)

بيشڪ الله تعاليٰ هر حق واري کي حق ڏئي ڇڪو آهي تنهنڪري وارث جي لاءِ وصيت نہ آهي.

**ٽئين حصي کان مٿي نہ ڪري،** وري شريعت پاڪ سڄي مال جي ٽئين حصي کان مٿي وصيت ڪرڻ جو حق نہ ڏنو آهي. وڌ ۾ وڌ جيڪڏهن وصيت ڪري تہ ٽئين حصي جي ڪري مٿي نہ ڪري. حضرت سعد بن ابي وقاص جا وارث آسودا هئا. تنهنڪري نبي ڪريم صلي الله

عليه وسلم کان ٽئين حصي کان وڌيڪ وصيت ڪرڻ جي اجازت ٿي گهريائين حضور صلي الله عليه وسلم جن ٽئين حصي کان مٿي وصيت ڪرڻ جي اجازت نه ڏني ۽ فرمايائون ته ٽيون حصو ڪافي ۽ گهڻو آهي. (مشکواة ص ٢٦٦)

## سرڪدي ۽ وارن امیرن جا حق محتاجن جي مٿان

اسلام ڄڏهن ته وچٿرو ۽ معتدل مذهب آهي. ان ڪري جيئن اميرن تي محتاجن جا حق مقرر ڪيا اٿائين تيئن اميرن جا به حق محتاجن جي مٿان مقرر ڪيا اٿائين.

محتاج اميرن جي عزت ڪرن ۽ انهن سان سهڻو هلن

رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي اسان جي جماعت مان نه آهي جيڪو اسان جي ننڍن جي مٿان رحم نه ڪري ۽ اسان جي وڏن جي عزت نه ڪري ۽ نيڪي جو حڪم نه ڪري ۽ برائي کان نه روڪي. (مشڪوة ص ۴۲۲)

يعني ٽي اهڙا شخص آهن جن لاءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمائن ٿا ته اسان جي جماعت مان نه آهن. انهن مان هڪ اهو به آهي جيڪو پنهنجي مٿاهين جي عزت نه ٿو ڪري. پوءِ محتاج هيٺاهون آهي ۽ امير مٿاهون آهي ان ڪري محتاج امير جي عزت ڪري.

ياد رکڻ گهرجي ته الله تعاليٰ جيڪي انسانن جي مٿان هڪ ٻئي جا حق رکيا آهن اهي هر هڪ کي پنهنجي پنهنجي سر ادا ڪرڻا آهن. چاهي اڳلو حق ادا ڪري چاهي ادا نه ڪري هر هڪ کان پنهنجن پنهنجن حقن بابت پڇا ٿيندي، پوءِ جيڪڏهن امير سرمائيدار محتاجن جا حق ادا نه به ڪرن تڏهن به محتاجن کي انهن جا حق ادا ڪرڻا آهن.

حضرت عبدالله بن مسعود رضه کان روايت آهي چيائين ته اسان کي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته بيشڪ اوهان مون کان

بعد ۾ اقرباء پروري ۽ اهڙيون شيون ڏسندو جن کي اوهان برو سمجهندؤ، تنهن تي صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ پوءِ ان بابت اوهان جو ڇا حڪم آهي؟ فرمايائون تہ اميرن کي اوهان پنهنجا حق ادا ڪري ڏجو ۽ پنهنجن حقن جو خدا تعالي کان سوال ڪجو. (مشڪواة ص ٣١٩) ۽ هڪ ٻئي روايت ۾ آهي تہ انهن تي اهي بار آهن جيڪي انهن تي رکيا ويا آهن ۽ توهان تي اهي بار آهن جيڪي توهان تي رکيا ويا آهن. (مشڪواة ص ٣٢٠)

معلوم ٿي ڇڪو تہ سرمائيدار ۽ امير محتاجن جا حق ادا نہ بہ ڪرن تڏهن بہ محتاج انهن جا حق ادا ڪرن. انهن جا ڪهڙا حق آهن ڪجهہ ذڪر ڪجن ٿا.

**حسن خلق:** انهن سان سهڻو هلڻ ۽ انهن جي عزت ڪرڻ، اسلام جڏهن تہ هر ڪم جي وچولي تعليم ڏني آهي، ان ڪري حسن خلق ۾ بہ وچولي تعليم آهي. هن طرح جو انسان ڪيڏو بہ محتاج هجي مرون پرون پاڻ کي ڪيڏي بہ وڏي مانڱوجي اڳيان ذليل نہ ڪري جو حواه مخواه وڏن ماڻهن جي چمچاگيري ڪندو وتي ۽ پيو لٽڪائيندو وتي ۽ نہ وري اهڙو متڪبر هجي جو محتاجي جي باوجود سرندڙ ۽ اميرن کي ذليل ڪندو وتي بلڪہ انهن سان اٿڻ ويهڻ ۾ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ۽ ڏيڻ وٺڻ ۾. مطلب تہ زماني جي هل چل ۾ انهن جي عزت رکي جيئن رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي

انزلو الناس منازلهم (رواه ابو داؤد . مشكوة ص ٤٢٤)

هر هڪ ماڻهوءَ کي پنهنجي پنهنجي مرتبي آهر ويهاريو.

يعني هر هڪ شخص جي عزت انجي لياقت ۽ رتبي آهر ڪريو يعني هيٺاهين ماڻهو کي متاهين ماڻهو جي عزت ڪرڻي آهي.

حضور صلي الله عليہ وسلم جو فرمان آهي.

يسلم الصغير علي الكبير (مشكوة ص ٣٩٧)

صغير كي وڏي تي سلام ڏيڻ گهرجي ان مان معلوم ٿيو تہ محتاج ۽ هيٺائين كي سرنڌ ۽ مٿاهين جي عزت كرڻي آهي.

**بغير ضرورت جي سوال نہ كري:** حديث پاك ۾ ان شخص لاءِ وڏو وعيد آيل آهي جيكو بنا ضرورت جي بني ٿو يا سوال كري ٿو. اڄكلهہ مكرا ماڻهو اهڙا آهن جن جو پنڻ ڌنڌو ٿي پيو آهي. حالانكہ بغير ضرورت جي پنڻ كي شريعت پاك حرام كيو آهي. جيترو ٿي سگهي پورهيو كري پنهنجو قوت حاصل كجي نبي كريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي.

١. لان يا خذ احدكم حبلة فياتي بحزمة حطب علي ظهره فيبيعها فيكف الله بها و جهہٗ خيرلہٗ من ان يسئل الناس اعطوه او منعوه رواه البخاري . مشكوج ص ١٦٢)

مكرو ماڻهو بني ٿو كو ڏئيس يا نہ ڏئيس ان لاءِ هي ڪانهہ تمام ڀلي آهي جو رسو كڻي جهنگ مان ڪاٺيون كري بني تي كڻي بازار ۾ وڪڻي جو تہ ان سان الله ان جي منهن جي رونق كي بچائي ٿو.

٢. هك انصاري صحابي حضور صلي الله عليہ وسلم كان سوال كيو تنهن تي نبي كريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايس تہ گهر ۾ كجهہ اٿي؟ عرض كيائين تہ هائو! سائين هك كمبل آهي جنهن جي كجهہ حصي كي پائيندا آهيون ۽ كجهہ حصي كي وڇائيندا آهيون ۽ هك پيالو بہ آهي جنهن ۾ پاڻي پيئندا آهيون فرمايائونس تہ بهڻي كڻي اچ، جڏهن صحابي كڻي ايو پاڻ كريم صلي الله عليہ وسلم جن انهن ٻنهي كي پنهنجي هٿ مبارك ۾ جهلي فرمايو تہ كو آهي جو هي بہ

شيون خريد ڪري؟ هڪ شخص عرض ڪيو تہ سائين جي هڪ درهم ۾ ڏيو تہ مان وٺندس، فرمايائين تہ آهي ڪو جو هڪ درهم کان وڌائي ڏئي؟ ٻہ دفعا يا ٽي دفعا فرمايائون، پوء هڪ شخص عرض ڪيو تہ ٻن درهمن ۾ مون ٺو خريد ڪريان، پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن خريدار کي ٻئي شيون ڏئي ان کان پئسا وٺي ڪري ان انصاري صحابي کي ڏنا ۽ فرمايائونس تہ هڪ درهم سان سيڌو خريد ڪري پنهنجي گهر پهچاءِ ۽ ٻئي سان ڪهاڙو خريد ڪري مون وٽ کڻي آءُ. پوءِ ائين ڪيائين، نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن وٽ ڪهاڙو کڻي آيو پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجي هٿ سان ان ۾ ڳن ٺوڪيو ۽ فرمايائونس تہ وڃي ڪاٺيون ڪري وڪڻ، پندرهن ڏينهن لاڳيتو اهو ڪم ڪر، جو مون ۾، تو کي نہ ڏسان، پوءِ صحابي هليو ويو ۽ ڪاٺيون ڪري وڃي بازار ۾ وڪڻي پيو. مدت گذرڻ کان بعد خدمت ۾ حاضر ٿيو جو ڏهہ درهم ڪمائي چڪو هو. پوءِ انهن مان ڪجهہ سيڌو خريد ڪيائين ۽ ڪجهہ لٽو ڪپڙو خريد ڪيائين. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ڪيس فرمايو تہ هيءَ تنهنجي لاءِ تمام ڀلو آهي. جيڪڏهن تون پنين ها تہ تنهنجي منهن ۾ قيامت جي ڏينهن چٽو هجي ها. (مشڪوٰة ص ١٦٣)

ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ اصل محتاج کي ڪمائي ڪري پنهنجي ضرورت پوري ڪرڻي آهي. هائو جيڪڏهن هن جي ڪمائي ان جي ضرورت کي پورو نٿي ڪري سگهي يا پورهئي جي لائق ئي نہ آهي تہ پوءِ ضرورت جي دفع ڪرڻ لاءِ ان کي پنڻ جائز آهي.

قبيصة نالي هڪ صحابي آهي انکي رسول صلي الله عليہ وسلم جن فرمائين ٿا ٽن صورتن ۾ سوال ڪرڻ جائز آهي. ١۔ ڪنهن خون ڪيو

آهي پوءِ ڪو شخص وڃي ڪري مقتول جي وارثن کي چوي تہ توهان ان سان نہ وڙهو توهان کي خون جي بها شريعت موافق مون پري ڏيندس. مقتول جا وارث ان ڳالهہ تي راضي ٿي ويا ۽ قاتل جي ڏر سان جنگ ختم ڪيائون هاڻي ان شخص کي سوال ڪرڻ جائز آهي جو خون جي بها مسلمانن مان چندو ڪري مقتول جي وارثن کي ڏئي پوءِ جڏهن خون جي بها اڳاڙي ويو تہ پوءِ پنڻ ۽ چندي کان بس ڪري ائين نہ تہ ڍنگ ڪري يڪو پيو پنندو وتي.

۲۔ ڪنهن شامت جي ڪري ڪنهن جو مال تباهہ ٿي ويو هاڻي انکي ايترو پنڻ جائز آهي جنهن سان هو پنهنجي ضرورت پوري ڪري سگهي.

۳۔ ڪنهن کي بک اهڙو ورايو آهي جو ان لاءِ ٽي سياڻا ماڻهو چون تہ واقعي هي بکيو آهي هاڻي اهو ايترو پني جنهن سان هو بک کي دور ڪري. انهن ٽنهي صورتن کان سواءِ قبيصة جيڪو پني کائي ٿو سو حرام کائي ٿو. (مشڪوٰة ص ۱٦۲)

ان ڪري فقيهن لکيو آهي تہ جنهن وٽ هڪ ڏينهن جو قوت آهي تہ پوءِ انکي پنڻ جائز نہ آهي.

ولا يسال من لہ قوت يومہ (ڪنزالدقائق ص ٦۵)

۽ جنهن وٽ هڪ ڏينهن جو قوت آهي اهو (قوت لاءِ) سوال نہ ڪري.

پوءِ اهو ڏينهن جو قوت يا تہ جائي پائي موجود هجي يا وري ڪو ڌنڌو ڏوٿو آهي. ۽ سمجهي ٿو تہ مون ايترو اڄ ڪمائي سگهندس جنهن سان منهنجي ڏينهن جي قوت جي پورت ٿيندي تنهن کي بہ سوال ڪرڻ حرام آهي ۽ رهندو اهڙي پنندڙ کي جيڪڏهن سوال ڪرڻ کان پوءِ ڪوڏئي ٿو ۽ ڏيندڙ کي ان جي حال جي خبر بہ آهي تہ ڏيندڙ شخص بہ گناهگار ٿيندو (فتح المعين ج۱ ص ۴۱۴)

**ف:** پر جيڪڏهن بنا سوال جي اهڙي ماڻهو کي ڪجهہ ڏنو وڃي تہ انکي وٺڻ جائز آهي جو تہ زڪوة جي نصاب کان جنهن وٽ ملڪيت گهٽ آهي تہ انکي وٺڻ جائز آهي (بحرالرائق ج۲ ص ۲۵۰)

ان شخص جي وڏي فضيلت آهي جيڪو ماڻهن کان ضرورت جي باوجود نہ ٿو پني. ۱۔عن ثوبان قال قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم من تڪفل لي ان لايسال الناس شيئا فاتڪفل لہ بالجنة فقال ثوبان انا. فڪان لايسال احدا شيئا.

رواه ابو داؤد والنسائي (مشڪوة ص ۱۶۳)

حضرت ثوبان رضہ کان روايت آهي چيائين تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ ڪير آهي جو مون سان پڪو واعدو ڪري تہ ڪنهن کان بہ ڪا شيء نہ گهرندو تہ پوء مون ان جي لاء بهشت جو ضامن آهيان.؟

حضرت ثوبان عرض ڪيو تہ مون تو اوهان سان اهو پڪو واعدو ڪريان. راوي چوي ٿو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن سان پڪي واعدي ڪرڻ کان بعد ثوبان ڪنهن کان بہ ڪا شيء نہ گهرندو هو.

۲۔عن ابي ذر قال دعا ني رسول الله صلي الله عليہ وسلم وهو يشترط علي ان لا تسال الناس شيئا قلت نعم قال ولا سو طک ان سقط منک حتي تنزل الية فتاخذه (رواه احمد ۔ مشڪوة ص ۱۶۴)

حضرت ابو ذر رضہ کان روايت آهي چيائين تہ رسول االله صلي الله عليہ وسلم جن مون کي سڏي ڪري شرط ڪيو تہ ڪنهن کان بہ ڪا شيء نہ گهر جانء مون عرض ڪيو تہ هائو سائين. فرمايائين توڙي لڪڻ ڪري پوئي تڏهن بہ سوال نہ ڪجانء بلڪہ سواري تان لهي ڪري اهو لڪڻ پاڻ کڻجانء.

پر جنهن شخص کي شريعت پاڪ پنڻ ي اجازت نہ ڏني آهي ء

اهو ٻني ٿو ان لاءِ تمام وڏو وعيد آيل آهي.

١. قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم مايزال الرجل يسئل الناس حتيٰ ياتي يوم القيمة ليس في وجهه مزعة لحم (متفق عليہ. مشكواة ص ١٦٢)

فرمايو رسول الله صلي الله عليہ وسلم هميشہ شخص پڇندو رهي ٿو تانته قيامت جي ڏينهن (هن حال ۾) ايندو جو ان جي منهن ۾ گوشت جي ذري نہ هوندي.

٢. قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم من سال الناس اموالهم تكثرا فانما يسئل جمرا فليستقل اوليتكثر (رواه مسلم مشكوات ص١٦٣).

جڪو گهڻو مال جمع ڪرڻ خاطر پڇي ٿو سو پنهنجي لاءِ جهنم جا تاندا پڇي ٿو. پوءِ چاهي جهنم جا تاندا ٿورا ڪري يا گهڻا ڪري.

وفي روايہ قال للسائل كدوح يكدح الرجل وجهہ فمن شاء ابقي علي وجهہ ومن شاءَ تركہ (ايضا).

هڪ روايت ۾ آهي تہ سوال ڪرڻ منهن تان ماس ڪورڻ جو سبب آهي پوءِ جيڪو گهري سو باقي رکي ۽ جيڪو ڪورڻ گهري سو ڪوري.

قرض سهڻي طريقي ادا ڪرڻ ائين نہ ڪري جو قرضيءَ کي قرض نہ ڏئي ياريڙائي:

هن ويچاري مهرباني ڪري هن جي حال تي رحم کائي ڪري قرض ڏنس هيءُ وري لهڙو احسان فراموش ٿو ٿئي جو هن کي قرض نہ ڏئي يا ڏيس تہ اٿو پرهرو پرو ريڙائي ٿو. اها آهي ان جي چڱائي پٺيان مدائي. حالانڪہ الله تعاليٰ جو حڪم آهي چڱائي ڪندڙ سان چڱائي ڪريو.

هَل جزاءُ الاحسان الا الاحسان (رحمٰن ع٣).

چڱائي جو بدلو صرف چڱائي آهي. ۽ چڱائيءَ پٺيان مدائي ڪرڻ ظلم آهي، پوءِ جيڪو اصلي قرض ئي نہ ڏئي ۽ ان حالت ۾ مري وڃي

ان جي ظلم جو چا اندازو هوندو. ان ڪري ڪن روايتن ۾ آهي تہ اهو ڪفر آهي. جيئن تہ هڪ شخص سرڪار دوجهان کي عرض ڪيو.

اتعدل الدين بالڪفر فقال رسول الله صلي الله علي وسلم نعم. نسائي ج٢ ص٢٦٨).

چا قرض ڪفر جي برابر آهي؟ تنهن جي جواب ۾ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو هائو (برابر آهي).

وري ڪن روايتن ۾ آهي تہ اهو ايڏو ظلم آهي جو شهيد کان الله تعاليٰ سڀ گناهہ معاف فرمائي ٿو مگر قرض معاف نہ ٿو فرمائي.

(١) ان رسول الله صلي الله عليہ وسلم قال يغفر للشهيد ڪل ذنب الاالدين. رواه مسلم (مشڪوات ص٢٥٢).

بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ قرض کان سواءِ شهيد جا سڀ ڏوهہ معاف ڪيا وڃن ٿا.

لوْ ان رجلا قتل في سبيل الله ثم عاش ثم قتل في سبيل الله ثم عاش ثم قتل في سبيل الله ثم عاش و عليہ دين ما دخل الجنة حتي يقضي دينہ (رواه احمد. مشڪوه ص٢٥٤).

جيڪڏهن قرضي ماڻهو الله تعاليٰ جي رستي ۾ هيڪر قتل ڪيو وڃي وري جيئرو ٿي وري الله جي رستي ۾ قتل ڪيو وڃي وري جيئرو ٿي وري الله پاڪ جي رستي ۾ قتل ڪيو وڃي تہ جيستائين قرض ادا نہ ڪندو بهشت ۾ داخل نہ ٿي سگهندو.

۽ پڻ اهڙي شخص جي مٿان جنازي نماز پڙهڻ کان رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن انڪار ڪيو آهي. هڪ دفعي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم وٽ جنازو آندو ويو ۽ عرض ڪيو ويو تہ اوهان ان جي مٿان جنازي نماز پڙهو پيچا فرمايائون مٿس قرض تہ ڪونهي؟ عرض

ڪيائون تہ نہ، پوءِ ان جي جنازي نماز پڙهيائون، وري ٻيو جنازو آندو ويو وري بہ پڇا ڪيائون قرض تہ ڪونہ اٿس؟ عرض ڪيائون تہ اٿس، فرمايائون پلا ڪجهہ ڏوڪڙ ڇڏيا اٿائين عرض ڪيائون هائو سائين ٽي دينار اٿس. (۽ قرض بہ ٽي دينار هيس ۽ سمجهيائون تہ قرض لهي ويندس) پوءِ ڪٿي جنازي نماز پڙهيائون، وري ٽيون جنازو اچي ويو، وري بہ پڇا فرمايائون ڪو قرض تہ متس ڪونهيس؟ عرض ڪيائون تہ ٽي د[illegible] اٿس . فرمايائون تہ ڇا ڪجهہ ڏوڪڙ ڇڏيا اٿائين؟ عرض ڪيائون تہ نہ، تنهن تي صحابہ ڪرام کي فرمايائون توهان ان جو جنازو پڙهو مون اهڙي ماڻهوءَ جي جنازي نماز نہ پڙهندس. ابوقتاده عرض ڪيو تہ ان جو قرض مون ادا ڪندس اوهان جنازي جي نماز پڙهو. ان کان پوءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ان جي جنازي نماز پڙهي. (مشڪوات ص٢٥٢).

اهڙي قسم جي ٻي بہ روايت آهي ان ۾ آهي تہ جڏهن حضرت علي رضہ قرض لاهڻ جو ذمو ڪٽي ٿو تہ پوءِ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن نماز پڙهن ٿا. (مشڪوات ص٢٥٣).

### تنبيهہ ۽ نتيجو

ڏسو اسلامي نظام معيشت ۾ باهمي ڪيترا نہ حقوق آهن، جنهن ڪري غريب ۽ امير عزت ۽ وقار سان زندگي گذاري سگهي ٿو. اسلام سرمائيدار کي چوي ٿو تہ تنهنجي مال ۾ غريب جا حق اٿيئي اهي ادا ڪر ۽ غريب کي نہ ڪچل، ان جو جاني مالي تعاون ڪر. غريب توکان تنهنجي بادشاهي نہ ٿو کسي. بادشاهہ تون ٿي هج صرف انجو جاني ۽ مالي تعاون ڪر. غريب کي چوي ٿو تہ رزق جي ورهاست ۽ عزت، ذلت جي ورهاست مون پنهنجي هٿ ۾ رکي آهي مون پنهنجي حڪمت موافق

توکي غريب ڪيو اٿم. تون امير سان ريس نہ ڪر اهو پاڻ امير نہ ٿيو آهي ۽ نڪي تنهنجي ريس ڪري ان جي اميري ختم ٿيندي.تون رب جي رضا تي راضي رهہ. جيڪڏهن تون دنيا ۾ الله تعاليٰ جا حق ادا ڪيا تہ ان امير کان جنت ۾ اول تون ويندين ۽ امير توکان ٥٠٠ سو سال پوءِ جنت ۾ ويندو. ـ (مشکوات ص٤٤٧). ۽ پڻ ان جي مٿان دنيا ۾ تنهنجا حق رکيا اٿم اهو توکي دنيا ۾ حق ادا ڪري ڏيندو. تون هن سان سٺو سلوڪ هل ۽ ان جي عزت ڪر.

پوءِ جڏهن امير غريب تي رحم ڪندو ۽ غريب امير جي عزت ڪندو پوءِ ڏسو تہ دنيا ۾ خير ۽ برڪت ڪيئن ٿي اچي. ۽ پڻ هيءَ دنيا ڪيئن بهشت بڻجي وڃي ٿي.

## باهمي تعاون ۾ اول حقدار ڪير آهي؟

جيئن تہ اسان وٽ عام پهاڪو آهي اول خويش پوءِ درويش تيئن شريعت پاڪ بہ اول حقدار تعاون جو گهرجي ڀاتين کي ڪيو آهي. ڪافي احاديث ۾ هيءَ ذڪر ڪيل آهي تہ افضل صدقو ۽ خير اهوئي آهي جو پنهنجي عيال تي خرچ ڪيو وڃي. جيئن تہ:

(١) فرمايو رسول الله صلي الله عليہ وسلم پهلو صدقو ۽ خير اهو آهي جو پنهنجي محتا ـ لئل هجي ۽ صدقي ۽ خير ۾ پنهنجي عيال کان شروعات ڪري. مشڪواه صفحو. ١٧٠.

(٢) فرمايو رسول الله صلي الله عليہ وسلم هڪ روپيو تون الله .ي رستي ۾ ڏئين ۽ ٻيون روپيو تون ڪنهن ٻانهي جي آجي ڪرڻ ۾ ڏئين ۽ ٽيون روپيو تون ڪنهن مسڪين کي ڏئين چوٿون روپيو تون پنهنجي عيال تي خرچ ڪرين. انهن چئني روپين ۾ اجر (ثواب) جي لحاظ کان وڏو اهو روپيو آهي جنهن کي تون پنهنجي عيال تي خرچ ڪرين.

(مشڪوات ص-١٧٠).

گهر جي ڀاتين کان بعد ويجهو مسڪين مائٽ آهي.

پوءِ مائٽن ۾ جيئن ويجهو هوندو تيئن وڌيڪ حقدار ٿيندو. فرضي ۽ وجوبي صدقات صرف اصول ۽ فروع کي نہ ڏبا. باقي نفلي صدقات ۽ احسان اصول ۽ فروع تي بہ خرچ ڪبا. ان ڪري وجوبي صدقات ۾ اول حقدار ڀاءُ ۽ ڀيڻ آهن. پوءِ ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي اولاد پوءِ پڦي ۽ چاچو پوءِ مامون ۽ ماسي پوءِ ٻيا ذي رحم محرم (شامي ج٢ص٣٥٤). بلڪہ ظهير ۾ بہ لکيل آهي تہ الله تعاليٰ ان خيرات يا زڪوات کي قبول نہ ٿو ڪري جو ان جا مائٽ محتاج هجن (۽ هيءَ پنهنجي خيرات يا زڪوات انهن کي نہ ڏني (ايضا)

ان مسئلي جي تائيد ۾ هي حديثون آهن.

(١) حضرت ام سلمہ رضہ فرمائي ٿي تہ مون عرض ڪيو اي الله جا رسول، جا مون کي اجر ملندو جيڪڏهن مون ابو سلمہ جي پٽن تي خرچ ڪيان حالانڪہ اهي منهنجا بہ پٽ آهن؟ فرمايائين انهن تي خرچ ڪر پوءِ تو کي انهن جي متان خرچ ڪرڻ جو اجر ملندو (متفق عليہ مشڪوات ص١٧١).

(٢) حضرت زينب جيڪا حضرت عبدالله بن مسعود جي ذيءَ آهي فرمائي ٿي تہ هڪ ڀيري رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو اي عورتو! اوهين صدقو ڪيو توڙي زيورن جو جو نہ هجي، پوءِ حضرت زينب ۽ هڪ انصارڻ عوت حضرت بلال جي واسطي سان رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن کان سوال ڪيو تہ اسين پنهنجو صدقو پنهنجن مڙسن ۽ انهن يتيمن کي ڏيون جيڪي اسان جي پرورش هيٺ آهن؟ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو انهن کي ڏيڻ ۾ ٻہ اجر ملندا

هڪ قرابت سان احسان ڪرڻ جو ۽ ٻيو صدقي جو متفق عليہ (مشڪوات ص١٧١)

(٣) ميمونہ بنت الحارث رضہ حضور صلي الله عليہ وسلم جي زماني ۾ هڪ ٻانهي آجي ڪئي، تنهن جي خبر رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي ڏنائين، پوءِ حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو جيڪڏهن تون اها ٻانهي پنهنجن مامن کي ڏئين ها تہ توکي ان ۾ تمام گهڻو اجر ملي ها (ايضا)

(٤) رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي ڏاري مسڪين کي صدقي ڏيڻ ۾ صرف صدقي جو ثواب آهي ۽ ذي رحم محرم کي ڏيڻ ۾ بہ ثواب آهن هڪ صدقي جو ٻيو مائٽن سان احسان ڪرڻ جو (ايضا).

(٥) جڏهن لَن تَنَالو البرّ حتي تنفقواممّا تحبون واري آيت نازل ٿي يعني جيستائين پياري ۾ پياري شيءِ الله جي رستي ۾ خرچ نہ ڪندءِ تيستائين هرگز بزرگي حاصل ڪري نہ سگهندءِ. ان آيت جي ٻڌڻ سان ابوطلحہ رضہ اٺي بيهي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! مون کي پنهنجي ساري ملڪيت ۾ بيرحاء (باغ يا زمين جو نالو آهي) زور پيارو آهي ان کي الله جي نالي صدقو ڪيان ٿو اميد اٿم تہ الله تعاليٰ ان جي ڪري مون کي بزرگي عنات ڪندو ۽ پڻ الله تعاليٰ وٽ آخرت جو ذخيرو ٿي پوندو ۽ اوهان کي اختيار آهي جتي بہ ڪم آڻيو، رسول الله صلي الله علہ وسلم جن فرمايو واه واه جو فائدي وارو مال آهي ۽ مون تنهنجي ڳالهہ ٻڌي ۽ مون تنهنجي لاءِ گهڻي ڀلائي ان ۾ سمجهان ٿو تہ ان کي پنهنجي عزيزن ۾ تقسيم ڪر، ابو طلحہ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ائين ڪندم. پوءِ ان کي ابوطلحہ مائٽن ۽ سوٽن ۾ ورهايائين متفق عليہ (مشڪوات ص١٧٢).

مائٽن کان بعد پاڙيسريءَ جو حق آهي.

(١) حضرت ابو ذر رضہ کان روايت آهي تہ مونکي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو جڏهن ٻوڙ چاڙهين تہ ان ۾ گهڻو پاڻي وجهي ڪري پاڙي جي سار لهہ (مشڪوات صفحو ١٧١)

(٢) حضرت عائشہ رضہ فرمائي ٿي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن کي عرض ڪيو تہ منبهنجي پاڙي ۾ ٻہ ماڻهو آهن کنهن کي سوکڙي پاکڙي ڏيان؟ فرمايائين جنهن جو دروازو توکي وڏيڪ ويجهو آهي. (مشڪوات صفحو ١٧١).

محلي کان بعد ڳوٺ جاءِ ڳوٺ کان بعد پسگردائيءَ جا ماڻهو مسحق آهن.

(١) فقهاءِ ڪرام لکيو آهي تہ زڪوات ۾ افضل آهي تہ پنهنجن مسڪينن پائرن کي ڏجي تنهن کان بعد مسڪين پائٽيا. تنهن کان بعد ماما تنهن کان بعد پيا مائٽ. پوءِ پاڙيسري پوءِ ڳوٺ وارا پوءِ ڳوٺ جي پسگراداڻيءَ وارا (فتح المعين ج ١ ص-٤١٢ وشامي٢ ص٣٥٤).

(٢) زڪوات ڏاري ماڻهوءَ غير محتاج لاءِ ٻئي شهر ڏانهن موڪلڻ مڪروهہ آهي (ڪنز الدائق).

پسگردائي کان بعد صوبي جا ماڻهو مستحق آهن

شهري خود مختاري کان بعد آهستہ آهستہ ويندي صوبي جي ٻہ خودمختاري شريعت پاڪ مان ثابت آهي.

(١) حضرت معاذ بن جبل کي جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن يمن ڏانهن گورنر ڪري موڪلن پيا. ان وقت پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کيس ڪجهہ وصيتون فرمايون هيون انهن مان هڪ هيءَ بہ وصيت فرمائي هيائون فاعلمهم ان الله قد فرض عليهم صدقة توءخذ من اغنياءِ هم فترد علي فقراء هم (مشڪوات ص-١٥٥).

سو انهن کي ڄاڻائجانء تہ بيشڪ الله تعاليٰ اوهان جي مالن تي زڪوات مقرر ڪئي آهي جا انهن جي آسودن کان وصول ڪري انهن جي ئي فقيرن تي تقسيم ڪئي ويندي.

ان حديث جي شرح ۾ علامہ علي القاري فرمائي ٿو تہ ان حديث مان معلوم ٿيو تہ جنهن شهر ۾ زڪوات جا مستحق بہ آهن ان هوندي ان شهر جي زڪوات ٻئي شهر ۾ ڏيڻ ناجائز آهي، بلڪہ هر علائقي جي زڪوات ان علائقي جي مستحقن کي ڏني ويندي، اگرچہ ٻئي علائقي جي مستحقن کي ڏيڻ سان بالاتفاق زڪوات ادا ٿي ويندي مگر ائين ڪرڻ مڪروهہ ء ناجائز آهي (مرقات ج ۴ ص۱۱۸).

(۲) حضرت عمر بن عبدالعزيز جي زماني ۾ خراسان جي زڪوات شام ڏانهن رواني ڪئي ويئي هئي جڏهن حضرتعمر بن عبدالعزيز کي اها خبر پئي تہ ساڳوئي خراسان جي زڪوات شام مان گهرائي خراسان جي مستحقين ۾ تقسيم ڪيائين.(مرقات ج۴ ص۱۱۹)

(۲) حضرت عمر ابن حصين کي زياده يا ڪنهن ٻي حاڪم زڪوات جي وصولي لاءِ موڪليو هيو. پوءِ جڏهن عمران بہ حصين رضي الله عنہ موٽي آيو، ان حاڪم کانئس سوال ڪيو تہ اين المال زڪوات جو وصول ڪيل مال ڪاڏي ڪيئہ؟ حضرت عمران بن حصين جواب ۾ فرمايس، تہ تون مون کي زڪوات لاءِ موڪليو هيو. سو حضور صلي الله عليہ وسلم جي زماني ۾ جتان وصول ڪندا هيا سي اتان ئي وصول ڪئي سيءِ جتي ان کي صرف ڪندا هياسي اتي ئي ان کي صرف ڪيو سي، يعني جنهن علائقي مان وصول ڪندا هيا سي اتي ئي صرف ڪندا هياسي، هاڻي بہ جتان وصول ڪئي سي اتي ئي ان کي صرف ڪري موٽي آيو آهيان (ابو دائود ج۱ص۲۲۹).

(۴) حضرت ابوجحيفہ فرمائي ٿو تہ اسان وٽ حضور صلي الله عليہ وسلم جي طرفان هڪ شخص زڪوات جي وصوليءَ لاءِ آيو، پوءِ ان اسان جي آسودن کان زڪوات ورتي اسان جي مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ مون بہ يتيم ٻار هيم تنهن ڪري مون کي بہ زڪوات جي مال مان هڪ وڏي ٽنگن واري ڏاچي ڏنائين. (ترمذي ج۱ص۱۴۱).

انهن ڳالهين مان صاف معلوم ٿيو تہ علائقي جي پيداوار ۾ اول مستحق علائقي جا ماڻهو آهن. پيداوار جا حق اتي ادا ڪبا جتان پيداوار حاصل ٿئي. ان ڪري فقها ڪرام لکيو آهي تہ زڪوات کي اتي صرف ڪبو جتي اها پيدا ٿئي مالڪ ڇاهي ڪٿان جو بہ هجي مثلا هڪ ماڻهوءَ جي رهائش ۽ گهر پنجاب ۾ آهي، مگر ان جو ڌنڌو يا زمين وغيره مطلب تہ ان جي معاش جو ذريعو سنڌ ۾ آهي تہ ان جي پيداوار جي زڪوات وغيره سنڌ ۾ سنڌ ۾ صرف ڪرڻ آهي.

البتہ فطرانو ان کي پنجاب ۾ ڏيڻو آهي ڇو تہ فطري جو تعلق پيدا وار سان نہ آهي، بلڪہ ان جي سر سان آهي (البحر الرائق ج۲ ص۱۵۰ وڪذا في فتح القدير والمحيط والبحرين والشامي وغيره)

ملازمت ۾ بہ اول حقدار ان علائقي ۽ صوبي جا ماڻهو آهن.

جهڙيءَ طرح صوبي جي پيداوار ۾ اول صوبي جا مستحق آهن تهڙي طرح صوبي جي ملازمتن ۾ بہ اول صوبي جا ماڻهو مستحق آهن، زڪوات ۽ شفعي وغيره جي مسئلن جي مٿان قياس ڪرڻ کان سواءِ هيءَ ڳالهہ بہ ثابت آهي تہ حضرت عمر فاروق صوبن ۽ ضلعن جا حاڪم انهن جي صوبن ۽ ضلعن مان مجلس شوريٰ يا عوام جي منشا موافق مقرر ڪندو هيو چنانچہ ڪوفہ، بصره ۽ شام ۾ جڏهن خراج (ڍل) لاءِ ڪامورن جي مقرر ڪرڻ جي ضرورت پيئي تہ حضرت عمر انهن ٽن

صوبن ڏانهن حڪم موڪليا تہ ماڻهو پنهنجي مرضيءَ سان ٽنهي صوبن مان هڪ هڪ شخص چونڊي ڪري موڪلن جيڪو انهن وٽ سمورن ماڻهن کان زياده ديانتدار ۽ قابل هجي، چنانچہ ڪوفي کان عثمان بن فرقد، بصري کان حجاج بن علاط. شام کان معن بن يزيد کي ماڻهن چونڊي ڪري موڪليو ۽ حضرت عمر انهن کي پنهنجن پنهنجن صوبن جو حاڪم مقرر ڪيو. (ڪتاب الخراج ص۶۴-الفاروق ص۲۸۷).

(۲) رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ ڪنهن شخص جي زير اثر علائقي ۾ ٻيو ان کي نماز نہ پڙهائي ۽ سندس گهر ۾ ان جي خاص عزت واري جاءِ تي ڪو بہ ان جي اجازت کان سواءِ نہ ويهي. ۽ هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ ڪنهن جي اهل (جماعت) ۾ ڪو بہ هرگز ان جو امام نہ بڻجي مشڪوات ص ۱۰۰).

(۳) حضرت حسن سائين حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي فضائل کي ذڪر ڪندي فرمائي ٿو تہ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن هر قوم جي سردار جي عزت ڪندا هئا ۽ ان کي ٿي ان قوم جو حاڪم مقرر ڪندا هئا (شمائل ترمذي).

(۴) حضور صلي الله عليہ وسلم جو هڪ آزاد ٿيل ٻانهو ڏجيءَ جي گوشي تان ڪري پيو ۽ مري ويو، نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ آهي ڪو ان جو وارث؟ نہ تہ ان جو مال ان جي ڪنهن ڳوٺ واري کي ڏيو. (ترمذي ج۲ ص۳۰).

(۵) مالڪ بن اوس فرمائي ٿو تہ حضرت عمر بن الخطاب (پنهنجي خلافت جي دور ۾) مون کي سڏيو، مون وٽس منجهند جو آيم ۽ سندس گهر ۾ ساڻس ملاقات ڪيم، مون کي فرمايائون تہ مون توکي هن ڪري سڏيو آهي تہ تنهنجي قوم جا ماڻهو مون کان ڪجهہ

مالي امداد وٺڻ لاءِ آيا هيا. سو مون انهن لاءِ ڪجهہ رقم منظور ڪئي اٿم سا تون هتان ڪٽي انهن کي ورهائي ڏي، مون عرض ڪيو تہ سائين اهو ڪم ٻئي ڪنهن جي حوالي ڪيو تہ چڱو آهي، فرمايائين تہ (زورآور) وٺي وڃي ورهائي ڏيڻ (مسلم ج٢ص٩٠).

(٦) بنو قريظہ حضرت سعد جي فيصلي تي راضي ٿي ڪري پنهنجي قلعي تأن لٿا تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن حضرت سعد ڏي ماڻهو موڪليو. پوءِ حضرت سعد گڏهہ تي سوار ٿي ڪري نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن وٽ آيو. جڏهن مسجد شريف کي ويجهو ٿيو تہ انصارن کي حڪم ڪيائون تہ پنهنجي سردار جي (عزت ۽ همدرديءَ خاطر) اٿو (مسلم ج٢ ص٩٥).

ان بيان مان معلوم ٿيو تہ اسلام ۾ علائقائي حقوق آهن. جنهن کي صوبائي مختاري چيو ٿو وڃي.

يعني صوبي جي پيداوار ۽ ملازمتن وغيره ۾ اول صوبي جا ماڻهو مستحق آهن. پوءِ جيڪڏهن سنڌ صوبي جا ماڻهو يا ڪي ٻين صوبن جا ماڻهو حڪومت پاڪستان کان اهڙي خودمختاري گهرن ٿا تہ پوءِ اهڙي خودمختاري جي گهر ڪرڻ جو شرعًا انهن کي حق آهي ۽ اهڙي گهر کي قبول ڪرڻ حڪومت تي فرض آهي، جو تہ جيڪڏهن اهڙي خودمختاري نہ هوندي تہ صوبي جي مستحقين جا حق تلف ٿيندا ۽ تلف ٿين ٿا. سنڌي ماڻهو حقوقن کان محروم رهن ٿا. غير سنڌي (پنجابي پٺاڻ بلوچ) انهن جا حق غصب ڪيون ويٺا آهن. ڪارخانن، ملن ۾ ۽ ڪمپين ۾ مقامي ماڻهو رڙندا ۽ رلندا ٿا وتن انهن کي نوڪريون نہ ٿيون ڏنيون وڃن مگر ڌارين کي ڏنيون ٿيون وڃن ۽ اهڙي طرح سنڌ جون سرڪاري زمينون يا جائداد سنڌ جي مستحقن کي نظرانداز ڪري ڌارين

کي ڏنيون ٿيون وڃن ۽ ڏنيون ويون آهن. اهو سراسر سنڌي قوم سان ناانصافي ۽ ظلم آهي.

ان کان سواءِ ١٩٤٠ع ۾ هڪ قرارِ داد پاڪستان جي سلسلي ۾ منظور ڪئي ويئي هئي جنهن کي قرارِ داد پاڪستان چيو ٿو وڃي ان ۾ به صوبن کي خودمختار يونٽ قرار ڏنو ويو هيو ۽ پاڪستان انهن مجموعہ صوبن جو نالو قرار ڏنو ويو هيو. ليڪن بعد ۾ ان تي عمل نہ ڪيو ويو. حالانڪ ان تي عمل ڪرڻ ضروري شيءِ هيو. جيڪڏهن آمريڪا وغيره جهڙا وڏا ملڪ صوبن جي خودمختاريءَ جي باوجود رهي ۽ هلي سگهن ٿا تہ پوءِ پاڪستان بہ صوبن جي خود مختاريءَ سان هلي سگهندو. بلڪ اڃان بہ وڌيڪ سهڻو ۽ انصاف سان هلي سگهندو. تنهن ڪري پاڪستان ۾ صوبن جي خودمختاي ضروري شيءِ آهي، ان ڪري فوري طورتي دفاع، امور خارجہ، ڪرنسي ۽ مواصلات کان سواءِ باقي سمورا کاتا ۽ محڪمان صوبن جي حوالي ڪيا وڃن ۽ صوبن جي آمدني صوبائي بيت المال جي حوالي ڪئي وڃي. باقي مرڪز صوبن کان جائز ۽ مناسب حصو وصول ڪري.

نتيجو ۽ تنبيهہ

هاڻي جڏهن معلوم ٿي چڪو تہ اسلامي معاشي نظام ۾ اول مستحق مائٽ آهي ان کان بعد پاڙو ۽ ڳوٺ آهي ۽ پڻ پيداوار ۾ اول مستحق اهي محتاج آهن جن جي علائقي ۾ اها پيداوار ٿئي تہ پوءِ هيءَ ڳالهہ ظاهر ٿي چڪي تہ اسلامي معاشي نظام ۾.

(١) قوم جا حقوق آهن

(٢) علاقائي حقوق آهن

(٣) علائقي جي پيدوار کي علائقي جي مستحقن ۾ تقسيم ڪيو

ويندو مذكوره احاديث کان سواءِ هي • ڳالهيون بہ دليل آهن.

(١) شفعي جو مسئلو

(٢) حضرت زبير کي فرمائڻ تہ پنڊو ڏيئي باغ کي ڦل پڙ پوءِ پاڻي هيٺ ڇڏ

(٣) ديۃ جو مسئلو

(۴) قسامۃ جو مئلو

ان کان سواءِ شريعت پاڪ ۾ کيترائي مثال آهن جن مان معلوم ٿو ٿئي تہ اسلامي معاشي نظام ۾ قوميت ۽ علائقائي حقوق کي وڏي اهميت حاصل آهي. الله تعاليٰ پنهنجي آخري پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم، جنهن کي ساري دنيا ڏي قيامت تائين رهبر ڪري موڪلي ٿو، تنهن کي بہ ڏسو تہ هيءُ هدايت فرمائي ٿو تہ اگرچہ تون سموري ڪائنات جو نبي آهين پر پوءِ بہ نبوت جي شروعات پنهنجي مائٽن ۽ پنهنجي علائقي کان ڪر. الله تعاليٰ فرمايو وانذر عشيرتک الاقربين (۽ پنهنجي ويجهن عزيزن کي خدا تعاليٰ جي عذاب کان ڊيڄار) تنهن کان سواءِ هر نبي کي الله تعاليٰ اول سندس قوم ڏانهن ئي موڪليو آهي. ائين ڪو بہ اهڙو نبي نہ آهي جنهن کي خدا تعاليٰ سندس قوم جي ضرورت جي باوجود غير قوم ڏانهن موڪليو هجي. پوءِ جڏهن قوم ۽ علائقي جي ضرورت پوري ٿي آهي يا سندس قوم ۽ علائقي بي قدري ڪئي آهي تڏهن پوءِ اهو نبي ٻيءَ قوم ڏانهن اسريو آهي ۽ پنهنجي قوم کي ڇڏي غير قوم ڏانهن ويو آهي ۽ پنهنجي علائقي کي ڇڏي ٻئي علائقي ڏانهن ويو آهي، پوءِ جڏهن اسلام ۾ قوميت ۽ علائقائي مسئلو ايڏو اهم آهي تہ پوءِ قوميت ۽ علائقائي حقوقن جي دعوا ڪندڙ اسلامي نظام کي جو نہ ٿا پڪڙن ۽ هرو ڀرو جاهل مائٽن کان قوميت ۽

علائقائي ڍنگ سان اسلام جو دامن ڇوتا ڇڏائن. ۽ ڇون تا تہ اسلام ۾ صرف عبادت آهي اسلام جو معاشي مسائل سان ڇا ويو، اهو انهن جو دجل ۽ ٺڳي آهي، انهن ليڊرن کي نہ اسلام جي معلومات آهي ۽ نہ ڪي اسلام سان محبت آهي، بلڪہ اسلام سان بدخواهي آهي.

اهي سادا ماڻهو انهن قوميت ۽ علائقائي حقوق جي دعوا ڪندڙن جي حال کي تہ جاچي ڏسن تہ انهن جو قوم سان ۽ علائقي سان ڪهڙو برتاءُ آهي، انهن دعويدارن مان ڪن جي حالت جي مون کي بہ خبر آهي جو انهن وٽ ڪتي لاءِ مکڻ ۽ سٺي خوراک آهي، پر پاڙيسري مسڪين کي مانيءَ ٽڪر لاءِ بہ تيار نہ آهن پوءِ انهن جي اسلام سان بدخواهي ڪرڻ جي ڪري پڇتو ٿو پوي تہ اهو مسڪين ماڻهو ان قوميت جي دعويدار جو قومي آهي يا ڪتو؟

اڙي ادا: انهن جي پاري اوڙي کي تہ ڏسو اهي ڪيترو پنهنجي پاڙي اوڙي سان قرب ڪرڻ وارا آهن پوءِ تہ تون انهن ۾ قرب جي اميد رک، اهي محض تون ۽ منهنجي مٿان حڪومت ڪرڻ چاهين ٿا ۽ ان ڪري اهڙا حيلا هلائن ٿا، ۽ حاڪميت ڪان سواءِ انهن جو ٻيو ڪو بہ مقصد نہ آهي.

اسان جي ملڪ ۾ قوميت جي نظري تي ڪافي تحريڪون هلي رهيون جيڪي اسلام جي خلاف بڪواس ڪري رهيون آهن تہ اسلام ۾ قومي ۽ علاقائي نظريو نہ آهي بلڪہ اسلام کي ان نظريي جي خلاف ٿا سمجهن خصوصاً اسان جي سنڌڙي ۾ هيءَ بہ تحريڪون زور شور سان ڪم ڪري رهيون آهن ۽ سنڌ مرجي خلاف انهن جو عمل آهي (۱) جيئي سنڌ (۲) ايم، ڪيو، ايم) اول جيئي سنڌ وارن جون ڪجهہ ڳالهوين ذڪر ڪيون ٿا.

تحريڪ جيئي سنڌ

جيئي سنڌ جا جيڪي باني ۽ ليڊر آهن انهن جي ذاتي تعارف کان اڳ ۾ انهن جون اهي ڳالهيون جيڪي ظاهري پروگرام ۾ عام ماڻهن کي ٻڌائن ٿا ۽ جنهن جي ڪري عام ماڻهو انهن جي ڦندي ۾ ڦاسن ٿا ۽ ماڻهو ائين سمجهن ٿا ته جيئي سنڌ وارا جيڪي ڳالهيون ڪن ٿا سي جائي آهن ۽ اهي ائين به سمجهن ٿا ته اهي ڳالهيون اسلام ۾ نه آهن، تنهن ڪري چون ٿا ته مولوي صاحب: آخر حقوق به ته حاصل ڪرڻا آهن تنهن ڪري اسين انهن ليڊرن جي ڪڍ آهيون.

**انهن جون ڪي ڳالهيون**

**١- علائقائي حقوق ڏاريا ٿا ڪائين**

اسلا ۾ ائين هرگز نه آهي ته پنهنجو مائٽ يا ديسي محتاج هجي ان کي ڦٽي ڪري ڌاري جي مدد ڪجي. بلڪ اسلام ۾ اڳ ۾ حق پنهنجي عزيز (قوم) جو آهي بعد ۾ ٻاڙي (علائقي) جو آهي اهوئي سبب آهي جو زڪوات وغيره جي مسئلي ۾ ڳوٺ جي محتاجن کي ڦني ڪري ٻاهرين کي ڏيڻ مڪروهه آهي، البته جيڪڏهن ڪنهن جو ڪو عزيز ٻاهر وڏيڪ محتاج آهي ته ٻوء ڳوٺ جي محتاجن کي ڇڏي ٻاهرين عزيز کي ڏجي جيئن ته هي مسئلو ڇڱي وضاحت سان اڳ ۾ گذري چڪو آهي، ٻوء جڏهن اهو مسئلو خود اسلام طي ڪيو اهي ۽ خود اسلام قوميت جو حامي آهي ۽ پڻ اسلام هيء هدايت به ڪئي آهي ته علائقي جي پيدوار جا اولين مستحق ان علائقي جا ماڻهو آهن ته ٻوء ان مسئلي لاء اسلام جي خلاف ماڻهن کي اڀارڻ محض اسلام سان دشمني آهي ۽ ٻيو ڪجهه به نه آهي.

**٢- زبان جو مسئلو:**

اسلام ڪڏهن بہ اجازت نہ ڏني آهي تہ ڪنهن قوم جي مٿان ڪا ڌاري زبان مسلط ڪئي وڃي، بلڪ هر قوم کي پنهنجي زبان ۾ بولڻ کي محفوظ ڪرڻ جو حق آهي.

(۱) عربي زبان توڙي اسلام جي اصلي زبان آهي تڏهن بہ شريعت پاڪ ان جي سکڻ کي فرض نہ ڪيو آهي ڇو جائيڪ عربيءَ کي عجمي قومن جي مٿان زوريءَ مسلط ڪرڻ جو حڪم ڪيو هجي. البتہ دين جو علم بہ ايترو فرض ڪيو ويو آهي جنهن ۾ هو مبتلا هجي. مثلاً ڪو فقير آهي تہ ان کي صرف نماز ۽ روزي سان گڏ حج ۽ زڪوات وغيره جو علم بہ سکڻ فرض آهي ۽ جيڪڏهن آسودو آهي تہ ان کي نماز ۽ روزي سان گڏ حج ۽ زڪوات وغيره جو علم بہ سکڻ فرض آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن واپاري آهي تہ ان کي واپار جي مسئلن جو علم سکڻ فرض آهي، پوءِ اهو علم ضروري نہ آهي تہ ان کي عربي ٻوليءَ ۾ سکي — بلڪ پنهنجي مادري زبان ۾ ئي سکي تڏهن بہ ان فرض ادائي ڪئي. (امداد الاحڪام اول صفحو نمبر-۱۲۵).

پوءِ جڏهن عربي زبان جيڪا اسلام جي اصلي زبان آهي ان کي اسلام ڪنهن جي مٿان زوريءَ مسلط نہ ٿو ڪري تہ پوءِ سنڌن جي مٿان اردو زبان کي ڪيئن مسلط ڪندو.

(۲) خود حضور صلي الله عليہ وسلم جن غير عربن ڌانهن خط و ڪتابت انهن جي ٻوليءَ ۾ لکڻ لاءِ حضرت زيد کي حڪم ڪيو تہ تون يهودين جي خط و ڪتابت سک. حضرت زيد فرمائي ٿو تہ مون يهودين جي خط و ڪتابت کي حضور صلي الله عليہ وسلم جي حڪم موافق سکڻ شروع ڪيم، اڌ مهينو مس گذريو تہ مون يهودين جي خط و ڪتابت ۾ ماهر ٿي ويم، پوءِ جڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن

يهودين ڏانهن خط لکندا هيا تہ مون کان لکرائيندا هئا ۽ جڏهن يهودين جو خط وٽن ايندو هيو تہ مون کان پڙهائيندا هيا. ان مان معلوم ٿيو تہ هٿيون اسلام ماڻهن جي اصلي زبانن جو خيال رکيو آهي. (بخاري ج٢ صفحو نمبر١٠٦٨ و ابوداڻود ج٢ صفحو نمبر١٥٧ والترمذي).

(٣) اهوئي سبب آهي جو حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ جن ملڪن کي فتح ڪيو انهن جي زبان جو ايترو خيال ڪيائين جو سرڪاري دفتر جي زبان بہ نہ مٽايائين، يعني جهڙي طرح اسلام کان پهريائين عراق ۽ ايران جو دفتر فارسيءَ ۾، شام جو روميءَ ۾، مصر جو قبطيءَ ۾ هيو، حضرت عمرؓ جي دورِ خلافت ۾ بہ اهڙي طرح ئي رهيو، (الفاروق صفحو نمبر٣١٧).

ان ڪري اسلام ۽ انصاف جي تقاضا آهي تہ پاڪستان ۾ هر صوبي جي سرڪاري زبان ان صوبي جي اڪثر ماڻهن واري هجي، يعني جيڪو صوبو جنهن زبان سان منسوب آهي ان صوبي جي سرڪاري زبان اهائي هجي. پوءِ صوبي سنڌ جي سرڪاري زبان سنڌي هجي، پنجاب جي پنجابي هجي، سرحد جي پشتو، بلوچستان جي بلوچي هجي، جو تہ ان ۾ پبلڪ جو بہ ڀلو آهي، جو پبلڪ کي آفيسرن سان ڳالهائڻ ۽ درخواست ڏيڻ ۽ انهن کي آفيسرن جي ڳالهہ سمجهڻ ۾ سهولت ٿيندي. ان ۾ ٻنهي ڌرين پڙهيل ۽ اڻ پڙهيلن جو فائدو آهي.

افسوس آهي انهن مسلمانن تي جو ملڪ ۾ انگريز ڪٽي جي زبان تي تہ اعتراض نہ ٿا ڪن باقي جنهن صوبي ۾ رهي ڪري ان صوبي جي مسلمانن جي زبان تي اعتراض ڪن ٿا. هيءَ هڪ وڏي ناانصافي آهي. هاڻي ٻڌايو تہ سنڌي زبان جي مسخ جو ڏاڙو سنڌ ۾ سرماءِ دار ٿا هڻن يا اسلام؟

(٣) قرآن شريف اگرچہ فصيح ۽ قريش واري عربي زبان ۾ نازل ڪيل آهي، مگر ان هوندي بہ ان ۾ ڪافي غير قريشي ۽ غير عربي لفظ آيل آهن. مثال طور: حبشي ٻوليءَ جا لفظ:

(١) مشڪواة- سعيد بن عياض چوي ٿو ڪمشڪواة ڪڪوةِ بلسان الحبشہ (مصنف ابن ابي شيبہ ج١٠ ص٤٧٠).

(٢) طہ - حضرت عڪرمہ فرمائي ٿو تہ طہ بالحبشةِ يا رجل (ايضا).

(٣) ڪفلين - حضرت ابو موسيٰ فرمائي ٿو اجرين بلسان الحبشية (ايضا)

(٤) ناشئة الليل - حضرت عبدالله بن مسعود فرمائي ٿو هو بلسان الحبشہ قيام الليل (ايضا)

رومي ٻوليءَ جا لفظ:

(١) القسطاس - مجاهد فرمائي ٿو تہ العدل بالروميہ (ايضا ص٤٧١).

(٢) سامدون - حضرت عڪره فرمائي ٿو تہ هو الغناء بالحميرية (ايضا).

نبطي ٻوليءَ جا لفظ:

(١) طہ - حضرت سعيد بن جبير ۽ حضرت عڪرمہ ۽ ضحاڪ فرمائي ٿو طہ يا رجل بالنبطيتہ (ايضا ص٤٧٢).

(٢) هيت لڪ - حضرت ابن عباس فرمائي ٿو هي بالنبطية هلم لڪ ايضا)

فارسي ٻوليءَ جا لفظ:

(١) سجيل - حضرت ابن عباس فرمائي ٿو تہ هي بالفارسية سنڪ

وڪل (ايضا ص۴۷۲ و بخاري ج۲ ص۷۴۲). (پشري متي گذاريل)

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪابه ٻولي بري نه آهي جيڪڏهن عربيءَ ڪان سواءِ ٻيون ٻوليون بريون هجن ها ته قرآن شريف ۾ عربيءَ ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن به ٻوليءَ جو ڪو به اکر نه هجي ها.

اسلام صرف بري ڪلچر ڪي ۽ بري رسمن ڪي متائڻ لاءِ آيو آهي زبانون ۽ ٻوليون بريون نه آهن جو اسلام انهن ڪي متائي، بلڪ مختلف ٻولين ڪي الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام مجيد ۾ احسان ڄاڻايو آهي فرمايائين واختلاف السنتڪم والوانڪم يعني توهان جي مختلف ٻولين هجڻ ۾ ۽ توهان جي مختلف رنگن هجڻ ۾ الله تعاليٰ جي قدرت جون نشانيون آهن.

معلوم ٿيو ته هر ٻولي الله تعاليٰ جي قدرت جي نشاني آهي تنهنڪري ڪا به ٻولي بري نٿي ٿي سگهي ۽ فرمايائين وما ارسلنا من رسول الا بلسان قومه يعني هر پيغمبر کي اسين سندس قوم جي زبان سان موڪليو آهي. اهوئي سبب آهي جو حضور صلي الله عليه وسلم جن باوجود عرب هجڻ ۽ امي هجڻ جي ڪڏهن ڪڏهن ڌاري ٻوليءَ جا لفظ به استعمال ڪيا آهن.

(۴) حضرت خالد جي والده فرمائي ٿي ته مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن وٽ پنهنجي پيءُ سان گڏجي آئي هيم ۽ مون کي هيڊي قميص پيل هئي ان کي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ڏسي ڪري فرمايو سنه سنه جنهن جي معني آهي ته (تنهنجي قميص) سهڻي آهي (تنهنجي قميص) سهڻي آهي ۽ سنه سنه حبشي ٻوليءَ جو لفظ آهي (بخاري ج۱ ص۴۲۲).

(۵) قيامت کان اڳ ۾ جيڪي نشانيون ايندي‌ون انهن نشانين مان

هڪ نشاني حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمائين ٿا تہ يڪثر فيها الهرج انهن ڏينهن ۾ هرج گهڻو ٿيندو حضرت ابو موسيٰ فرمائي ٿو تہ هرج حبشي ٻوليءَ ۾ قتل کي چوندا آهن (بخاري ج٢ ص١٠۴٦).

(٦) حضرت عمر رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو مسلمان ڪنهن عربي شخص کي چوي مترس (نہ ڊڄ) تہ بس ان حربيءَ کي الله ۽ سندس رسول کان امن ملي ويو. جو تہ الله تعاليٰ سڀ زبانون ڄاڻندو آهي (بخاري ج١ ص۴٥٠) ۽ مترس فارسي لفظ آهي.

(٧) حضرت ابن عباس رضہ يودّ احدهم لو يعمر الف سنة جي تفسير ۾ فرمائي ٿو تہ اهو عجمن جي قول (هزار سال) وانگر آهي (مصنف ابن ابي شيبہ ج١٠ ص۴٣٧).

(٨) حضرت ابو امامہ فرمائي ٿو تہ جيڪي ملائڪ الله جي عرش کي ڪنيون بيٺا آهن سي فارسي ٻولي ڳالهائيندا آهن. (ايضا ص۴٧۴).

(٩) حضرت شعبي فرمائي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن ماڻهن جي ٻولي سرياني هوندي (ايضا) ان ساري بيان مان معلوم ٿئي ٿو تہ ٻوليون سڀ جون سڀ الله تعاليٰ جون پيدا ڪيل آهن ۽ انهن مان ڪا بہ ٻولي بري نہ آهي جو اسلام ڪنهن ٻوليءَ کي خراب ڪري.

(١٠) حتاڪہ ايتري قدر جو جڏهن اصحاب ڪهف جي مدت جو سوال يهودين ۽ نصارن حضور صلي الله عليہ وسلم جن کان ڪيو تہ قرآن ڪريم انهن کي اول جواب شمسي سالن جي حساب سان ڏنو تہ ٽي سو سال، جو انهن وٽ شمسي سالن جو حساب رائج هيو. ان کان بعد قمري حساب سان جواب ڏنائين تہ ٽي سو ۽ نو سال- قمري حساب ۾ هـ سو سال ٽي ٽي سال وڌندا آهن ان ڪري ٽي سو سال شمہ ٽي قمري حساب سان نو سال وڌيڪ ٿيندا رڪذا ذڪرها

المفسّرون - معارف القرآن ج۵ صفحو نمبر ۵۷۱).

ڏسو تہ اسلام قومن جي ٻولين جو تہ لحاظ رکيو آهي، بلڪ ان سان گڏ باقي ڪلچر جو بہ خيال رکيو آهي، هائو هيتري ڳالهہ ضروري آهي تہ قومن جي بري ڪلچر کي اسلام ضرور مٽائيندو.

**۳ - ديس جي محبت:**

ديس جي محبت تہ هڪ اهڙي طبعي شيءِ آهي جنهن ڪري هر هڪ انسان کي پنهنجي پنهنجي ديس سان محبت هوندي آهي اها محبت جيڪڏهن پنهنجي حُد اندر آهي تہ هڪ سٺي شيءِ آهي اسلام ۾ خود اهڙيون هدايتون آهن ۽ اسلام ديس جي محبت جو سبق ڏنو آهي. ڪاني اسلام اهو سبق ڏنو آهي تہ پنهنجي ديس سان محبت نہ رکو. اسلام تہ ايتري قدر سبق ڏنو آهي جو ديس جي جبلن سان بہ توهان جي محبت هجي حديث شريف آهي تہ جڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن مدينہ منور کي پنهنجو ديس بڻايو. پوءِ جڏهن بہ ڪنهن وڏي سفر کان موٽندي احد جبل تي سندس نظر پوندي هئي تہ پاڻ هي لفظ فرمائيندا هيا.

هذا جبل يحبنا ونحبہ مشڪواة ص۲۴۰). هيءُ جبل آهي جنهن کي اسان سان محبت آهي ۽ اسان بہ ان سان محبت ڪريون ٿا ۽ ديس ۽ ڳوٺ جي پٿين سان بہ محبت جو اسلام سبق ڏنو آهي.

حديث شريف ۾ آهي تہ جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي وڏي سفر کان موٽندي مديني پاڪ جي پٿين تي نظر پوندي هئي تہ ديس (مديني) جي محبت ڪري سواري کي تکڙو ڪندا هيا ۽ سواري کي ڪجهہ چوريندا هيا. (مشڪواة ص۲۴۰).

۽ اسلام پڻ تعليم ڏني آهي تہ ديس لاءِ آبادي ۽ شادابيءَ جون

رب سائين کان دعائون پيون گهرجن جيئن تہ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن مديني پاڪ لاءِ دعائون گهريون آهن.

١. جڏهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن وٽ نئون ميوو اندو ويندو هيو تہ پاڻ ان ميوي کي وٺي ڪري رب سائين کان هن طرح دعا گهرندا هيا.

اللهم بارک لنا في ثمر ناوبارک لنا في مدينتنا وبارک لنا في صاعنا وبارک لنا في مدنا اللهم ان ابراهيم عبدک وخليلک ونبيک واني عبدک و نبيک وانہ دعاک لمکۃ وانا ادعوک للمدينہ بمثل ما دعاک لمکة

اي الله! اسان جي لاءِ اسان جي ميوون ۾ برڪت فرماءِ ۽ اسان جي مديني ۾ اسان جي لاءِ برڪت فرماءِ ۽ اسان جي ٽوين ۾ برڪت فرماءِ ۽ اسان جي سيرن ۾ برڪت فرماءِ. اي الله بيشڪ ابراهيم عليہ السلام تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجو دوست ۽ تنهنجو نبي آهي ۽ بيشڪ مون بہ تنهنجو ٻانهون ۽ نبي آهيان بيشڪ ان توکان مڪي لاءِ دعا گهري آهي ۽ مون توکان ان جي ٻيڻ تي مديني پاڪ جي لاءِ دعا گهران ٿو.

دعا گهري پوءِ اهو نئون ميوو پنهنجي ڪنهن ننڍي ٻار کي ڏئي ڇڏيندا هيا. (مشکواة ص٢٣٩)

٢. اگر مديني شريف ۾ تاپيلي هوندي هئي صحابہ جڏهن مڪي کان هجرت ڪري مديني شريف آيا تہ حضرت ابوبڪر صديق ۽ بلال سائين تپجي پيا. حضرت عائشہ صديقہ اها خبر رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي ڪئي تنهن تي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن هيءَ دعا گهري.

اللهم حبب الينا المدينة کحبنا مکہ او اشد و صححها وبارک لنا في صاعها ومدها وانقل حماها فاجعلها بالجحفہ. متفق عليہ . مشکوات

ص٢٢٩).

اي الله مدينې پاڪ جي محبت اٿين اسان جي دلين ۾ وجهہ جيئن مڪي پاڪ جي محبت تون اسانجي دلين ۾ وڌي آهي بلڪ ان کان بہ وڌيڪ. ۽ مديني پاڪ کي صحت مند شهر بڻاءِ، ۽ اسان جي لاءِ ان جي ٽوين ۽ سيرن ۾ برڪت فرماءِ. ۽ ان مان تپ جي بيماريءَ کي جحفہ ڏانهن ٽڙي ڇڏ.

هڪ دفعي وري هن طرح دعا گهري اٿائون.

(٣) اللهم اجعل بالمدينه ضِعفي ماجعلت بمکه من البرکۃ متفق عليہ - مشکواة ص٢٤٠).

اي الله مڪي پاڪ ۾ جيتري تون برڪت فرمائي آهي ان کان ٻيڻي مديني پاڪ ۾ فرماءِ.

ان کان سواءِ حضرت ابراهيم عليہ السلام جو مڪي پاڪ لاءِ برڪت وغيره جي دعا گهرڻ خود قرآن پاڪ ۾ ذڪر ٿيل آهي.

انهن ڳالهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ ديس سان محبت رکڻ جيئن فطري شي آهي تيئن شرعي شي بہ آهي. پوءِ جيڪڏهن سنڌي ماڻهو سنڌ سان محبت رکي ۽ سنڌ جي لاءِ برڪت جي دعا گهري ۽ سنڌ کان تڪاليف کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، ۽ جئي سنڌ جو نعرو هڻي هن مطلب سان تہ اي ذاتي اسان جي سنڌڙي کي آباد رک ۽ اسان جي جيجل کان ڏکن کي دور ڪر، تہ پوءِ اسلام جي ڪٿي ابتڙ آهي.

البتہ اها ديس جي محبت پنهنجي حد اندر هجي، پر جيڪڏهن اها ديس جي محبت جائز حد کان ٽپي ويندي تہ ان وقت ان جو نالو عصبيت آهي جنهن کان اسلام منع فرمائي آهي. فرمايائين.

ليس منا من دعا الي عصبيۃ وليس منا من قاتل عصبيۃ وليس منا

من مات علي عصبيه. مشڪواة ص٤١٨).

۽ اسان جي جماعت مان اهو نہ آهي جيڪو عصبيت جو سڏ ڏئي ٿو ۽ اسان جي جماعت مان اهو نہ آهي جيڪو عصبيت خاطر لڙي ٿو ۽ اسان مان اهو نہ آهي جيڪو عصبيت تي مري ٿو.

يعني ديس سان ايتري محبت رکڻ جنهن ڪري ديس جي هر شيءِ کي چاهي سٺي هجي چاهي ڪني هجي، چاهي جائز هجي چاهي ناجائز هجي، ۽ پڻ ديس جو ماڻهو ظالم هجي چاهي مظلوم هجي ان کي پنهنجو سمجهي ڪري ان جو تعاون ڪري ۽ ان کي عزت وارو ڏسي ڪري خوشي محسوس ڪري اگرچہ ظالم ڇو نہ هجي. ۽ ٻاهر جي هر شيءِ کي چاهي سٺي ڇو نہ هجي، جائز ڇو نہ هجي. ۽ مظلوم ڇو نہ هجي ان کي ڌاريو سمجهي ان تي خواه مخواه ٻيو ڪٽ ڪري حتي الامڪان ان کي ٻيو ذليل ڪري ان جو نالو آهي عصبيت، ان جو مثال هن طرح سمجهو هڪ ماڻهو پرديس ۾ آهي ان کي اتي هڪ ديس جو ماڻهو نظر آيو تہ اها طبعي ڳالهہ آهي جو انکي ڏسي ڪري خوشي محسوس ڪندو، ان سان ڳالهہ ٻولهہ ٻيو ڪندو ۽ ديس جو حال احوال پڇندو ۽ ان کي ان مان لطف ٻيو معلوم ٿيندو. تہ هيءَ آهي ديس سان فطري محبت جو اثر، ۽ اها ڳالهہ اسلام ۾ اعتراض جوڳي نہ آهي بلڪ اسلام ان کي سٺو ٿو چوي.

پر جيڪڏهن اهو هم وطني ماڻهو ڪنهن مقامي ماڻهوءَ سان اٽڪي پيو تہ پوءِ اهو شخص حق، ناحق کي نہ ڏسي صرف هن ڪري هم وطني جو ساٿ ڏئي ٿو جو هم وطني آهي تہ اها ان جي عصبيت آهي ۽ اسلام ڪڏهن بہ ان کي جائز نہ ڪيو آهي.

ان بناتي جيئي سنڌ جي تحريڪ جيڪڏهن ديس سان طبعي

محبت جي حد اندر آهي، ۽ جيئي سنڌ جي نعري جو مطلب محض دعا آهي تہ هزار ڀيرا ان نعري سان هم اواز هجڻ کي پنهنجي لاءِ ڀلو ڀاڳ ٿا سمجهون ۽ دلي دعا آهي تہ الله تعاليٰ اسان جي سنڌ کي قيامت تائين زنده رکي ۽ خوش حال ۽ سنر سبز رکي آمين.

پر جڏهن ان نعري جي پويان عصبيت جو هڪ بدبو دار ذهن ڪم ڪري رهيو آهي جو محمد بن قاسم رح جهڙي فخر انسانيت رهنما کان نفرت ڪرڻ ۽ راجا ڏاهر جهڙي ننگ انسانيت ۽ ظلم جي ديو سان محبت ڪرڻ سيکاري ٿو.

اها ظاهر ظهور عصبيت آهي جنهن کان اسلام سخت منع ڪئي آهي.

(۱) هڪ ڇوڪريءَ جو خط ڏسو جيڪو روزنامہ حريت ڪراچيءَ ۾ ڇپيو هيو. ۽ اها ڇوڪري بہ ان تحريڪ جي تائيد ڪندي لکي ٿي.

راجا ڏاهر هڪ سنڌي هيو، چاهي اهو هندو هجي يا مسلمان اسان جو هيرو آهي. وقت جي اچڻ تي هيءَ ثابت ٿيندو تہ اسان سنڌي محمد بن قاسم تي لعنت موڪليندا آهيون. شاهہ لطيف کي سلام ڪندا آهيون، جي ايم سيد کي سلام ڪندا آهيون. سنڌ جي عظمت اسلام سان نہ آهي. موهن جي دڙي سان آهي. لڪين اسلام ان تي قربان هجن. اسان جو نعرو آهي مرسون مرسون پر سنڌ نہ ڏيسون. اسان ڇوڪرن هيءَ طي ڪيو آهي تہ پنهنجي ٻارن جا نالا ڏاهر.هيمون ڪالاٽي. شيخ اياز ۽ هوشو جي نالن تي رکنداسي.

(حريت ميگزين ۱۸-نومبر ۱۹٦۸). عصر حاضر ۾ اسلام کيسے نافذ هو ص۹۷.

هڪ ٻئي چوڪري هن طرح لکي ٿي.

اهو اسلام ۽ پاڪستان جو اسان ڪان اسان جي سنڌ ۽ سنڌي زبان کسي، اهڙي اسلام ۽ پاڪستان کي اسان پنهنجو ٻچڙو دشمن سمجهون ٿا. هيءُ ڪوڙ آهي ته سنڌ صرف اسلام ۽ اسلامي فلسفي جي ڪري عظيم آهي، سنڌ جي عظمت سنڌ جو سادي طبيعت وارو بهادر عوام آهي، سنڌ موهن جو دڙو، ڪوٽ ڏيجي جا آثا رقديم ۽ لطيف، سچل، اياز، جي ايم سيد جهڙن شاعرن ۽ دانشورن جي ڪري عظيم آهي، اها پنهنجي تهذيب جي ڪري عظيم آهي.( عصر حاضرين اسلام ڪيسي نافذ هو ص٩٧.)

ڇوڪريءَ جي بڪواس ڪان بعد هاڻي جي ايم سيد جي بڪواس پڙهو.

ماڻهن جي ذهن صاف ڪرڻ لاءِ، ڪين هيٺين سوالن تي صاف راءِ قائم ڪرڻ لاءِ تيار ڪرڻو پوندو.

(الف) راجا ڏاهر کي قومي هيرو ڪري شمار ڪجي ۽ محمد بن قاسم ۽ عرب سامراج کي سنڌ دشمن ڪري سمجهي.

(ب) سامراجي اسلامي تشريح کي رد ڪري، سنڌ درويشن جي ٻڌايل طريقي مطابق، قوم پرستيءَ جي بنياد تي مذهب جي نئين تشريح ڪجي.

(ت) صحيح قوم پرست ان کي شمار ڪجي جو جناح ۽ لياقت ڪان ڊاڪٽر چوئٿ رام جي زياده عزت ڪري. (سنڌوءَ جي ساجاهه ج١ ص٣٥).

اها ديس سان ايتري حد ڪان مٿي محبت رکڻ عصبيت آهي ۽ اسلام اهڙي محبت ڪان جهليو آهي. اسلام ته انسان ذات جو سڄڻ

آهي. انسان جيڪڏهن اسلام جي ڳالهہ نہ مڃيندو اسلام کي ڪهڙو نقصان آهي. نقصان انسان جو ئي آهي. سچ فرمايو آهي حضور صلي الله عليہ وسلم.

حبک الشيء يعمي ويصم - مشکواة ص۴۱۸، توکي جنهن جي محبت ٿيندي آهي (اها توکي) انڌو ۽ ٻوڙو ڪندي آهي تہ اهي جيئي سنڌ وارا ويچارا ديس جي محبت ۾ ايترو غلو ۾ پئجي ويا آهن جو بس ديس ئي ديس انهن وٽ آهي جنهن ڪري ديس ۾ جيڪي خراب شيون آهن ۽ خرابيون آهن انهن تي انهن جي نظر نہ ٿي پوي. پر جيڪڏهن ڪو ڪٿي انهن کي اهي خرابيون ٻڌائي ٿو تہ اهي وري ٻڌڻ لاء بہ تيار نہ آهن.

اها انڌا ڌنڌ محبت نقصان ڪار آهي جو انهن ماڻهن وٽ سنڌ جو نانگ ٻرائي مينهن کان ڀلو آهي. هيءَ بہ ڪا سمجهہ آهي نانگ جو سنڌ جو آهي ڀلي ڏنگي ۽ ڪائي تہ ان کي ڇڏي ڏجي ۽ مينهن توڙي مٺو کير بہ پياري پر جڏهن اها سنڌ جي نہ آهي تنهن ڪري انکي پاڻ وٽ نہ رکجي. اهڙي طرح سنڌ جو ظالم جيڪو پيڙهن کان وٺي اسان کي گهاٽي وانگر پيڙيندو اچي اهو ڀلي اسان جي اکين تي هجي جو تہ سنڌ جو آهي پر ڪو مهاجر يا ڪو پناڻ يا ڪو ٻيو جيڪڏهن اسان کي ان ظالم کان آجو ڪري ۽ اسان کي سک وٺائي اهو دشمن ۽ لٽيرو آهي.

اسلام اسان کي پنهنجي فائدي لاء هدايت ڪئي آهي تہ اوهان پنهنجي ديس سان محبت رکو. اوهان جو ديسي اوهان سان جيستائين سهٺو هلي ٿو اهو اوهان لاء ڀلو آهي. ڌاري کي توهان جو سلامي ڪيو ڌاري جي آڏو جو ذليل ٿيو پر جيڪڏهن هڪ ڌاريو اچي ڪري توهان جي توهان کي عزت بخشي ۽ توهان جو قدر ڪري تہ ان جي اوهان

عزت ڪريو هرو ڀرو پنهنجي آڏو اوهان چو ڀيڙ جو. هيءَ ڪيڏي نہ اسلام جي سهڻي تعليم آهي.

مطلب تہ اهوئي آهي تہ جيئڻ انسان ڪي عزت ۽ سک حاصل ٿئي جي پنهنجي ڪان عزت ۽ سک حاصل ٿئي تہ اها عين وڏي غنيمت آهي پر جيڪڏهن پنهنجو پيو ٿو ڏنگي تہ ان وقت انکي ڦٽي ڪبو. ۽ سنڌي ۾ چوڻي آهي تہ ٻن پيو اهو سون جيڪو ڪن چني.

تہ محمد بن قاسم يا اسلام اسان ڪي راجا ڏاهر جي ظلمن ۽ ڀيڙجڻ ڪان بچايو تہ اسان جو سڄڻ اسلام ۽ محمد بن قاسم آهي. توڙي ڪٽي ڏاريو آهي ۽ راجا ڏاهر دشمن آهي توڙي ڪٽي اسان جي سنڌ جو آهي.

راجا ڏاهر جي حڪومت ۾ اسان بت پرست هياسي محمد بن قاسم جي ڪري اسان خدا پرست ٿياسي، انسان جي عزت خدا پرستي ۾ آهي نہ بت پرستيءَ ۾. راجا ڏاهر جي حڪومت ۾ اسان ان جا ڇيڙا هياسي اسان ڪي سک نہ هو. محمد بن قاسم جي ڪري اسان ڪان اها ڇيڙ ڇني آزاد ۽ سک وارا ٿياسي. راجا ڏاهر جي حڪومت جي ڪري اسان جا ڀهڻي جهان ختم هيا. محمد بن قاسم جي ڪري اسان جا ٻئي جهان سڌريا ۽ ٻن راجا ڏاهر اهڙو بدڪردار جو حڪومت بچائڻ خاطر پنهنجي سڳي ڀيڻ سان نڪاح ڪيائين. جنهن ڪي سنڌي پاءُ هيرو ٿو ڪوني پوءِ جيڪو پنهنجي سڳي ڀيڻ سان نڪاح ڪري ادا اهو هيرو آهي يا سوئر. موڏانهن محمد بن قاسم اهڙو غيور جو قوم جي عورتن جي عصمت بچائڻ خاطر هزارين ميل سفر ڪري وڏا ٿاپا ڪائي بہ اهي ڏارين ڪان ڇڏائي ٿو. تہ پوءِ محمد بن قاسم هزارها بار خدا جي رحمت جي لائق آهي ۽ راجا ڏاهر هزارها بار لعنت جي لائق آهي.

مطلب تہ اسلام ديس جي محبت جو سبق ڏنو آهي پر ان سان گڏوگڏ اها بہ هدايت ڪئي اٿائين تہ ايتري محبت نہ هجي جو تنهنجي عزت ۽ سک ڦرجي وڃي. پنهنجي عزت ۽ سک سان گڏ ديس جي محبت رکڻ عين ايمان آهي.

هيءُ الله تعاليٰ جو ڪرم آهي جو عصبيت جون تحريڪون توڙي ڪٿي هر جاءِ تي محدود حلقن ۾ موجود آهن پر اڪثريت مسلمانن جي انهن تحريڪن جي مخالف آهي.

سنڌ جا ڪجهہ ماڻهو ڪٿي راجا ڏاهر کان ڪيترو بہ خوش آهن پر ان هوندي بہ علائقي جا نيڪ دل ۽ اسلام جي نالي تي قربانين ڏيڻ واري عوام جي اڪثريت ان نعري کي نفرت جي نگاهہ سان هن ڪري ڏسندي آهي تہ ان نعري جي پويان عصبيت آهي.

عصبيت اهڙي بري شيءِ آهي جو جيڪڏهن ان جي خاتمي جي طرف پورو توجہ نہ ڏنو ويو تہ ياد رکڻ گهرجي تہ جي اڄ صرف راجا ڏاهر کي هيرو ٺهرايو وڃي تہ صبحاڻي رنجيت سنگهہ ۽ مهاراجہ کي هيرو چيو ويندو، وري صرف محمد بن قاسم ئي نہ پر محمودغزنوي، ظهير الدين بابر، احمد شاهہ ابدالي کي بہ لٽيرو چيو ويندو ۽ عجب نہ آهي تہ ڪوئي بيوقوف شيطان ۽ جنن کي پنهنجو هيرو قرار ڏيئي ڪري حضرت آدم عليہ السلام کي لٽيرو قرار ڏئي (نعوذ بالله).

### ۴- قوميت جو مسئلو

گذريل ورقن ۾ خوب ظاهر لکيو ويو آهي تہ اسلام ۾ قوميت جو بلڪل لحاظ آهي يعني مائٽن ۽ عزيزن جي لحاظ ڪرڻ جو اسلام وڏو تاڪيد ڪيو آهي جو حضور صلي الله عليہ وسلم جن هر قوم جي سردار جي عزت ڪندا هيا. قوم جا فيصلا ڦري انهن جي سردار کان

ڪرائيندا هيا، جيئن بنو قريظہ جو فيصلو حضرت سعد کان ڪرايائون ۽ پڻ حضرت عمر جن سرڪاري امداد ان قوم جي ماڻهوءَ جي حوالي ڪري ان کان تقسيم ڪرائيندا هيا ۽ صدقات ۽ خيرات ڏيڻ ۾ اسلام عزيزن کي ڏيڻ جو وڏو تاڪيد ڪيو آهي ۽ پڻ انهن کي ڏيڻ ۾ ٻيڻي اجر جو وعدو ڪيو ويو آهي ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسلام ۾ قوميت جو لحاظ ضروري آهي.

هائو البتہ ايترو ضرور آهي جو اسلام برابر پنهنجن سان قرب ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي پر ان سان گڏوگڏ ڌارين سان ظلم ڪرڻ کان بہ جهليو آهي ايتري تائين جو ڪو حيوان سان بہ ظلم نہ ڪري.

حديث پاڪ ۾ آهي تہ ٻليءَ سان ظلم ڪرڻ ڪري هڪ عورت جهنم ۾ وئي-(مشڪواة ص١٦٨)- ۽ ڪتي کي پاڻي پيارڻ جي ڪري هڪ عورت بهشت ۾ وئي (مشڪواة ص١٦٨ ). ٻڌو جڏهن اسلام حيوانن جي مٿان ظلم ڪرڻ جي اجازت نہ ٿو ڏئي تہ ٻيو جيڪو ڌاريو انسان آهي ان سان ڪيئن ظلم ڪرڻ جي اجازت ڏيندو ڇو تہ اهو بہ آخر تہ حيوانن جي بنسبت ڌاريو شخص پنهنجوئي آهي. مطلب تہ اسلام ڌارئي تي ظلم ڪرڻ کان روڪيو آهي. ۽ ڌارئي تي ظلم ڪرڻ کي اسلام عصبيت چيو آهي.

واثله بن الاسقع رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي عرض ڪيو تہ يا رسول الله ما العصبيہ قال ان يعين قومک علي الظلم (رواه ابو دائود مشڪواة ص٤١٨).

اي الله جا رسول عصبيہ ڇا آهي؟ فرمايائين تہ ظلم تي پنهنجي قوم سان مدد ڪرڻ. معلوم ٿيو تہ پنهنجي جي مدد تڏهن ڪبي جڏهن پنهنجو ظالم نہ هجي پر جيڪڏهن پنهنجو ظالم آهي تہ ان جي

مدد نہ ڪبي ۽ پڻ پنھنجي جي مدد ڪرڻ تڏھن ڀلي شيء آھي جڏھن پنھنجو ظالم نہ ھجي. جيئن حضور صلي الله عليہ وسلم جو ارشاد گرامي آھي. خيركم المدافع عن عشيرته مالم يا ثم - رواه ابو دائود (مشكواة ص٤١٨). توھان ۾ ڀلو اھو آھي جيڪو پنھنجي جي پر وني ان ڪان ظلم ڪي ٽاري ايتريتائين جو گناھ ۾ نہ پوي.

ھن حديث مان ھيء ڳالھہ بہ معلوم ٿي تہ پنھنجي جي مدد ڪرڻ تمام وڏي نيڪي آھي پر ظلم تي مدد ڪرڻ نہ ھجي. ھڪ ٻي حديث ۾ آھي تہ ھڪ صحابي رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي عرض ڪيو تہ ڇا پنھنجي قوم سان محبت رکڻ عصبيت آھي فرمايائين لاولكن من العصبيه ان ينصر الرجل قومہ علي الظلم (رواه احمد وابن ماجہ . مشكواة ص٤١٨). نہ پر عصبيت مان ھيء ڳالھہ آھي جو شخص ظلم تي پنھنجي قوم جي مدد ڪري.

ھاڻي جڏھن عصبيت جي معنيٰ واضع ٿي ڄڪي تہ پوء عصبيه جو شريعت پاڪ ۾ حڪم ٻڌو.

(١) ان رسول الله صلي الله عليہ وسلم قال ليس منا من دعا إلي عصبية وليس منا من قاتل عصبيه وليس منا من مات علي عصبية (رواه ابو دائود مشكواة ص٤١٨).

بيشڪ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آھي تہ نہ آھي اسان مان جيڪو عصبية ڏي سڏي ۽ نہ آھي اسان مان جيڪو عصبيت تي لڙي ۽ نہ آھي اسان مان جيڪو عصبية تي مري.

(٢) عن النبي صلي الله عليہ وسلم قال من نصر قومه علي غير الحق فهو كالبعير الذي ردي فهو ينزع بذنبہ (مشكواة ص٤١٨) نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آھي تہ جيڪو قوم جي ناحق تي مدد

تـو ڪري تـہ بوءِ اهو ان اٿ وانگر آهي جيڪـو ڪوهہ ۾ ڪري پوءِ ان کي ٻچ ڪان ونـي چڪجي.

يعني هن جو مقصد هيـو تہ قوم جي ظلم تي مـدد ڪرڻ سان ڪو وڏي رتبي کي پهچندس نـہ ڄاڻ تـہ وڃي گناهہ جي ڪـوهہ ۾ اونڌي ڪنڌ ائين وڃي ڪريو جيئن اٺ اونڌي ڪنڌ وڃي ڪري ۽ هلاڪ ٿئي. پوءِ ٻچ ڪـان ونـي ان کي گهلجي، تـہ جيئن اٺ کي ٻچ ڪـان ونـي گهلڻ فائدو نـہ ڏيندو تيئن هن کي بہ اها قومي عصبيت فائدو نـہ ڏيندي.

## ۵- مهاجرن جو مسئلو

ملڪ جي ورهاڱي ڪان پوءِ هندستان مان جيڪي مسلمان اسلامي بـاٿريءَ جي ڪري هت آيا. انهن اسـان سـان ظلم ڪونـہ ڪيـو هيـو، جيـڪي مـقـامي مـاڻهن (انصـارن) سـان ظلم ٿـيـو آهي سـو حـڪـومت پاڪستان جي ڪيو آهي جو حڪومت پاڪستان جي هندن جي املاڪ جو مالڪ صرف سرماءِ دارن مهاجرن کي بڻايائين حالانڪہ ان ۾ مقامي مسلمانن (انصارن) جو بہ حق هيو جيئن تہ ان مسئلي کي زمين جي بحث ۾ اڳتي هلي ڪري ذڪر ڪيو ويندو پر اسلام جي صدقي پاڪستان بڻجڻ کان بعد مقامي مسلمانن (انصارن ) کي بوءِ وري بہ فائدو رسيو آهي. جو جيڪي هندو اسان کي بيڙهن ڪان ونـي بيڙيندا اچن بيا. اسان جون ملڪـيتون هوريان هوريان وياج ۽ ٺڳي وغيره جي ذريعي ڪـسيندا اچن پيـا. جنهن ڪري اسـان جون واڳون هندن جي هٿ ۾ هيـون ملڪـيتـون ڪـسي ويا. ۽ اسـان جو مـعاشي حـال برو ٿي ويو جو اسـان مسلمان انهن جو گولپو ڪري پيٽ ۾ مانيءَ جو ٽڪر وجهندا هيا سي باوجود هن جي جو واٽين ڪـان سنڌ ۾ اڪثريت بہ مسلمانن جي هئي.



ان ڪالم جو تفصيل ضميمہ ۾ صفحي ٢٣٢ تي پڙهو

اڪثريت هوندي به مسلمان هندن جا محتاج ۽ زيردست هوندا هيا.

مطلب ته سنڌي مسلمانن جي مٿان واٺين جو ڏاڍ هلندو هو. الله تعاليٰ سنڌي مسلمانن جي مٿان ڪرم ڪيو جو هند، ستان تقسيم ٿيو جنهن ڪري سنڌ مان اهي جابر هندو جيڪي مسلمانن کي ٻيڙن حق سمجهندا هيا انهن کي تڙيائين پوءِ هندن واري جاءِ داد ۽ ملڪيت انهن مسلمانن کي ڏنائين جيڪي هندستان مان لڏي هت آيا ۽ جنهن کي مهاجر ڪوٺيو ٿو وڃي ان مان معلوم ٿيو ته مهاجرن کي سين پنهنجي ملڪيت مان ڪجهه به نه ڏنو آهي. اسان جي دشمن کي الله تعاليٰ تڙي ڪري اهي جايون ۽ ملڪيتون اسان جي ديني ڀائرن مهاجرن کي ڏنائين.

جنهن ڪري اسان جو معاشي معاملو ۽ ديني معاملو هندن واري وقت کان سڌري ويو. هي مهاجر اسان جي تابع ٿيا ۽ اسان جي رحم ڪرم تي هتي رهيا. نه مهاجرن اسان جي معاش ۽ تهذيب کي نقصان ڏنو بلڪه اسان جو معاشي معاملو ڪيئي درجا سٺو ٿي ويو. ڪافي ساڙ اسان جي سنڌي مسلمانن واٺين جي ملڪيتن مان مفت ۾ فائدو ٻي ورتو جيستائين مهاجر ڳوٺي ڦوٺي پنهنجي ڪليم ڪيل ملڪيت حاصل ڪري. پوءِ به تقريبا ۴۰ سالن جي اندر اسان جي سنڌين هندن واريون ملڪيتون مهاجرن کان ملهه سان ورتوين جنهن ڪري اسان جا سنڌي ڀائر اڳ کان سکيا ۽ ستابا ٿا رهن.

پر ان هوندي به اسان جو سنڌي ڀاءُ اهو هندن وارو دور ياد نه ٿو ڪري ۽ نه ٿو سوچي ته اها هندن واري شامت خدا ڪنهن جي صدقي دور ڪئي. جڙو مهاجر کي دولت وارو ڏسي ڪري سڙي ٿو ۽ چوي ٿو ته اسان ڦرجي وياسي هن وٽ هيڏي دولت اسان وٽ ڪٿ جو؟

هنن جي عزت وڏيڪ اسان جي گهٽ جو.

اهو مسلمانن کي تعصب ڪرڻ حرام آهي. ها جيڪڏهن ڪو مهاجر ڪنهن سنڌي جو حق غصب ڪري ٿو ته سنڌيءَ جو حق آهي ته ان کان ڪنهن به طرح پنهنجو حق وصول ڪري.

هيءَ آهي اها ڪار "جري آنءَ نه سگهان لک لعنت گوڏن تي".

ته اسان سنڌي ڪاروبار وغيره ۾ سست آهيون محض عياش آهيون ۽ نڪو ڪمايون ته خرچ اَنڪ ڪريون. ۽ وري جي ڪجهه سرمايو ٿئي ته عيش ۾ ڪپائي ڇڏيون. هوڏانهن پناهه گير محنتي قوم آهي محنت ڪري ٿي. ۽ خرچ کي آمد جي موافق ڪري ٿي بچت ٿئي ته ڏنڊو ڪري ٿي جنهن ڪري هو قوم سنڌي قوم کان سرمائي ۾ وڌي وڃي ٿي. پوءِ ڇڙو پناهه گيرن کي سهي نه ٿي. اها ناانصافي آهي.

جي نوڪرين جو مسئلو آهي ته ان ۾ حڪومت جو قصور آهي نه مهاجرن جو. مهاجر پنهنجن مهاجرن جي نوڪرين وغيره ۾ مدد ڪن ٿا. سنڌي آفيسر محض بکيا پيءَ جو ڪم به رشوت وٺڻ کانسواءِ نه ڪرن آهي اسان جي سنڌي آفيسرن يا زميندارن ۾ قومي احساس. ان مان ظاهر آهي ته اسان جي سنڌي قوم کي سنڌي آفيسرن ۽ سنڌي زميندارن نپوريو آهي وري ڏوهه ڏيون ٿا مهاجرن تي.

مان سمجهان ٿو ته مهاجرن ۾ به اهڙا عناصر آهن جيڪي سنڌين جي حقن کي پائمال ٿا ڪن. مگر ان جو حل هيءَ نه آهي ته انهن کي قتل ڪيو وڃي ۽ انهن سان تعصب رکيو وڃي. هو جڏهن اسان کان اقليت ۾ آهن ته ظاهر آهي ته انهن جي سياسي قوت به اسان کان گهٽ آهي وري جاءِ داد ۽ ملڪيت جي لحاظ کان به اسان کان گهٽ آهن. اسان جا وڏا وڏيرا زميندار آهن جن کي هزارين جريب زمين آهي. ۽

سنڌ جي سراسري زمين سنڌين جي قبضي ۾ آهي يوء ٻه مهاجر سنڌين کان گوء کڻن ته اهو ضرور سنڌين جو قصور چئبو. جو صرف سنڌي لٽي لڌ آهن تنهن ڪري اڳوڻن سنڌين کي کپي ته مهاجرن وانگر محنت ڪن ۽ انهن جي سرمائي دارن کي کپي ته پنهنجي مسڪينن جي مدد ڪن. سنڌي سرماء دارانه ٿا ڏسن ته مهاجر پنهنجن کي ڪيئن ٿا نوازن. ڪيئي مهاجرن جا سنڌ ۾ اهڙا ادارا آهن جن جي ذريعي هو پنهنجن جي ته مدد ڪرن ٿا پر ٻراون جي ٻه مدد ڪرن ٿا. آهي ڪو اسان جي سنڌين جو ڪو اهڙو ادارو جنهن ۾ اسان ٻراون جي ته نهيو پر پنهنجن جي ٻه مدد نه ٿا ڪريون. افسوس آهي جو سنڌي سرماء دار جو ڪتو ته مکڻ ڪائي ۽ سندس ڪتي کي نه لڪس صابڻ سان تڙ حاصل ٿئي پر سنڌي پاءُ کي ر ڳي رکي ماني جي ٻه صلاح نه ڪئي وڃي. هي؛ حال آهي اسان جي سنڌي سرمادارن جو ۽ اهي ئي ماڻهو جئي سنڌ جو نعرو ٿا هڻن اهي ماڻهو جيڪڏهن قوم پرستي جي دعوي ۾ سچا هجن ها ته جيڪر اول ڪا قوم جي خدمت ڪري ڏيکارن ها ۽ اهڙا ڪارنامان ڪري ڏيکارن ها جن سان قوم جي همدردي جو ثبوت ملي ها. هوڏانهن ڏسبو ته اسان جي سنڌي قوم ڪيدي نه ڪري چڪي آهي جو سنڌي سنڌن کي اغوا پيا ٿا ڪن ۽ سنڌي سنڌين جو مال پيا ٿا ڦرن. جو چور ٻه سنڌي ته پاڳيا ٻه سنڌي، ته انهن قوم پرستن ۾ جيڪڏهن ٿوري ٻه قومي همدردي هجي ها ته ضرور ان جو سدباب ڪن ها. جو اڄ ڪلهه سنڌي قوم سڄي دنيا ۾ بدنام ٿي چڪي آهي ۽ پڻ سمجهه ۾ ايئن پيو تو اچي ته انهن سنڌي دور جي لٽيرن ۽ اغواء ڪندڙ ماڻهن کي جئي سنڌ جي حامين جي سٽ پناهي آهي. تنهنڪري سنڌي قوم کي گهرجي ته اهڙن ڪورن جي ذين تي نه

لڳن. بلڪ اسلام جو دامن ٻڪڙڻ ۽ پاڻ کي سڏارڻ جي ڪوشش ڪن ۽ اسلامي رو، سان پنهنجي حقوق جي طلب ڪن.

## ٦- سنڌي تهذيب ۽ لباس

شريعت پاڪ قومي لباس کان هرگز منع نه ڪئي آهي شريعت ۾ صرف ايتري ڳالهه ضروري آهي ته مرد جي لاءِ پٽ پهرڻ ۽ ڪفار ۽ فساق جي مشابهه لباس پهرڻ کان هيٺ ڪپڙو لڙڪائڻ ۽ عورتن جي لباس کان منع ڪئي آهي (ڪفايت المفتي ج ص ١٤٦)

جتا ڪٿ جنهن ملڪ ۾ ڪو لباس مسلم ۽ غير مسلم ۾ مشترڪ آهي جنهن جي نشاني هي آهي ته اتي سڀ قومون ۽ سمورن مذهبن جا ماڻهو عام طور لباس پائيندا آهن ته اتي ان کي پائڻ ۾ ڪجهه به حرج نه آهي (امداد الفتاوي ص ٢٦٨)

ان ڪري پاڪستان ۾ جيڪڏهن ڪو ماڻهو سوٽر يا ڪوٽ پائي ته جائز آهي جو ته پاڪستان ۾ مسلم ۽ غير مسلم جو مشترڪ لباس آهي ۽ سوٽ ڪوٽ پائڻ جائز نه آهي جو ته پاڪستان ۾ اهو لباس مسلم ۽ غير مسلم ۾ مشترڪ نه آهي بلڪ ان کي انگريزن (نصارن) جو لباس سمجهيو ويندو آهي ان ڪري ان جو پائڻ مسلم کي مڪروه ۽ ناجائز آهي (ڪذافي ڪفايت المفتي ج٩ ص ١٢٧ ص ١٤١ ص ١٤٧ فتاوي رشيد ص ٧٠) پر جيڪي ماڻهو نصارن جي ملڪ ۾ رهن ٿا جو اتي مسلمانن جو به اهو لباس آهي ته پوءِ انهن مسلمانن کي اتي سوٽ ڪوٽ پائڻ گناهه نه آهي جو ته اتي اهو لباس نصارن جو شعار نه آهي بلڪ عام لباس آهي جو مسلم غير مسلم پڻ استعمال ڪن ٿا. (فتاوي رشيديه ص٧)

جڏهن مسلم ۽ غير مسلم جي مشترڪ لباس کي شريعت مطهره

جائز ڪيو آهي تہ پوءِ جيڪو صرف مسلم قوم جو لباس آهي نہ اهو تہ پوءِ بطريق اوليٰ جائز هجڻ گهرجي، ان ڪري سنڌي ٽوپي، اجرڪ ۽ پڳ جو سنڌي قوم جو لباس آهي جائز هئڻ گهرجي ۽ جائز آهي. مفتي ڪفايت الله صاحب ڪفايت المفتي ج۹ ۾ متعدد جاين تي لکي ٿو تہ گانڌي ٽوپي يا گانڌي ڪئپ مسلمانن ۽ هندن ۾ مستعمل آهي تنهنڪري ان ٽوپي جو استعمال بلا شبہ جائز آهي. جڏهن گانڌي ٽوپي هندستان ۾ مشترڪ لباس هجڻ ڪري جائز آهي تہ پوءِ سنڌي ٽوپي يا اجرڪ وغيره جو صرف سنڌي مسلمانن جو شعار آهي تہ پوءِ اهو لباس ڪيئن ناجائز ٿيندو. افسوس آهي انهن مولوين تي جيڪي سنڌي ٽوپيءَ کي راجا ڏاهر جي ٽوپي ٿا سمجهن حالانڪہ ان ٽوپي [illegible] ڏئي ٿو تہ پراڻي زباني ڪان ٿي [illegible] شعا آهي نہ هندن جو.

سنڌ جي تهذيب جي دعويدارن کي بہ چوندس تہ اوهين سنڌ جي تهذيب جي تہ دعويٰ ڪيو ٿا مگر اوهان جو عمل ان جي خلاف آهي جو تہ سنڌ جي تهذيب ٽوپي ۽ اجرڪ ۾ بند نہ آهي بلڪہ سنڌ جي تهذيب هيٺ ڪافي شيون آهن جن کي اوهين ڦٽي ڪيو آهي مثلا ڏاڙهي سنڌ جي پراڻي تهذيب آهي ان کي اوهان ڦٽي ڪيو آهي. حيا ۽ شرم سنڌ جي پراڻي تهذيب آهي ان کي اوهان ڦٽي ڪيو آهي اوهين مرد تہ ننگا فلم ڏسو ٿا پر پنهنجن نياڻن ۽ زالن کي بہ ڏيکاريو ٿا. گهر گهر ۾ وي سي آر اچي ويو آهي، اوهين دعويٰ تہ سنڌي تهذيب جي ڪيو ٿا مگر اوهان جو عمل مغربي تهذيب ۽ يورپ وارو آهي ۽ يورپ جي تهذيب ۽ سنڌ جي تهذيب ۾ تمام وڏو تضاد ۽ ٽڪر آهي. آهي ڪو توهان ۾ جو اها سوچ رکي.

## ۷- ڏاڙهي کي سنڌ ۾ نہ آڻڻ جو مسئلو

سنڌ ۾ ڌارين کي آڻڻ اسلام جو سبق نہ آهي بلڪ

(١) اها هڪ سرمايہ دار طبقي جي چالاڪي آهي ۽ انهن کي اسلام سان هرگز محبت نہ آهي، جيڪڏهن انهن کي اسلام سان محبت هجي ها تہ ٤٢ سالن تائين قرآن ۽ اسلام جي قانون کي قتي ڪري انگريز دشمن جي قانون کي نافذ ڪيون نہ وينا هجن ها. اول تہ اهي پنهنجي ملڪ کي اسلامي تہ بڻائين پوءِ پين مسلمانن کي اسلام خاطر ملڪ ۾ آڻن. مسجد ٺهي ٺي نہ آهي اڪيڻي نمازن کي پيا ٿا ڪنو ڪن. اهي پنهنجي مفاد خاطر انهن کي سنڌ ۾ پيا ٿا آباد ڪن، جيئن آئي ويل اهي ٻاهريان ماڻهو انهن جي مدد ڪرن ۽ اهي انهن سان پنهنجي طاقت پيا ٿا حاصل ڪرن ۽ سنڌ جي پبلڪ تي ظلم پيا ٿا ڪن.

(٢) اسلام ۾ برابر مسلمانن جي همدرديءَ جو سبق آهي، مگر اسلام ۾ همدردي ترتيب سان آهي اول قريب جو حق آهي، زڪوات، خيرات ۾ اول اول مائٽ حقدار آهي، ان ڪان بعد پاڙي وارو حقدار آهي. فقهاءِ ڪرام لکيو آهي تہ جنهن ڳوٺ ۾ زڪوات جا مستحق موجود آهن ان ڳوٺ ڪان ٻاهر زڪوات ڏيڻ مڪروهہ آهي، هاڻي جڏهن سنڌ جا ماڻهو ڪافي محتاج آهن تہ پوءِ انهن کي نظر انداز ڪري ٻاهرين ماڻهن جي بيت المال مان مدد ڪرڻ ڪٿي جائز آهي، مقامي ماڻهو تہ ڪافي عرصي کان جهڳن کان محروم رهن پرواهہ نہ آهي، مگر ٻاهرين مسلمانن کي گهرائي ٺڪي جڳهو ضرور ڏبو مقامي مسلمان معاشي مصيبتن جي گهاٽي ۾ پيسجن پيا پرواهہ نہ آهي. مگر ٻاهرين کي گهرائي انهن جي معاشي پريشاني ضرور دور ڪبي. هي بہ ڪا اسلام جي تعليم آهي؟ اسلام تہ اڳ ۾ پنهنجي اڱهڙ کي ڏڪڻ جو حڪم

ڪيو آهي پوءِ ٻنهي جي اوگهڙ کي ڍڪڻ جو حڪم ڪيو آهي، پاڻ ننگو گهمي پيو پوءِ ڇڙو پيو ٻين جون اوگهڙون ڍڪيندو وتي. ائين اسلام جو هر گز حڪم نہ آهي. ڇا سنڌ جا ڪافي مقامي ماڻهو بنا اجهن جي نہ آهن؟ ۽ ڇا سنڌ جا ڪافي مقامي ماڻهو معاشي پريشانيءَ ۾ مبتلا نہ آهن؟ ۽ ڇا سنڌ جا ڪافي مقامي ماڻهو معاشي پريشانيءَ ۾ مبتلا نہ آهن ؟ پوءِ اڳ ۾ حڪومت تہ مقامي ماڻهن کي حق ڏئي جنهن بابت خدا تعاليٰ حڪمرانن کان پڇا ڪندو، اڳ ۾ تہ حقوق جي ادائي آهي، ايثار (قرباني) جو مقام تہ پوءِ جو آهي. حقوق رهيا پيا آهن زور ايثار تي، فرض رهيو پيو آهي زور نفلن تي.

جڏهن سنڌ جا مقامي ماڻهو حڪومت کان پڇا ڪن ٿا تہ مقامي ماڻهن جون گهرجون ڇو نہ ٿا پوريون ڪريو. ماڻهن کي روزگار مهيا ڪري ڇو نہ ٿا ڏيو. چون ٿا تہ گنجائش نہ آهي، پوءِ جڏهن اوهان کي مقامي ماڻهن جي روزگار مهيا ڪرڻ جي طاقت نہ آهي تہ پوءِ ٻاهريان ماڻهو گهرائي رهندو ڪڇيءَ ۾ ڪٽ ڇو ٿا وجهو؟

پاڪستان ڪانسواءِ پيا بہ تہ اسلامي ملڪ آهن جيڪي پاڪستان کان وڌيڪ محب اسلام ۽ آسودا آهن، انهن جي مٿان بہ تہ غريب ۽ مصيبت زده مسلمانن جو حق آهي، ڪن ڇڙو پاڪستان جي صوبي سنڌ تي سمورن مصيبت زده مسلمانن جو اسلام بار رکيو آهي ؟ هندستاني مصيبت زده مسلمان بہ اتي اچن، برما جا بہ هت اچن، بنگلاديشي ۽ بهاري بہ هت اچن ۽ افغانستان جا لالا بہ هت اچن. انهن کي سعودي عرب ڇو نہ ٿو گهرائي؟ جڏهن تہ دين اسلام جو مرڪز بہ اهو ئي آهي ۽ آسودو ملڪ بہ آهي. ڇا سعودي عرب کي انهن مسلمانن جي خبر نہ آهي؟ يا اسلام جي احڪامن جي ان کي خبر نہ آهي؟

سعودي عرب کي انهن مصيبت زده مسلمانن جي خبر آهي، مگر اهو انهن کي پنهنجي ملڪ ۾ هن ڪري نہ ٿو گهرائي جو اسلام اهڙي تعليم نہ ڏني آهي، بلڪہ اسلام ھيءَ تعليم آهي تہ اول پنهنجن کي خوش رکو، انهن کان بعد ٻين جي بہ مدد ڪيو. پوءِ اسلامي نقطي نگاهہ جي ڪري سعودي عرب پنهنجن کي خوش حال رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ ٻاهرين کي بنھہ اچڻ جي اجازت نہ ٿو ڏئي. ڏسو ٻاهرين جي داخلا تي ڪيڏي پابندي وڌي اٿائين جو حج ۽ عمري جي لاءِ بہ بغير ويزا جي اچڻ نہ ٿو ڏئي.

معلوم ٿيو تہ دين اسلام ۾ اول مقامي ماڻهن جون گهرجون پوريون ڪرڻ فرض آهن پوءِ ٻين جي مدد ڪرڻ جو حڪم آهي. هاڻي جڏهن حڪومت پاڪستان سنڌ جي مقامي ماڻهن جي گهرج پوري ڪرڻ کان عاجز آهي تہ پوءِ ان کي اسلامي نقطہ نگاهہ سان بهارن يا ٻين مصيبت زده مسلمانن کي سنڌ ۾ آباد ڪرڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي، بلڪہ جيڪڏهن حڪومت ائين ڪندي تہ پوءِ اهو سنڌي عوام سان حڪومت جو ظلم چئبو فقط والله اعلم بالصواب.

## ٨ـ ڪالا باغ ڊيم جو مسئلو

(الف) درياءِ سنڌ جڏهن تہ مخصوص سنڌ لاءِ آهي جيئن تہ سندس نالي مان ظاهر ٿئي ٿو ۽ ٻڻ قديم زماني کان ان درياءَ جي پاڻيءَ تي قبضو ۽ تصرف سنڌ علائقي جو آهي، جنهن جو دليل سکر بيراج، ڪوٽڙي بيراج ۽ گڊو بيراج آهن، پوءِ جڏهن درياءَ سنڌ جي پاڻيءَ تي قبضو ۽ تصرف سنڌ جي ماڻهن جو آهي تہ پوءِ درياءِ سنڌ خالص سنڌ جي ماڻهن جو چئبو، ۽ سنڌ جي آباديءَ لاءِ مشترڪہ چئبو، اسلام جي روءِ سان سنڌ جي عوام کانسواءِ ٻين جو ان ۾ تصرف ۽ دخل اندازي

ڪرڻ ناجائز آهي.

**ڪمافي العالمگيريہ**

نهــر مملوڪ دخل مـاءہ تحت المقـاسـم الاان الشرڪة فـيـه عـامــ وحدها ان يكون الشركاءَ فيہ مائة فصا عدا والحكم فيہ ان من اراد ان يكري منة نهرا الي ارض احياها فانة يمنع عنہ اضر ذالک باهل النهر اولم يضر (عالمگيري ج ۵ ص ۲۹۰ ج ۲)

**ترجمو:** هڪ نهر ڪنهن قوم جي ملڪيت آهي. ۽ ان جو پاڻي ورڇ هيٺ اچي چڪو آهي، مگر ان ۾ عـام پبلڪ شـريڪ آهي، جنهن جو اندازو سـويا سـو ڪـان مٿي آهي تہ ان نـهـر جو حـڪم هيءَ آهي تہ جيڪو ان مان نهر کوٽا ئڻجو ارادو ڪري ٿو تان تہ ان ذريعي هڪ نئين زمين آباد ڪري پوءِ ان کي روڪيو ويندو ان سـان (اڳلي پيچ) وارن کي چاهي نقصان پهچي چاهي نقصان نہ بہ پهچي. يعني جيڪڏهن ڪا نهر ڪنهن خاص قـوم لاءِ آهي. ۽ حـڪـومت ان جو پاڻي ورچي ڇڏيو آهي تہ هاڻي نئين سـر ڪنهن غيـر آباد زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ ان مـان پاڻي ڪاهي وڃڻ جو ڪنهن کي بہ حق نـہ آهي، چاهي ڪاهي وڃڻ سان بيج وارن کي نقـصـان پهچي چاهي نقصـان نـہ بـہ پهچي تـہ پوءِ درياءِ سنڌ بہ هڪ سنڌي قوم جي ملڪيت آهي ۽ سو ڪان مٿي افرادن ۾ شريڪ آهي ۽ ان جي پاڻيءَ جي ورڇ بـہ سکر بيـراج، ڪوٽڙي بيراج ۽ گـڊو بيـراج جي ذريعي ٿي چڪي آهي تہ عـالمگيريہ جي پڌايل قـانون موافق پنجاب وارن کي هر حـالت ۾ درياءِ سنڌ مـان واهہ ڪـوٽائي ڪري نئين زمين جي آباد ڪرڻ جو حق نـہ آهي چاهي ڪٿي سنڌ وارن کي نقصـان نـہ بہ پهچي تـہ پوءِ ڪالا باغ ڊيم تـاهڻ جو حق انهن کي ڪيئن ٿـو پهچي جڏهن تہ ان ڪري سنڌ وارن کي نقـصـان جو بہ خطرو آهي. جو تـہ ان ڪري

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ نه ٿي پوندي جنهن ڪري سنڌ جي ڪافي آباد زمين غير آباد ٿي پوندي.

(ب) پر جيڪڏهن درياءُ سنڌ کي صرف سنڌ وارن جي ملڪيت قرار نه ڏنو وڃي، بلڪه ان کي مشترڪه شي قرار ڏنو وڃي تڏهن به ان ۾ شرعي اعتبار جي لحاظ کان سنڌ وارن جو پاڻي جيڪو سرڪار ورهي چڪي آهي ان کي گهٽائي نه ٿو سگهجي، بلڪه جيڪو پاڻي منڍ دريا کان وٺي آخر درياءُ تائين ورهيل آهي سيني کي پيچ پوري ڏيڻي آهي. جيستائين پڇڙيءَ وارن جي ضرورت پوري نه ٿيندي تيستائين مٿيان نه پاڻي بند ڪري سگهن ٿا نه ڪي ذخيرو ڪري رکي سگهن ٿا.

**(١) قال في الهداية :**

فان كان الا على منهم لا يشرب حتى يسكر النهر لم يكن له ذلك. (هدايه ج۴ ص ۴۷۴)

**ترجمو:** پوءِ جيڪڏهن مٿيون بندي ڏيڻ کانسواءِ زمين کي سيراب نه ٿو ڪري سگهي ته ان کي بندي ڏيڻ جو حق نه آهي.

هن عبارت جي سياق، سباق مان معلوم ٿو ٿئي ته اهو مسئلو صاحب هدايه ان نهر جو بيان ڪيو آهي، جيڪا ڪنهن قوم ۾ مشترڪه آهي ۽ مٿين ماڻهوءَ جي ان ۾ پيچ به آهي، مگر مٿين ماڻهوءَ جي زمين تي پاڻي بغير بندي ڏيڻ جي نه ٿو چڙهي ته ان کي بندي ڏيڻ جو حق نه آهي.

هاڻي سوچڻ جو مقام آهي ته جڏهن خاص نهر جنهن ۾ هن جي اڪيلي پيچ آهي ان هوندي به پيچ واريءَ زمين کي پاڻي ڏيڻ خاطر بندو نه ٿو ڏيئي سگهي جو ته ان سان هيٺين ماڻهن جو حق تلف ٿيندو ته پوءِ عام نهر جي پاڻيءَ کي مهڙين جي مفاد خاطر جن جي اڳ ۾ پيچ

بہ نہ آهي ڪيئن روڪي سگھبو يا ڪيئن ذخير اندوزي ڪري رکبو بلڪہ عام نهر ۾ تہ بطريق اولي پاڻي روڪڻ يا ذخيره اندوزي ڪرڻ جو حق نہ آهي (١) جو نہ جڏهن پيچ هوندي پاڻي نہ ٿو روڪي سگهي تہ جڏهن پيچ نہ آهي تہ بطريق اوليٰ روڪي نہ سگهندو (٢) خاص نهر ۾ پاڻي هيٺين جي حق تلفي ڪرڻ خاطر نہ ٿو روڪي سگهي پوءِ جڏهن خاص نهر ۾ روڪڻ جي ڪري ٻورن جو حق تلف ٿو ٿئي تہ پوءِ عام نهر ۾ گھٽڻ جو حق تلف ٿيندو تہ ان ۾ تہ بطريق اولي روڪي نہ سگهندو.

(٢) وفي العالمگيريہ

اماالنهر العام الذي هو غير مملوک لاحد فلکل احد ان يکري منہ نهرا الي ارضہ ان لم يضر بالنهر الا عظم وان ضرلم يکن لہ ذلک ... وقال ايضا و کذلک لواراد الامير ان يجعل شربالرجل من النهر الاعظم اويزيد کوة ان کان يضر بالعامة لا يجوزوان لم يضربهم جاز(عالمگيريہ ج٥ ص ٣٩٥)

**ترجمو:** ٻر اها وڏي نهر جا ڪنهن جي مملوڪ نہ آهي ان مان هر هڪ کي پنهنجي زمين ڏانهن نهر کوٽڻ جو حق آهي جيڪڏهن وڏي نهر کي نقصان نہ پوي ۽ جيڪڏهن وڏي نهر کي نقصان پوندو تہ پوءِ کوٽڻ جو حق نہ آهي. ۽ اهڙي طرح جيڪڏهن وڏي نهر مان حاڪم ڪنهن کي نئين پيچ ڏئي ٿو يا کو ماندول وڌائي ٿو تہ جيڪڏهن ان سان عام پبلڪ جو نقصان آهي تہ پوءِ ناجائز آهي.

۽ جيڪڏهن عام پبلڪ جو نقصان نہ آهي تہ پوءِ جائز آهي. عالمگيريہ جي ان عبارت مان ٿي مسئلا حاصل ٿين ٿا (هڪ) وڏي نهر جا ڪنهن جي خاص ملڪ نہ آهي بلڪ مشترڪ آهي ان مان نئون واهہ

ڪوٺڻ تڏهن جائز آهي جڏهن وڏي نهر کي نقصان نہ پهچي جيڪڏهن وڏي نهر کي نقصان پهچي ٿو تہ جائز نہ آهي (ٻيو) ان وڏي نهر مان نئين پيچ ڪنهن کي تڏهن ملندي جڏهن عام (پيچ حاصل ڪندڙن) کي نقصان نہ رسي. (ٽيون) ان وڏي نهر ۾ اڳ هڪ شخص جي پيچ هڪ لول (ماندِون) آهي ٻئي لول (ماندِول) جي بہ ان کي اجازت تڏهن ملندي جڏهن عام ماڻهن کي نقصان نہ رسي.

**لتيجو:** هاڻي معلوم ٿيو تہ عام مشترڪ نهر مان جيڪڏهن ڪنهن کي واهہ ڪوٺڻ يا نئين پيچ يا ماندِول وڌائي ڏيڻ سان عام ماڻهن جي آباديءَ کي نقصان پهچي ٿو تہ پوءِ اهي نهئي ڳالهيون جائز نہ آهن تنهن ڪري سنڌ جي عوام جو ڪالا باغ ڊيم نہ ٺهڻ جو مطالبو برحق آهي جو تہ ان ۾ پاڻي روڪڻ سان سنڌ جي آباديءَ کي وڏو نقصان پهچندو.

**(٣) وفي البدائع**

وسئل ابو يوسف عن نهر مرو وهو نهر عظيم احيي رجل ارضا كانت مواتا حفرلها نهرا نوق مرومن موضع ليس يملك احد فساق الماء اليهامن ذلك النهر فقال ابو يوسف ان كان يدخل علي اهل مرو ضرر في ماء هم ليس لة ذالك وان كان لا يضرهم فلہ ذلك وليس لهم ان يمنعوه لما قلنا وسئل ايضا اذا كان لرجل من هذا النهر كوي معروفة هل لة ان يزيد فيها فقال ان زادفي ملكه وذلك لايضر باهل النهر فلة ذالك (بدائع الصنائع ج٦ ص٩٢)

**ترجمو:** قاضي ابو يوسف کان مروجي نهر بابت سوال ڪيو ويو جا هڪ وڏي نهر آهي. مروجي مٿان هڪ شخص پنهنجي غير آباد زمين جي آباد ڪرڻ لاءِ نهر کوٽي ٿو ۽ اتان کوٽي ٿو جا زمين ڪنهن جي

مملوڪ نہ آهي ۽ وڏي نهر مان پاڻي ڏکي ٿو، تنهن تي ابو يوسف فرمايو جيڪڏهن مرو وارن کي پاڻيءَجي کوٽ ٿئي ٿي تہ پوءِ ان کي حق نہ آهي ۽ جيڪڏهن کوٽ نہ ٿي ٿئي تہ پوءِ ان کي نهر کوٽڻ جو حق آهي ۽ پوءِ اهي ان کي جهلي نہ ٿا سگهن ۽ ان جو سبب اسان بيان ڪري چڪا آهيون، وري قاضي صاحب کان (پيو) سوال ڪيو ويو تہ ان نهر ۾ هڪ شخص جا مانڊول مقرر آهن هاڻي انهن کان وڏائي ٿو، پوءِ جواب ۾ فرمايائين جيڪڏهن پنهنجي ملڪيت ۾ وڏائي ٿو ۽ ٻين جي ٻيج کي نقصان نہ ٿو ڏئي تہ حق اٿس.

ذڪر ڪيل عبارت ۾ قاضي ابو يوسف کان ٻہ مسئلا پڇيا ويا آهن جن جو قاضي صاحب جواب ڏنو آهي (هڪ) تہ درياءَ مرو جيڪو وڏو درياءَ آهي جو مرو قوم ڏانهن منسوب آهي، هڪ شخص مرو قوم جي مٿان ان مان واهہ کوٽي هڪ نئين زمين آباد ڪري ٿو تہ ان کي ان واهہ کوٽڻ جو حق آهي؟ قاضي صاحب جواب ۾ فرمائي ٿو جيڪڏهن ان سببان مرو وارن کي پاڻيءَ جي کوٽ رسي ٿي تہ جائز نہ آهي ۽ جيڪڏهن مرو وارن کي پاڻيءَ جي کوٽ نہ ٿي رسي تہ جائز آهي.

**لتيجو**

قاضي ابو يوسف جو مقام قضا (فيصلي) ۽ زمين جي مسائل ۾ امام ابو حنيفہ کان بہ مٿي آهي ڇو جو امام ابو يوسف پاڻ قاضي ٿي رهيو آهي ۽ قاضيءَ کي تجربو هوندو آهي ۽ تجربي وارو ماڻهو ڄڙي علم واري کان مٿي ڄاڻ رکندو آهي جيئن تہ مشهور مقولو آهي سل المجرب ولا تسال الحكيم، يعني تجربيڪار کان پڇا ڪر، صرف علم واري کان پڇا نہ ڪر، ان بنا تي قاضي ابو يوسف جي فتوي فقهہ حنفي ۾ قضا ۽ زمين جي مسائل ۾ وڏي اهميت، بلڪہ حرف آخر جي حيثيت

رکي ٿي.

اهو جڏهن مرو درياء جي لاءِ فتوي ڏني ته مرو جي متان ان درياءَ مان ڪو به ماڻهو نئين زمين آباد ڪرڻ لاءِ واهه تڏهن ڪوٽي سگهي ٿو جڏهن مرو وارن کي پاڻيءَ جي کوٽ نه ٿئي ۽ جيڪڏهن مرو وارن کي کوٽ رسي ٿي ته پوءِ مرو جي متان واهه کوٽي نه ٿو سگهي.

ته پوءِ قاضي ابو يوسف بلڪه فقه حنفي جي درياءَ سنڌ لاءِ به اها ئي فتوي ٿيندي ته جڏهن ڪالا باغ ڊيم ۾ درياءَ سنڌ جي پاڻيءَ کي ذخيري ڪرڻ سان سنڌ ۾ پاڻيءَ جي لازما کوٽ ٿيندي ته اها حرڪت ڪرڻ ناجائز ۽ خلاف شرع آهي، درياءِ سنڌ ۽ درياءِ مروجي مسئلي جي حيثيت هو بهو هڪ جهڙي آهي.

(الف) جيئن درياءَ مرو وڏو درياءُ آهي جيئن ته خود سوال ۾ آهي وهو نهر عظيم (ته اهو وڏو درياءُ آهي) تيئن درياءِ سنڌ به وڏو درياءُ آهي.

(ب) جيئن درياءِ مرو هڪ قوم يعني مرو ڏانهن منسوب آهي تيئن درياءِ سنڌ به هڪ قوم يعني سنڌي قوم ڏانهن منسوب آهي.

(ج) جيئن دريا مرو جو منڍ مرو قوم کان اڳ ۾ آهي ۽ پيڇڙي مرو قوم ۾ اٿس تيئن درياءِ سنڌ جو منڍ به سنڌي قوم کان اڳ ۾ آهي ۽ پيڇڙي سنڌ ۾ اٿس ته پوءِ جيئن درياءِ مرو جي منڍ ۾ ڪو اهڙي حرڪت ڪري نه ٿو سگهي جنهن ڪري مروه وارن کي پاڻيءَ جي کوٽ ٿئي تيئن درياءِ سنڌ جي منڍ ۾ به ڪو اهڙي حرڪت نه ٿو ڪري سگهي جنهن ڪري سنڌ وارن کي پاڻيءَ جي کوٽ ٿئي.

(ٻيو مسئلو) بدائع الصنائع جي عبارت ۾ ٻيو مسئلو قاضي ابو يوسف جي فتوئ سان هيءَ ذڪر ٿيل آهي ته ساڳي دريا مرو ۾ هڪ

شخص جي لاءِ ماندوُل مقرر ٿيل آهن هاڻي اهو شخص مقرر ٿيل ماندوُلن کان متي هڪ يا ٻه ماڻدوُن وڏيڪ ٿو وجهي تہ ان صورت ۾ بہ قاضي ابو يوسف فتوئي ڏئي ٿو تہ جيڪڏهن باقي ماڻهن کي جن جو ان درياءَ ۾ ٻيچ جو حق آهي ۽ ان مان پاڻي پوکن کي ڏيندا آهن انهن کي نقصان پهچي ٿو تہ پوءِ ان کي وڏيڪ ماندوُل وجهڻ جو کو حق نہ آهي ۽ جيڪڏهن باقي ماڻهن کي نقصان نہ ٿو پهچي تہ وڏيڪ ماندوُل وجهڻ جو حق آهي.

**نتيجو:** جڏهن ٻيچ واري کي وڏيڪ ماندوُل وجهڻ سان هيٺين کي پاڻيءَ جي کوٽ ٿي ٿئي ٿي تہ ان وقت ان کي شريعت اجازت نہ ٿي ڏئي تہ پوءِ غير ٻيچ وارن کي ڪالا باغ ڊيم ۾ پاڻيءَ جو ذخيرو جمع ڪري سنڌ وارن کي پاڻيءَ جي کوٽ ڏيڻ ڪيئن جائز ٿيندي؟

**(۴) وفي ردالمحتار**

فان اضر بان يفيض الماءُ ويفسد حقوق الناس اوينقطع الماءُ عن النهر الاعظم اويمنع جريان السفن تتارخانيہ فلكل واحد مسلما كان اوذميا او مكا تبا منعہ بزازيہ (ـرد المحتار ج۴ ص ۴۲۸)

**ترجمو:** پوءِ جيڪڏهن نقصان ٿو ڏئي جو پاڻي وهي ويندو تہ ماڻهن جا حق ناس ٿي ويندا يا وڏي نهر مان پاڻي سڪي ويندو يا ٻيڙيون هلي نہ سگهنديون تہ پوءِ هر هڪڙي کي جهلڻ جو حق آهي مسلمان هجي چاهي ذمي هجي چاهي مڪاتب هجي.

فرمائي ٿو تہ وڏي درياءَ مان کو واهہ کوٽائي ٿو پوءِ جيڪڏهن ان ڪري پاڻي اوڏانهن وهي پوي ٿو جنهن ڪري ماڻهن جا حق تلف ٿين ٿا يا ان واهہ سببان درياءَ مان پاڻي ختم ٿو ٿئي يا پاڻيءَ جو وهڪرو اهڙو ڊرو ٿو ٿي وڃي جنهن ڪري ان ۾ ٻيڙيون هلي نہ ٿيون

سگهن تہ بوءِ هر هڪ انســـان کي ان واهہ جي روڪڻ جو حق آهي چاهي مسلمان هجي چاهي غير مسلمان هجي، آزاد هجي چاهي مڪاتب (ٻانهي جو هڪ قسم آهي) هجي.

**نتيجو ۽ حڪومت جي رويي تي افسوس ۽ تنبيهہ**

درياءَ ۾ هينين ماڻهن جو ڪيڏو نہ شريعت حق رکيو آهي جو مٿين جي حرڪت سببان جيڪڏهن هينين ماڻهن جو حق تلف ٿو ٿئي تہ هيٺيون مٿين کي ان حرڪت کان روڪي سگهي ٿو چاهي هيٺيون غير مسلم يا ماڙيچو جو نہ هجي.

پوءِ حيف آهي حڪومت پاڪستان ۽ حڪومت پنجاب تي جو هيترا سنڌ جا مسلمان جن ۾ اهل الله ۽ ڪيئي وڏا بزرگ ۽ خدا رسيده ماڻهو ڪو ڪان ٿا ڪرن تہ ڪالا باغ ۽ ٻيو ۾ اسان جو پاڻي بند نہ ڪريو تہ نہ ٿا ٻڌن.

هوڏانهن شريعت پاڪ جو حڪم آهي تہ اهڙي دانهن جيڪڏهن هندو يا ماڙيچو ڪري تہ ان جي دانهن کي ٻڌو ۽ ان تي عمل ڪري ان کي پاڻيءَ جو حق ڏيو.

هيءَ آهي ايڏو انڌير حڪومت پاڪستان ۽ حڪومت پنجاب جو، ۽ هتيون جيڪڏهن مرڪزي حڪومت يا حڪومت پنجاب کان پڇا ڪندوءَ تہ اوهين ڪير آهيو. چوندا سچا مسلمان ۽ شريعت جا پٽ. ۽ سنڌ وارا ڪير آهن تہ چوندا اهي پڪا ملڪ ۽ اسلام جا غدار.

جڏهن مرڪزي حڪومت پاڪستان ۽ صوبو پنجاب جي سنڌ جي عوام سان ايڏي زيادتي آهي جو سنڌ جي عوام جا حق تہ لٽن پر رهندو ڏوهي بہ انهن کي سمجهن تہ پوءِ ضرور ڪنهن ڏينهن اها لچدار قوم پاڪستان کان صفا بيزار ٿي پوندي ۽ ڪجهہ قوم تہ بيزار ٿي بہ

چڪي آهي، ان ۾ سنڌي عوام جو ڪو قصور نہ آهي جو تہ پيءُ جڏهن اولاد سان ظلم ڪندو آهي تہ نيٺ اولاد پيءُ کان بيزار ٿي پوندي آهي، ظلم هڪ اهڙي بڇڙي قينچي آهي جيڪا سڀ لاڳاپا ڪپي ڇڏيندي آهي، اولاد ظلم ڪري پيءُ ماءُ کي ڦِٽي ڪندي آهي ۽ پيءُ ماءُ اولاد کي ظلم جي ڪري ڦٽي ڪندا آهن، ڪي عورتون تہ مڙس جي ظلم ڪري ننڍا ٻچا بہ ڦٽي ڪري هليون وينديون آهن. بهرحال مرڪزي حڪومت ۽ پنجاب کي پاڪستان سان خيرخواهي ڪرڻ گهرجي، ۽ پاڪستان جي خيرخواهي ان ۾ آهي تہ ننڍن صوبن تي رحم ڪري، مگر بجاءِ رحم ڪرڻ جي لٽي ٿو ۽ رهڙ پٽي ٿو، نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جيڪو ننڍن تي رحم نہ ٿو ڪري ۽ وڏن جا حق ادا نہ ٿو ڪري اهو اسان مان نہ آهي، تنهنڪري پنجاب کي گهرجي تہ ننڍن صوبن تي رحم ڪري، جو تہ اهي ننڍا صوبا ان جا ننڍا ڀائر آهن ۽ پنجاب پاڻ انهن جو وڏو ڀاءُ آهي، مگر بجاءِ رحم ڪرڻ جي وڏو ڀاءُ ننڍن ۽ ضعيف ڀائرن کي پيو ٿو ڦري ۽ لٽي تنهنڪري سنڌ جو عوام خاص ڪري پنجاب کان بدظن ٿيندو ٿو وڃي، ۽ انهيءَ بدظني ڪري مشرقي پاڪستان بنگلہ ديش بڻجي ويو ۽ سنڌو ديش تحريڪ جو سبب بہ بدظني آهي جو سنڌي عوام جي حقوق کي پاڪستان ٺهڻ کان وٺي تقريبا ۴۲ سالن تائين پائمال ڪيو ويو آهي، سمجهہ ۾ ائين ٿو اچي جڻ تہ سنڌي قوم مرڪزي حڪومت وٽ دفتر تي چڙهيل ٿي نہ آهي جو هر مسئلي ۾ سنڌ جي عوام کي نظر انداز ڪندي ٿي اچي، حالانڪہ سنڌي عوام تحريڪ پاڪستان ۾ وڏو حصو ورتو هيو ۽ پاڪستان ٺهڻ تي خوشيون ڪيائون ۽ هن ڪري هڪ تہ انگريز ۽ هندن جي غلاميءَ کان آزاد ٿيا سي پيو تہ هندن جيڪي اسان جا حق تلف ڪيا هيا پاڪستان

نهڻ سان اهي حق اسان کي ملي ويندا.

## پاڪستان ٺهڻ سان ٺي سنڌي قوم سان ظلم ۽ سنڌي قوم جي سادگي

مگر بدقسمتيءَ سبان هندن جون متروڪ (ڇڏيل) جائداد ۽ زمينون جيڪي سنڌي مسلمانن کان اٽڪل [٥٩] سڪل تي هندن غصب ڪيون هيون، سي حڪومت پاڪستان سراسر غير منصفانہ طريقي تي هندستان کان آيل مهاجرن کي ڏيئي ڇڏيون ۽ مقامي مسڪين مسلمانن تي ان انڌي حڪومت جي ڪجهہ بہ نظر نہ پئي، سمجهہ ۾ ائين ٿو اچي تہ اصل کان وٺي سنڌي مسلمان قوم هر ظالم جي اڳيان انهن جراثمين کان بہ وڌيڪ سنهڙي آهي جيڪي جراثيم خوردبينيءَ کانسواءِ نہ ٿا ڏنا وڃن، هندن جي متروڪہ جائداد جو تفصيل اڳتي انشاء الله زمين جي بحث ۾ ايندو. بهرحال ان وقت اسلام جي نالي سان پاڪستان نئون ٺهيو هيو. شروعات ۾ جيڪڏهن حڪمران اسلام جي عينڪ اکين تي چاڙهن ها تہ اسلام انهن کي هيءَ ڳالهہ ڏيکاري هان تہ گهٽ ۾ گهٽ هندن جي ڇڏيل جائداد فيءَ جو مال آهي ۽ فيءَ جي مال جا مستحق جيئن مهاجر آهن تيئن انصار بہ آهن، مگر پاڪستان ٺهڻ سان ٺي سنڌي قوم کي اسلام سان ڌوڪو ڏنو ويو ۽ سرمايہ دارانہ نظام موافق هندن جون متروڪہ جائداد ۽ زمينون سمورين ٻاهريان آيل صرف سرمائيدارن مهاجرن کي ڏنائون ۽ ٻڻ غريب مهاجرن کي بہ نہ ڏنائون. توڙي سنڌي انصارن کي متروڪہ جائداد مان نہ بہ ڏنو ويو ان هوندي بہ يحبون من ها جراليهم جو مصداق ٿنجي هندن جون متروڪہ جائداد مان حق وٺڻ جو مطالبو نہ ڪيائون ۽ چيائون تہ ڀل انهن مهاجرن ڀائرن کي ملن، اهي مهاجر اسان جا ڀائر آهن. انهن کي مليون ڄڻ اسان کي مليون،



[٥٩] ان جو تفصيل ضميمي ۾ صفحي ٢٣٤ تي پڙهندا ١٢ منہ

ليڪن مهاجرن سنڌي انصارن کي ان جو صلو هيءُ ڏنو جو انهن کي پنهنجي اباڻي وطن ۾ سڪون ۽ عزت سان رهڻ به نه ٿا ڏين. بلڪ آئي ڏانڊي ڪاڻ ٿي ويٺي بورچاٽيءَ جو مصداق بڻجي انصارن کي ڪچلن ٿا ۽ اها سنڌي قوم کي پنهنجي عملن جي شامت آهي جو ان وقت نه سوچيائون ته پيڙهن ڪان وٺي اسان کي هندن ڪچليو آهي. هاڻي جڏهن الله سائين اسلام جي بدولت انهن ڪان آزاد ڪيو آهي هاڻي ته اسان هوشيار ٿيون، متان اٿين نه ٿي جو ڏاند پڳو هڪ پانجاريءَ ڏان ته پوڙي ۾ به پانجاريون پيون هيس ۽ هميشه نانگ ڪاڏو نوڙيءَ ڪان ڏڇندو آهي. مگر سنڌي مسلمانن ان وقت هوشياري نه ڪئي ۽ پنهنجي حقن حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪيائون. حالانڪ حقوق حاصل ڪرڻ لاءِ شريعت پاڪ وڏي هدايت ڪئي آهي. ابو دائود ۾ روايت آهي ته هڪ صحابي، سڳوري کي ڪو حق نه پيو ڏئي ان حق واري صحابي چيو ماشاالله يا امڙو ڪو پيو اکر چيائين تنهن تي پنهي جهانن جي رهبر سيد المرسلين صلي الله عليه وسلم جن ان سادي صحابي کي ڏانٽيو ۽ فرمايائين ته اڳ ۾ حق جي وصولي جي ڪوشش ڪرين هان. جيڪڏهن ڪوشش جي باوجود نه ملئي هان. ته پوءِ ماشاالله چوين هان ته هيءَ سنڌي قوم پنهنجي عملن جي سزا پوڳي ٿي جيڪڏهن ان وقت سنڌي قوم سجاڳ ٿي پوي هان ۽ حڪومت کي چوي هان ڪالهه توهان پاڪستان اسلام جي نالي تي ناهيو آهي اڄ فيڪجي زمين ۽ جائداد کي بابا اسلام جي ٻڌايل طريقي سان تقسيم ڪيو وڃي ۽ پڻ هندن جي متروڪ جائداد تي قبضا ڪيا وڃن هان ته جيڪر اسلام ۽ سرمايداري ان وقت ئي نروار ٿي وڃي هان ۽ اسلام جي عادلانه نظام موافق دولت جو توازن ٺيڪ ٿي وڃي هان، مهاجرن ۽ انصارن جي مالي حيثيت هڪ

جهڙي ٿي وڃي هان پوءِ هي جهيڙا جهڳڙا پيدا ٿي نہ ٿين هان، سنڌي قوم کي اها مار اسلام جي ڦٽي ڪرڻ جي ڪري بڻي آهي ۽ خدا تعاليٰ جي قدرت آهي جو اڄان بہ سنڌي قوم اسلام جي دامن هيٺ نہ ٿي اچي، جنهن جي دامن پڪڙڻ سان سندس عزت ۽ وقار بحال ٿي وڃي، بهرحال سنڌي مسلمانن لاءِ ڪيترو بہ روئجي سو ٿورو آهي مگر پاڪستان جي حڪومت بہ انهن سان پوريون ڪري ڇڏيون آهن.

## سنڌ ۾ غير آباد زمينن جو مسئلو

هندن جي متروڪہ زمينن ۽ جائداد کان بعد سنڌ ۾ جيڪي غيرآباد زمينون پيون آهن انهن ۾ بہ سنڌي مسلمانن جو ئي حق آهي مگر جڏهن تہ حڪومت جي اڏو سنڌي مسلمان ايترو سنهو ۽ ننڍو آهي جو خوردبينيءَ سان بہ ان کي نظر نہ ٿو اچي جو بجاءِ سنڌي مسلمانن جي غير سنڌين کي ڏنيون ٿيون وڃن، ڪوٽڙي براج يا گڊو بيراج تعمير ٿيڻ وقت سنڌي قوم مهاجرن کان ڏک کائي سجاڳ ٿي واويلا ڪيائون. مگر پاڪستان جي انڌي ۽ ٻوڙيءَ حڪومت ڪجھ بہ نہ ٻڌو سواءِ ٿوري اراضيءَ جي جا سنڌي مسلمانن کي ڏني ويئي آهي باقي ڪل جو ڪل غير سنڌين کي نيلام ڪري يا خوشامد جي طور تي ڏني ويئي، اصغر خان ۽ نڪا خان جو يا عمران خان جو سنڌ جي اراضي ۾ ڪهڙو حق آهي.

سنڌ جي اراضيءَ ۾ اسلامي روءِ سان سنڌي وڏيرن يا زميندارن جو بہ حق نہ آهي بلڪہ صرف مسڪين ۽ غريب سنڌي عوام جو حق آهي.

## پاڻي جو مسئلو

اهڙي طرح ملازمتن ۽ نوڪرين جي مسئلي ۾ بہ سنڌ جي عوام

ڪي پوئتي ڪري غير سنڌين کي سنڌ ۾ ملازمتون ڏنيون ٿيون وڃن ۽ غير سنڌي سنڌ ۾ آباد ٿيندا ٿا وڃن. اهي سڀ سور ۽ تڪليفون سنڌ جي عوام جي مٿان اڳيئي پيل آهن ته وري هاڻي پاڻيءَ جو مسئلو جو سنڌوندي‍ءَ تي ڪالا باغ ڊيم جي ذريعي سنڌ جو پاڻي بند ڪري سنڌ جي عـــــوام جي دل آزاري ڪئي ٿي وڃي، جنهن جي دفع ڪرڻ جي ضمانت حڪومت پاڪستان تي آهي، جيڪڏهن ان جي دفع ڪرڻ ۾ حڪومت ليت و لعل ڪئي يا حڪومت پوڙي ٿي سنڌ جي عوام جو پڌو اڻ پڌو ڪري ڇڏيو ته پوءِ ملڪ لاءِ ڇڱو نظر نه ٿو اچي ۽ پڻ شرعي نقطہءِ نگاهہ کانسواءِ به درياءِ سنڌ ۾ اول حق سنڌ جو آهي. جو ان سلسلي ۾ ١٨٧١ع ۾ وائسراءِ هند جو فيصلو ١٩١٩ع ۾ بيهر وائسراءِ جيمس فورڊ جو فيصلو ۽ ١٩٢٥ع ۾ ٽئين ڀيري لارڊ ريڊ گ جو فيصلو پڙهڻ گهرجي. انهن ٽنهي موقعن تي انهن پنجاب حڪومت جي درخواست کي جو درياءِ سنڌ مان انهن کي پاڻي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي مسترد ڪيو هيو. ان کان بعد ١٩٤١ع گورنر جنرل پاڻيءَ جي مسئلي تي هڪ ڪميشن قائم ڪئي هئي جنهن جو چيئرمين ڪلڪته هائي ڪورٽ جي جج مسٽر بي- اين- راءِ کي بڻايو ويو هيو سنڌ ۽ پنجاب جا چيف انجنيئر ان ڪميشن جا ميمبر هيا. ١٩٤٥ع ۾ ان ڪميشن هڪ معاهدومنظور ڪيو هيو جنهن کي (سنڌ پنجاب ايگريمينٽ) بہ چيو ويندو آهي. ان معاهدي ۾ بہ واضح ڪيو ويو هيو ته درياءِ سنڌ تي پهريان حق سنڌ جو آهي، ٽنهي بيراجن جي مڪمل ٿيڻ کان بعد بہ جيڪڏهن پاڻي بچي پوندو اهو پنجاب استعمال ڪندو. ليڪن ان جو عوض پنجاب سنڌ کي ادا ڪري ڏيندو. ان ڪري سنڌ وارا چون ٿا ته حڪومت پاڪستان شرعي قانون ۽ انگريزي قانون جي

نقطي نگاهہ سان ڪالا باغ ڊيم ۾ درياءَ سنڌ جي پاڻيءَ کي روڪڻ جي منصوبي کي مسترد ڪري ڇڏيءَ سنڌي عوام جي دعائن کي حاصل ڪري.

**سوال**

حديث شريف ۾ آهي تہ حضرت زبير جو هڪ انصاريءَ سان ناليءَ جي پاڻيءَ تي جهڳڙو ٿي پيو نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن حضرت زبير کي فرمايو اڳ ۾ زبير تون پاڻي پيار پوءِ پاڙي واري ڏانهن پاڻيءَ کي ڇڏ. تنهن تي انصاريءَ چيو ان ڪري تہ تنهنجو پڦات آهي پوءِ غصي ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جو چهرو انور ڳاڙهو ٿي ويو ۽ فرمايائين اي زبير خوب پيار جو پاڻي پٽ جي پاڙ کي پهچي وڃي پوءِ پاڙي واري ڏي پاڻي ڇڏ ("رواه النجاري وابو داؤد الترندي مشڪواة ص ٢٥٩ ) ان حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ مٿيون پاڻي بند ڪري سگهي ٿو.

**جواب:**

ان حديثم هڪ ناليءَ جو قصو آهي جنهن جي تقسيم واري وٿيءَ تي ٿيل هئي تہ ان صورت ۾ اول وارو مهڙ واري جو آهي ۽ اهو پوک کي ايترو پاڻي ڏئي جڏهن پاڻي پٽ جي پاڙ کي پهچي ان جو انداز علماءِ ڪرام ٻيڏين تائين لکيو آهي ان کان بعد واري وٽيءَ تي هر هڪ ايترو پاڻي پياريندو سو ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ جنهن واٽر يا ناليءَ جو پاڻي واري وٽيءَ سان مقرر ٿيل آهي ان ۾ اول واري جو حقدار مهڙ وارو اهي. باقي ان حديث مان هيءَ مسئلو استنباط هرگز نہ ٿو ڪري سگهجي جو جنهن وڏي دريا ۾ پيچ صرف هيٺين جي آهي پوءِ مهڙ وارو جنهن جي اڳ ۾ پيچ بہ نہ آهي اهو پاڻيءَ کي بند ڪري پاڻ وٽ

ذخيرو ڪري رکي ڇڏي ۽ هيٺين کي نقصان ڏئي. ۽ پڻ واري وٺي ۽ بہ بہ هيٺين کي محروم ڪرڻ حرام آهي. بلڪہ جيئن مهڙ واري کي پاڻيءَ جو وارو ملندو تيئن پيڇڙي واري کي بہ وارو ملندو. البتہ واري جي شروعات مهڙ کان ڪبي علامہ بدرالدين العيني ان جي شرح ۾ لکي ٿو.

(۱) فيہ ان اهل الشرب الاعلىٰ يقدم علىٰ من هو اسفل منہ ويحبس الاول الماء حتيٰ يبلغ جدرحائط ثم يرسل الماء اليٰ من هواسفل منة فيسقي ڪذالڪ ويحبس الماء ڪذالڪ ثم يرسل اليٰ من هوا سفل منة وهڪذا (عمدة القاري ج ١٢ ص٢٠٣)

**ترجمو:** ان حديث مان معلوم ٿو ٿئي تہ مهڙين پيچ وارو هيٺين پيچ واري کان اڳ ۾ آهي ۽ پاڻيءَ کي اهو ايستائين بند ڪندو جو پاڻي باغ جي پٽ جي پاڙ کي پهچي پوءِ هيٺين ڏي پاڻي ڇڏيندو پوءِ اهو بہ اهڙيءَ طرح سيراب ڪندو ۽ اهڙيءَ طرح پاڻيءَ کي بند ڪندو پوءِ اهو هيٺين ڏانهن اهڙي طرح موڪليندو.

(۲) ليس مراد ابي حنيفة من قولہ ان الاعلىٰ يقدم علي الاسفل انہ يختص بالماء ويحرم الاسفل بل ڪلہ سواءُ في الاستحقاق غير ان الا وليٰ يسقي ثم الثاني ثم الثالث هلم جرا والا نتفاع في حق ڪل واحد بقدر ارضة وقدر حاجتة فيڪون بالحصص (ايضا ص ٢٠٤)

**ترجمو:** ابو حنيفہ رحہ جي قول ان الا عليٰ يقدم علي الاسفل جو هيءَ مطلب نہ آهي تہ صرف اعليٰ پاڻيءَ جو حقدار آهي ۽ هيٺين کي محروم ڪيو ويندو بلڪہ سيئي پاڻيءَ جي پيچ ۾ هڪ جهڙا حقدار آهن. البتہ اول مٿيون پياريندو پوءِ پيو پوءِ ٽيون اهڙيءَ طرح آخر تائين ۽ فائدي وٺڻ ۾ هر هڪ شخص زمين ۽ ضرورت آهر حقدار آهي تنهن ڪري واري وٺيءَ تي سيني کي پاڻي ملندو.

## ملا علي القاري جو ان حديث متعلق شرح

وان اهل الشرب الاعلي مقدمون علي من اسفل منهم لسبقهم اليہ وليس لہ حبسہ عمن هو اسفل منة بعد مااخذ منة حاجتة (مرقاة ج٦ ص ١٤٢)

**ترجمو:** مٿيان پيچ وارا هيٺين کان واري حاصل ڪرڻ ۾ اول حقدار آهن جو تہ انهن کان اڳ ۾ آهن ۽ انهن کي ضرورت جي پوري ڪرڻ کان بعد هيٺين ڏانهن پاڻي روڪڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي.

ڏسو تہ ننڍي نالي ۾ بہ جڏهن مٿين جي پيچ آهي ان کي بہ صرف پنهنجي ضرورت پوري ڪرڻ جو حق آهي باقي پاڻي بند ڪرڻ جو ان کي بہ حق نہ آهي، پوءِ درياءِ سنڌ ۾ پنجاب کي اڳ پيچ ٿي نہ آهي تہ پوءِ ڪالا باغ ڊيم ۾ پاڻي روڪي سنڌ کي ڪيئن محروم ڪري سگهي ٿو؟

فقط و الله اعلم بالصواب

### ايم ڪيو ايم سان ڪجهہ ڳالهيون

**مهاجر ڇا آهن:** ايم ڪيو ايم نجي مهاجرن جي تحريڪ آهي جنهن جو سڌو سنئون ٽڪر جيئي سنڌ تحريڪ سان آهي. ان ۾ جڏهن تہ صرف مهاجر آهن تنهنڪري اول لفظ مهاجر جي وضاحت ڪجي ٿي.

مهاجر جي لفظي معني آهي ڇڏيندڙ ۽ شريعت ۾ مهاجر انکي ڪوئبو آهي جيڪو پنهنجي ديس ۾ دين تي هلڻ ۾ ڏکيائي محسوس ڪري پوءِ اهڙي ديس ۾ وڃي جتي دين تي هلڻ ان کي سولو ٿئي. يعني ديني مصلحت خاطر پنهنجي ديس کي ڇڏيندڙ جيئن حضور صلي الله عليہ وسلم ۽ سندس صحابہ مڪي وارن جي ايذائن کان مڪي کي ڇڏي مديني شريف دين جي آزاديءَ لاءِ آيا تہ انهن کي پنهنجي ديس جي

ڇڏڻ ڪري مهاجر چئجي ٿو.

پوءِ جڏهن پاڪستان جي تحريڪ ڪامياب وئي ۽ پاڪستان ٺهيو ان وقت جيڪي مسلمان هندستان جي علائقي ۾ آباد هيا انهن مان ڪن سوچيو تہ جڏهن سڄي هندستان جي مٿان انگريزن جي حڪومت هئي ان هوندي بہ اسان کي هندو ستائيندا هيا پوءِ جڏهن هاڻي اسان جي مٿان حڪومت ئي هندن جي ٿيندي پوءِ تہ اسان کي اڃا بہ وڌيڪ ستائيندا تنهنڪري چڱو آهي پنهنجي اباڻي ديس کي ڇڏي پاڪستان وڃجي جتي نجي اسان جي مسلمانن جي حڪومت هوندي جنهن ۾ اسان مذهبي ۽ معاشي ۽ معاشرتي طور آزاد هوندا سي ۽ اسلامي قانون مطابق زندگي گذاريندا سي پوءِ اهي هندستاني مسلمان پنهنجا گهر ۽ ملڪيتون ۽ گهڻا تہ مت مائٽ بہ ديني مصلحت خاطر ڦٽي ڪري هت پاڪستان ۾ خصوصاً صوبي سنڌ ۾ آيا تنهنڪري انهن کي مهاجر ٿو چئجي.

**هجرت جو ثواب :** اهڙي قسم جي لڏپلاڻ جنهن کي هجرت ٿو چئجي تنهن ۾ وڏو ثواب آهي.

قال الله تعالي و من يهاجرفي سبيل الله يجد في الارض مراغما ڪثيرا وسعةط ومن يخرجْ من بيتة مهاجراً الي الله ورسولة ثم يدرڪهُ الموت فقد وقع اجره علي الله (نساء ع۱۴)

جيڪو الله جي واٽ ۾ وطن ڇڏيندو سو زمين ۾ گهڻيون رهڻ جون جايون ۽ (روزي جي) ڪشادگي لهندو ۽ جيڪو الله (جي واٽ ۾) ۽ سندس پيغمبر ڏانهن هجرت ڪندڙ ٿي پنهنجي گهر کان نڪرندو پوءِ کيس موت پهچندو تنهن جو اجر بيشڪ الله تي (لازم) آهي.

مطلب تہ هجرت ۾ ديني ۽ دنيوي سڀ ڀلايون آهن.

**حقيقي مهاجر:** وري پلايون مهاجر کي تڏهن حاصل ٿينديون جڏهن الله تعاليٰ جي نافرماني کي ڇڏي ڪري پرجيڪڏهن هن پنهنجو وطن بہ ڇڏي ڪيو پوء بہ الله تعاليٰ جي نافرماني ڪري تہ اهو حقيقتاً مهاجر نہ آهي ۽ حقيقتاً مهاجر اهو ئي آهي جيڪو گناهن ۽ ڏوهن کي ڇڏي ڪري جيئن تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو.

والمهاجر من هجرالخطايا والذنوب : (مشکوة ص ٢٢٧)

۽ حقيقي مهاجر اهو آهي جو ڏوهن ۽ فسادن کي ڇڏي ڪري. ان حديث کي سامهون رکي ڪري مهاجرن کي پاڪستان ۾ خصوصًا سنڌ ۾ اچي ڪري اهڙا ڪم نہ آهن ڪرڻا.جنهن ڪري فساد ٿي پوي. مطلب تہ مهاجر جي هجرت جو مقصد آهي اصلاح ۽ سڌارو ۽ اصلاح ٿيندو آهي نيڪ ڪم ڪرڻ سان ۽ خراب ڪمن کي ڇڏي ڪرڻ سان، پوء جيڪڏهن اسان جو مهاجر پاءُ پاڪستان ۾ اچي ڪري گناهہ ۽ فساد جا ڪم ڪري تہ ان کي حقيقي مهاجر نہ ٿو چئي سگهجي. تنهن ڪري اسان جي مهاجر پائرن کي سنڌ ۾ صحيح قدم کڻڻو آهي. نيڪين ۾ اڳرائي ڪرڻ آهي برائين کي ڇڏي ڪرڻو آهي. خاص ڪري انهن کي اصلي سنڌين سان سهڻو سلوڪ ڪرڻو آهي انسان لاءِ معاشري جي لحاظ سان وڏي خرابي اها آهي جو اهو اصلي رهاڪو سان بدسلوڪي ڪري. ڏسو حضور صلي الله عليہ وسلم جن هميشہ مهاجرن کي انصارن سان سٺي هلڻ جو تاڪيد فرمائيندا هيا ۽ فرمايائون تہ انصارن سان محبت رکڻ ايمان جي نشاني آهي.

(١) آية الايمان حب الانصار و آية المنافق بغض الانصار. متفق علية. , مشکوة ص ٥٧٦.

انصارن سان محبت ايمان جي نشاني آهي ۽ انصارن سان بغض

منافقي جي نشاني آهي.

(٢) وفي رواية الانصار لا يحبهم الا مؤمن ولا يبغضهم الامنافق -
(مشكوة ايضا)

۽ هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ انصارن سان محبت مؤمن ئي رکندو ۽ انهن سان بغض منافق ئي رکندو. ۽ پڻ انصارن سان جيڪو محبت رکي ٿو ان لاءِ دعا ٿا فرمائن.

فمن احبهم احبهٗ الله و من ابغفهم ابغضهُ الله متفق علية . مشكوة ص ٥٧٦

سو جيڪو انهن سان محبت رکندو تنهن سان الله تعاليٰ بہ محبت رکندو ۽ جيڪو انهن سان بغض رکندو تنهن سان الله تعاليٰ بہ بغض رکندو.

۽ هڪ دفعي انصارن سان محبت جي اظهار ڪندي فرمايائون.

لو لا الهجرة لكنت امرء من الانصارو لو سلک الناس واديا و سلكت الانصار واديا اوشعبا لسلكت واديا الانصار و شعبها الاانصار شعارو الناس دثار - مشكوة ص ٥٧٦

جيڪڏهن هجرت جي فضيلت نہ هجي هان تہ جيڪر مون انصارن مان هجان ها. جيڪڏهن سارا ماڻهو ڪنهن ڊوري ۾ هلن ها ۽ انصار ڪنهن ٻي ڊوري يا گهاٽي کان هلن ها تہ جيڪر مون انصارن جي ڊوري ۽ گهاٽي کان هلان ها انصارن کي منهنجي سيني سان لڳل لٽو سمجهو ۽ باقي ماڻهن کي منهنجو مٿيون لٽو سمجهو.

۽ هڪ دفعي ٻاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن انصارن جي ٻارن ۽ عورتن کي ڪنهن شادي کان موٽندي ڏٺائون ٻاڻ اٿي بيٺا ۽ فرمايائون.

اللهم انتم من احب الناس الي اللهم انتم من احب الناس الي (مشكوة ص ٥٧٧.)

اي الله ( تون منهنجي سچائي کي ڄاڻين ٿو ائين چئي پوءِ انصارن جي ٻارن ۽ عورتن کي خطاب کندي فرمايائون) تہ توهان سمورن ماڻهن ۾ مون کي زور پيارا آهيو وري الله تعاليٰ کي (شاهد کري) فرمايائون تہ سمورن ماڻهن ۾ توهان مون کي زور پيارا آهيو.

۽ انصارن جي قدر داني کندي انصارن لاءِ دعائون گهرندا هئا.

اللهم اغفر للانصار ولابناءِالانصار وابناء انباءِ الانصار - رواه مسلم (مشكوة ص ٥٧٧)

اي الله انصارن کي بخش ۽ انصارن جي پٽن کي بخش ۽ انصارن جي پوٽن کي بخش.

۽ فتح مکي جي موقعي تي جڏهن ابو سفيان قريشن جي تباهي ڏئي تہ ڊوڙندو نبي کريم صلي الله عليہ وسلم جن ڏانهن آيو ۽ اچي عرض ڪيائين اي الله جا رسول! قريش جي پاڙ پٽجي وئي ۽ قريش ختم ٿي ويا اڄ ڏين بعد قريشن جو نالو نہ رهندو تنهن تي نبي کريم صلي الله عليہ وسلم جن اعلان کيو تہ جيکو بہ قريش مان ابو سفيان جي گهر ۾ داخل ٿيندو تنهن کي امن آهي. نبي کريم صلي الله عليہ وسلم جن جي قريش جي مٿان اها شفقت ڏسي انصارن هک ٻئي کي چيو اڄ همراه کي يعني نبي کريم صلي الله عليہ وسلم جن کي ماڻتي جو جهپو پيو آهي ۽ پنهنجي شهر جي محبت لڳي اٿس. اها انصارن جي خبر جبريل اچي حضورصلي الله عليہ وسلم کي ٻڌائي تہ انصار هينئن ٿا چون جبريل جي خبر ڏيڻ تي حضور صلي الله عليہ وسلم جن انصارن کي سڏ کيو انصارن وراڻيو لبيک يا رسول الله! فرمايائين توهان ائين ٿا چئو تہ

همراه کي پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي محبت وٺي ويئي آهي؟ عرض ڪيائون هائو سائين برابر اسان ائين چيو آهي. فرمايائين ڪلا يعني هر گز ائين نہ آهي بيشڪ مون الله پاڪ جو ٻانهو ۽ سندس رسول آهيان مون الله پاڪ ۽ اوهان ڏانهن هجرت ڪئي آهي (مون کي اوهان وڏيڪ پيارا آهيو) منهنجو جيئڻ ۽ مرڻ توهان سان گڏ آهي (سنڌي مهاوري موجب منهنجو توهان سان سر لڳي) ايئن جو ٻنهي جهانن جي سرڪار انصارن کي چيو انصار (ڦسي پيا) روئيندا سندن اکيان نيازيون ڪرڻ لڳا ۽ عذر بيان ڪندي عرض ڪيائون تہ اهي اڪر اسان رکو ٿي اوهان جي متان حرص ڪرڻ خاطر چيا آهن(جو اوهان جو جڏهن اهو حال ڏٺو سين تہ اسان کي خطرو ٿيو تہ شايد مديني موٽي نہ هلندا ۽ مڪي ۾ رهي پوندا ۽ اسان کي ڇورو ڪري مديني روانو ڪندا (مسلم شريف ج۲ ص ۱۰۲ ص ۱۰۳)۾ هڪ روايت ۾ آهي انصارن کي فرمايائون تہ جيڪڏهن مون ائين ڪيان تہ ان وقت منهنجو ڇا نالو هوندو (يعني ڏک وقت تہ توهان منهنجا ساٿي هيو ۽ سک وقت مون اوهان کي ڦٽي ڪيان تہ اها اوهان سان ناانصافي آهي. پوءِ ان وقت منهنجو ڇا نالو هوندو) اهي اکر ٽي ڀيرا انصارن کي چئي ٻڌايائون (ياد رکو) مون الله پاڪ جو ٻانهو ۽ سندس رسول آهيان ( ان ڪري مون اوهان کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏيندس) مسلم ج۲ ص ۱۰۴.

حضور صلي الله عليہ وسلم جن وٽ انصارن جو ڪيڏو نہ قدر ۽ لحاظ آهي جو فرمايائون مائٽن کي ڦٽي ڪري منهنجو سر اوهان سان لڳي جيئري بہ اوهان وٽ هوندس ۽ مرندس بہ اوهان وٽ حتيٰ ڪہ جنهن بيماري ۾ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن وفات پاتي آهي ان بيماري ۾ انصارن لاءِ حڪمرانن کي وصيت فرمايائون تہ انهن سان سٺا ٿي

هلجوانهن جي ڀلاين ۽ قبول ڪجو ۽ جيڪي انهن کان قصور ٿي وڃن تہ انهن کي معاف ڪري ڇڏجو.

اوصيكم بالانصار فانهم كرشي وعيبتي وقد قضوالذي عليهم و بقي الذي لهم فاقبلو امن محسنهم و تجاوزوا عن مسيئهم رواه البخاري - مشكوة ص ٥٧٧)

مون اوهان کي انصارن جي ڀارت ٿو ڪريان ڇو تہ اهي منهنجي گجي ۽ منهنجا دلي دوست آهن جيڪو الله تعاليٰ اوهان جو بار انهن تي رکيو هيو اهو لاهي چڪا آهن ۽ جيڪو حق الله تعاليٰ انهن جو توهان جي مٿان رکيو آهي اهو توهان تي انهن جو اجان رهيل آهي تنهن ڪري انهن جي نيڪوڪارن کان (عذر) قبول ڪيو ۽ انهن جي ڏنگن ماڻهن جي (ڏنگاين) کي درگذر ڪريو.

هي ڳالهہ برابر آهي تہ سنڌي اصلي رهاڪو برابر مديني جي انصارن وانگر نہ آهن.

وري نڪي جيڪي هندستان کان مسلمان سنڌ ۾ آياآهن. اهي مڪي پاڪ جي مهاجرن وانگر آ ن ير جڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جي سيرت قيامت تائين ايندڙن انسانن لاءِ هدايت جو ذريعو آهي تہ پوءِ جيڪڏهن ڪو دين جي خاطر وطن کي ڇڏيندو ان کي اها چال چلڻي آهي جيڪا چال حضور صلي الله عليہ وسلم مڪي جي مهاجرن کي چلائي وري جيڪي بہ قيامت تائين پنهنجي ديس ۾ دين کي مضبوط ورتيون بيٺا آهن انهن وٽ جيڪڏهن ڪو پنهنجي وطن کان لاچار ٿي ڪري اچي تہ پوءِ اهي انهن سان اهڙي چال چلن جيڪا چال حضور صلي الله عليہ وسلم جن مديني پاڪ جي انصارن کي چلائي.

سنڌ جي اندر جيڪي اصلي سنڌي آهن انهن کي مهاجرن سان

اهڙوسهڻو طريقو هلڻو آهي جيڪو طريقو مديني جا انصار مڪہ پاڪ جي مهاجرن سان هليا ۽ اهڙيطرح جيڪي هندستان کان لڏي سنڌ ۾ مهاجر هجرت ڪري آيا انهن کي بہ اصلي سنڌين سان اهو سهڻو طريقو هلڻو آهي جيڪو طريقو رسول الله صلي الله عليہ وسلم ۽ مهاجر مديني وارن سان هليا.

**تنبيهہ :** مٿين حديثن مان هيٺيون هدايتون معلوم ٿيون ٿين.

(١) تہ اصل ديسي ماڻهن سان محبت رکڻ ايمان جي نشاني آهي ۽ انهن سان بغض رکڻ منافقيء جي نشاني آهي.

(٢) اصل ديسن جي خيرخواهي لاءِ پاڻ ڪريم جن دعائون گهريون آهن.

(٣) پڻ جيڪو انهن سان محبت رکي ٿو انهن لاءِ دعائون گهريون اٿائون.

(٤) اصلي ديسن جي هميشہ خيالداري ڪندا هئا.

(٥) حتي ڪ آخري بيماري ۾ حڪمرانن کي بہ اصلي ديسن جي پارت ڪيائون تہ پوءِ هاڻي جيڪي سنڌ ۾ مهاجر دين خاطر آيا انهن حضور الله صلي عليہ وسلم جي سيرت کي چو پلائي ڇڏيو. ۽ ڇو ٿا اصلي سنڌين جي بدخواهي ڪرن. انهن کي حڪم آهي جيڪڏهن اهي سٺا نہ بہ هلن تڏهن بہ توهان انهن جا قصور معاف ڪريو جو انهن توهان کي پنهنجي ديس ۾ رهايو آهي سنڌي انصارن جو مهاجرن تي اهڙو احسان آهي جو اهي قيامت تائين لاهي نہ سگهن. اهو احسان هي آهي تہ پاڪستان ۾ پيا بہ تہ صوبا هيا اوڏانهن نہ ويا پر جيڪڏهن اهي اصلي سنڌي انهن کي عزت سان رهڻ نہ ڏين ها تہ اهي جيڪر اڄ تائين پٽڪندا رهن ها. اصلي زهاڪو جي رضا بغير انسان ڏاري ديس ۾ رهي

نٿو سگهي، مهاجر جڏهن سنڌ ۾ آيا تہ اصل سنڌي ماڻهن انهن کي پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏنيون اهو هڪ ٿي اصلي سنڌين جو مهاجرن جي مٿان وڏو احسان آهي ۽ شريعت پاڪ احسان جو بدلو احسان فرض فرمايو آهي.

هل جزآءُ الاحسان الا الاحسان الرحمٰن ع٣٠

چڱائي جو بدلو چڱائي کانسواءِ ٻيو ڪو نہ آهي. (ترجمہ امروٽي رحہ)

پوءِ چڱائي مٿان مدئي جو ٿا ڪرن. جڏهن تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي اصلي ديسي ماڻهو چڱو نہ بہ هلن تڏهن بہ اوهان انهن جا قصور معاف ڪري انهن سان سٺو سلوڪ ڪيو. اصلي ديسي ماڻهن جو ڪهڙو قصور آهي شهري زندگي اوهان کي دولت تي ڪنٽرول اوهانجو تجارت تي ڪنٽرول اوهانجو هر شيءِ تي اوهان جو ڪنٽرول اها نعمت الله تعالىٰ اوهان کي عطا فرمائي آهي. ديسي ماڻهو ... ۾ ارها نہ آهن اوهان سان حسد نٿا ڪرن. اوهان صرف انهن کي اصل ديس ۾ سڪون ۽ عزت سان رهڻ بہ نہ ٿا ڏيو. اهو ڇو،

ٻ اهو ڪهڙو انصاف آهي.

انهن ويچارن اباڻي ديس ۾ خالي آرام بہ نہ لهڻو؟.

سنڌي هٿ آيو نہ آهي قتل ٿيو نہ آهي. اهو ڇا آهي؟

جن اوهان کي هندن جي ظلم کان بچائي اوهان کي جايون ڏنائون توهان وري انهن جا قاتل ٿي ويؤ.

**پنجين قوميت جو مسئلو :** پاڪستان ۾ چار صوبا آهن (١) پنجاب انهن جي رهواسين کي پنجابي چئجي ٿو. (٢) سرحد ۽ انهن جي رهواسين کي پشتو يا پٺاڻ چئجي ٿو (٣) بلوچستان ان جي رهواسين کي

بلوچ چئجي ٿو (۴) سنڌ ان جي رهواسين کي سنڌي چئجي ٿو. معنيٰ هيءَ نڪتي تہ جيڪو جنهن صوبي ۾ رهي ٿو اها ان صوبي جي قوم آهي پوءِ جاهي زبان ڪهڙي بہ ڳالهائي پوءِ ان لحاظ کان پاڪستان ۾ جاگرافي ۽ صوبائي لحاظ کان چار قومون ٿيون. ١. پنجابي ٢. بلوچ ٣. پشتو ۴. سنڌي جڏهن صوبائي چار آهن تہ قومون بہ چار ٿيون.

تہ پوءِ مهاجر جڏهن سنڌ جي صوبي ۾ رهن ٿا تہ انهن کي سنڌي ئي ٿي رهڻو آهي، ۽ سنڌي ئي سڏائڻو آهي جيئن تہ حضور صلي الله عليہ اسلام جن هجرت کان پوءِ پاڻ کي مدني سڏايو پوءِ مهاجرن کي سنڌي سڏائڻ کان عار ڇو ٿو اچي، تنهن ڪري سنڌ مان ڪو ٽڪرو ععضب ڪري مهاجرستان بڻائڻ جو انهن کي ڪو بہ حق نہ آهي.

هائو جي مهاجرن کي جداري صوبي جو شوق آهي تہ اهي هيڏي نہ اچن هان تقسيم واري وقت ۾ انگريزن کان گهر ڪرن هان تہ جيئن پاڪستان توهان عليحده ڪريو ٿا تيئن اسان کي بہ هت انديا جي اندر پنهنجي آبائي وطن ۾ هڪ ٽڪرو يو پي يا سي پي وغيره مان آزد ڪري ڏيو جو اسان هر قوم کان عليحده رهندا سي، اسان کي پاڪستان مان پوءِ آهي اتي اسان کي الائي عزت سان اصلي ماٺهو رهڻ ڏين الائي نہ ڏين تنهنڪري اسان کي پاڪستان وانگر جدارو صوبو ئاهي ڏيو تہ اهو انهن جو ان وقت حق هو جو انگريزن کان اهو مطالبو ڪرن ها.

پاڪستان ۽ سنڌ گورنمينٽ کان ان مطالبي ڪرڻ جو انهن کي ڪو بہ حق نہ آهي. هڪ نالو الله جو ٻيو حلوي سان ماني. هڪ ويچارا اوهان کي پاڻ وٽ رهڻ تہ ڏين پر توهان وري چؤ تہ اسان کي جدارو ٽڪرو ملي سو بہ ڏاڍ سان اها ڳالهہ نہ عقل جي موافق آهي نہ ڪي

اسلام جي، اهو تہ نسورو ظلم ۽ ڏاڍ آهي ظلم ۽ ڏاڍ جو نتيجو تمام برو آهي.

ان الله ليملي الظالم حتي اذا اخذه لم يفلتة - مشكوة ص ۴۳۴.

بيشڪ الله تعاليٰ ظالم کي ڍر ڏيندو رهندو آهي آخر ڪار جڏهن ان کي وٺ ڪندو آهي تہ پوءِ نہ ڇڏيندو اٿس تنهن ڪري مهاجرين حضرات کي ان مطالبي تي نظر ثاني ڪرڻ گهرجي.

وري بہ انهن کي عرض آهي تہ اوهان پنهنجي اصلي مقصد کي نہ وساريو هندستان مان توهان چو آيو اوهان کي اچڻ ۾ ڪيڏي تڪليف پهتي.

جاني مالي سب تڪليفون توهان اسلام لاءِ برداشت ڪيون تنهنڪري انهن تڪليفن کي رائگان نہ ڪريو اسلام جو مطالبو ڇيو ٻئي نمبر ۾ جڏهن اوهان سنڌ ۾ رهو ٿا تہ پاڻ کي سنڌي محسوس ڪريو ان ۾ ئي اوهان جا ٻئي جهان ڀلا ٿيندا هر هڪ مسلمان اوهان جي مدد ڪندو. ڏسو جيڪي مهاجر پنجاب يا پاڪستان جي ٻين علائقن ۾ رهن ٿا اهي پاڻ کي ان علائقي ڏانهن منسوب ڪرن ٿا. جيڪي پنجاب ۾ آهن اهي پاڻ کي پنجابي سڏائين ٿا ۽ جيڪي بلوچستان ۾ آهن اهي پاڻ کي بلوچستاني سڏائن ٿا.

تہ پوءِ توهان سنڌي مهاجرن کي ڇا ٿيو آهي جو توهان کي سنڌين ۽ سنڌ کان نفرت آهي حالانڪہ پاڪستان جي سر زمين ۾ سنڌ علائقو مهمان نوازي ۽رحم دلي ۾ قديم کان مشهور آهي ۽اڄ بہ ائين آهي ۽ انهيءَ سبب جي ڪري سنڌ جي زمين کي هر هڪ لتاڙي ٿو ڪجهہ نہ ٿي، ان جي مقابلي ۾ پنجاب تي ڪولت رکي تہ ڏسي تہ ڪيئن ٿو چيڪ ڪري ۽ ڪيئن ٿو پاڻ کان ڌاري جي لت کي پري ڪري.

هيءُ هن عاجز جو مخلصانہ عرض آهي ۽ الله تعاليٰ مون کي تعصب کان پاڪ رکي ۽ دعا آهي تہ الله تعاليٰ پڙهندڙ کي هن رسالي مان هدايت عطا فرمائي ۽ الله تعاليٰ اسان جي پراڻن سنڌين ۽ نون سنڌين ۾ محبت عطا فرمائي ۽ اهو ڏينهن ڏيکاري جو سڀ هم وطن پنهنجي وطن سان محبت رکون ۽ سڀئي پاڻ کي صوبي جي لحاظ کان سنڌي چورايون پڻ مذهب جي لحاظ کان مسلمان چورايون ۽ پڻ گڏجي سڏجي سڀ اسلام جي خدمت ڪريون ۽ پنهنجي ملڪ جي اندر اسلامي نظام جي ماتحت پنهنجي زندگي گذاريون ۽ پاڪستان جي سڀني صوبن ڏانهن بہ رب تعاليٰ خير ڪري، سنڌي، پنجابي، پٺاڻ، بلوچ گڏجي ڪري پاڪستان جي خدمت ڪريون ۽ هڪ ٻئي کي برين نظرن سان نہ ڏسون فقط والسلام.

بنده ابو سعيد شبير احمد عفي عنہ

خادم مدرسہ تعليم الهديٰ ڳوٺ الرا ٻريالوءِ ضلع خيرپور ميرس

١٨ شعبان ١۴١٠هہ مطابق ١۵مارچ ١٩٩٠ع

بشب جمعہ بعد نماز مغرب

## عوامل پيداوار

يعني آمدني جا ذرائع ٽي شيون آهن ١. سرمايو ٢. زمين ٣. محنت. انهن ٽنهي ۾ اسلامي روءِ سان زمين ۽ محنت اصل شيءِ آهي، مگر سرماءِ داري نظام ۾ اصل سرمايو آهي تنهن ڪري سرمائيدار وٽ زمين ۽ محنت جي ڪا وقعت نہ آهي البتہ سوچ ڪبي تہ حقيقت ۾ سرمايو تہ اڳلي ڪنهن محنت جو بچت حصو هوندو آهي. مثلا ملازمت يا ڪنهن واپار وغيره مان اهي بچت پئسہ هوند آهن.

دليل نمبر١: گوياڪ اهو سرمايو پاڻ ئي محنت جو تابع ۽ پٽ آهي هاڻي وري سرمائيدار محنت ڪان سرمايہ ڪي فوقيت ڏئي ڪري محنت ڪي سرمائي جو تابع ۽ پٽ بڻائي ٿو. اهو ڪيڏو نہ وڏو ظلم آهي. اهوئي سبب آهي جنهن ڪري محنت ڪش طبقو سرمايہ دار جو مظلوم ٿي رهي ٿو.

دليل نمبر ٢: سرمائي جو پيدائش لاءِ اصلي سبب نہ هجڻ جو هي بہ سبب آهي تہ وياج ڪي، سٽي ڪي، جوا ڪي شريعت پاڪ حرام ڪيو آهي. ان جو سبب هي آهي تہ انهن صورتن ۾ جيڪي شيون حاصل ٿيون اهي محنت سان پيدا نہ ٿيون بلڪہ محض پئسي مان پئسو پيدا ٿيو اهو جائز نہ آهي. معلوم ٿيو تہ شريعت پاڪ ۾ پيدائش جو اصلي سبب سرمايو نہ آهي بلڪہ محنت آهي. سرمائيدار جو ذهن ابتو ٿو هلي جوان وٽ سرمايہ جي عزت آهي ۽ محنت ڪش جي عرق ريزي ۽ محنت

جو ڪوئي قدر نہ آهي. حالانڪہ شريعت پاڪ محض سرمايہ جي پيدائش کي حرام ڪيو آهي ۽ ان جي مقابلي ۾ محنت جا جيڪي بہ مباح قسم آهن تن جي شريعت پاڪ تعريف بہ ڪئي آهي ۽ انهن کي اجر جو سبب بہ ٻڌايو اٿائين.

قال النبي صلي الله عليہ وسلم طلب ڪسب الحلال فريضة بعد الفريضة (مشكوة ص ٢٤٢)

نبي صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي خدا تعاليٰ جي ٻين فرضن کان بعد حلال ڪمائي بہ فرض آهي.

٢۔ ما اكل احد طعاما قط خيرا من ان يا كل من عمل يدية (رواه البخاري مشكوة ص ٢٤١)

ڪو بہ ماڻهو هٿن جي ڪمائيءَ کان وڌيڪ ڀلو طعام نہ ٿو کائي. اهو ئي سبب آهي جو الله تعاليٰ جا نبي پنهنجي هٿ جي ڪمائي کائيندا هئا. جيئن تہ روايت ۾ اچي ٿو.

٣۔ حضرت داؤد عليہ السلام هٿ جو پورهيو ڪري کائيندو هو. (رواه بخاري مشكوة ص ٢٤١)

٤۔ پيٽ جي طعام ۽ اگهڙجي حفاظت لاءِ موسيٰ عليہ السلام اٺ يا ڏهہ سال حضرت شعيب عليہ السلام وٽ مزوري ڪئي. (مشكواة ص ٢٥٨)

٥۔ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن مڪي وارن جون ٻڪريون چارائيءَ تي چاريون هيون (بخاري مشكوة ص ٢٥٨)

شريعت پاڪ جي تعليم مان معلوم ٿو ٿئي تہ خدا تعاليٰ وٽ محنت ۽ عرق ريزيءَ جو وڏو قدر ۽ قيمت آهي. ان ڪري حديث پاڪ ۾ آهي تہ مزدور کي مزدوري پگهر سڪڻ کان اڳ ۾ ڏيو فرمايائين.

اعطو الاجير اجره قبل ان يجف عرقة (مشكوة ص ٢٨) مزدور

ڪي مزدوري ان جي پکهر سکڻ کان اڳ ۾ ڏيو.

دليل نمبر ٣: حقيقت ۾ پيدائش جا عوامل صرف ٻه آهن ١- زمين ٢-انسان يعني محنت. هن حقيقت جو ڪير به انڪار نٿو ڪري سگهي جو جن شين کان اسين پنهنجي ضرورتن کي پورو ڪريون ٿا اهي سڀ جو سڀ زمين مان حاصل ٿين ٿيون ڪي بلا واسطه ء ڪي بالواسطه ڪما قال الله تعاليٰ هو الذي خلق لڪم مافي الارض جميعا (البقرة ع٣) اهو الله اهو آهي جنهن توهان جي فائدي لاءِ زمين واريون سڀ شيون پيدا فرمايون آهن. وري انهن شين کي ضرورت ۾ استعمال ڪرڻ جي لائق جا طاقت بنائي ٿي اها طاقت آهي محنت. ان ڪري پيدائش جا اصلي عوامل صرف ٻه آهن هڪ زمين ٻيو انسان يعني محنت، زمين ۽ انسان اهي اهڙا عوامل آهن جو انهن جي پيدا ڪرڻ ۾ اسان جو ڪو به حصو نه آهي محض اهي ٻه شيون الله تعاليٰ جو عطيو ۽ مهرباني آهن ڪنهن ۾ انسان جي وس جي ڳالهه نه آهي. البته سرمايو به پيدائش جو سبب آهي پر اصلي ۽ حقيقي نه آهي بلڪه جڏهن ان کي خرچ ڪيو وڃي تڏهن ان کي پيدائش جي عمل ۾ استعمال ڪري سگهي ٿو. بخلاف زمين ۽ انسان جي،انهن کي پيدائش جي عمل ۾ ائين ئي استعمال ڪري سگهجي ٿو توڙي انهن جي اصلي صورت ۽ شڪل برقرار هجي ان ڪري انهن کي ڪرايي تي ڏيڻ جائز آهي بخلاف سرمائي جي ان کي اصل صورت ۾ ڪرايي تي ڏيڻ جائز نه آهي. معلوم ٿي چڪو ته سرمايه حقيقةً عوامل پيدائش مان نه آهي بلڪه زمين ء محنت، ته پوءِ قدر واري شي زمين ۽ محنت هجي نه سرمايو. بهرحال اسلام ۾ عوامل پيدائش ٻه آهن.

١- سرمايو: يعني اهي وسائل پيداوار جن جو عمل پيدائش ۾ استعمال ڪرڻ ايستائين جائز نه ٿي سگهي جيستائين انهن کي خرچ نه

ڪيو وڃي، ۽ ان ڪري ان کي ڪرائي تي هلائڻ جائز ٿي نہ سگهي.
مثلا روڪڙ يا اهڙيون شيون جن ۾ وياج ٿيندو آهي جن جو تفصيل
وياج جي بيان ۾ اچي چڪو آهي.

٢-زمين يعني اهي وسائل پيداوار جن جو عمل پيدائش ۾
استعمال ڪرڻ انهن جي اصلي صورت ۽ شڪل ۾ ٿي سگهي ۽ ان ڪري
انهن کي ڪرائي تي ڏيئي سگهجي جيئن زمين جاءِ، مشينري وغيره.

٣-محنت: يعني انساني فعل چاهي اهو عضون سان واسطو رکي
چاهي ذهن ۽ دل سان واسطو رکي. ان ڪري ان ۾ تنظيم ۽ پارٽي بہ
داخل آهي.

پوءِ انهن ٽنهي عوامل جي مشترڪ عمل سان جيڪا پيداوار ٿي
اها اول انهن ٽنهي ۾ هن طرح ورهائبي. هڪ حصو سرمائي جو نفع جي
شڪل ۾ نہ سود جي شڪل ۾ ٻيو حصو زمين جو ڪرائي جي شڪل ۾
ٽيون حصو محنت جو اجرت جي شڪل ۾، معلوم ٿيو تہ اسلام ۾
سرمائي جي پيداوار نفع آهي ۽ اهو جائز آهي.

۽ نفع جي معنيٰ ۾ بہ ڳالهيون آهن. ١-تہ نقصان جو ان ۾ خطرو
هجي ٢-تہ الائي ڪيترو، يعني معين نہ هجي.

زمين ۽ محنت جي پيداوار ڪرايو ۽ اجرت آهي.

## سرمائي کي ڪاروبار ۾ لڳائڻ جون صورتون

سرمائي کي ڪاروبار ۾ لڳائڻ جون چار صورتون آهن ٽي
صورتون جائز ۽ هڪ صورت ناجائز ۽ حرام آهي. اڳ ۾ جائز صورتون
ذڪر ڪيون ٿا.

**انفرادي ڪاروبار :** سرمائي وارو پاڻ ئي خود ڪاروبار ڪري
سگهي ٿو ان صورت ۾ جو ڪجهہ انکي حاصل ٿيندو انکي نفع ئي

ڪونبو. ليڪن معاشي اصطلاح ۾ اهو حاصل ٿن شين جو مجموع هوندو سرمائي جي ڪري نفع ۽ ڪاروبار هلائڻ جي محنت ڪري اجرت ۽ مزوري پوء انفرادي ڪاروبار جون چار صورتون آهن.
جيڪڏهن سامان کي سامان جي مقابلي وڪيو وڃي ٿو ته انکي مقايضة چئبو آهي جيئن تيبل ڏيئي ڪري ڪو ڪرسي وٺي ۽ جيڪڏهن ثمن کي ثمن جي مقابلي ۾ وڪيو وڃي ٿو ته انکي بيع صرف جي چئبو آهي جيئن ڪوسون ڏيئي ڪري چاندي وٺي يا چاندي ڏيئي ڪو سون وٺي ۽ جيڪڏهن هڪ طرفان سامان آهي ۽ ٻئي طرف ثمن آهي ، انکي بيع چئبو آهي جيئن ڪو ڪرسي پئسن جي مقابلي ۾ وٺي ۽ جيڪڏهن ثمن هاڻي ڏي ۽ خريد ڪيل شي پوء وٺي ته انکي بيع سلم چئبو آهي ۽ اهي چارئي صورتون حديث ۽ فقه جي ڪتابن ۾ شرائط ۽ احڪامن سان ذڪر ڪيل آهن.

**شرڪت:** ڪيئي ماڻهو ملي ڪري ڪنهن ڏنڌي ۾ سرمايو سيڙائن ۽ ڪاروبار ڪرڻ ۾ ٻه ڀائيوار ٿين ۽ نفع نقصان ۾ ٻه، ته انکي فقيهي اصطلاح ۾ شركة العقود چئبو آهي. ان صورت ۾ ٻه معاشي اصطلاح مطابق سيئي ڀائيوار سرمائي سيڙائڻ جي ڪري نفعي جا حقدار آهن ۽ وري ڪاروبار هلائڻ جي ڪري اجرت جا ٻه حقدار آهن.

**مضاربة :** هڪ سرمايو سيڙائي ۽ ٻيو ڪاروبار هلائي ۽ نفعي ۾ ڀهئي ڀائيوار ٿين انکي فقهي اصطلاح ۾ مضاربة چوندا آهن ۽ سرمائي واري کي رب المال ۽ ڪاروبار هلائيندڙ کي مضارب چوندا آهن. ان صورت ۾ معاشي اصطلاح مطابق رب المال کي حصو نفع جي صورت ۾ ملندو ۽ مضارب کي حصو اجرت جي صورت ۾ -البته جيڪڏهن ڪاروبار ۾ نقصان ٿي پوي ته رب المال جو سرمايو ويندو. اهڙيطرح

مضارب جي محنت بيڪار ٿيندي.

اهي ٽيئي صورتون ڪاروبار جون جائز آهن ۽ انهن جا تفصيلي مسئلا فقه جي ڪتابن ۾ لکيل آهن.

## زمين ۽ زمين جهڙيون ٻيون شيون

پيدائش جو ٻيو عامل آهي زمين ۽ زمين جهڙيون ٻيون شيون.

**زمين:** جڏهن ڪوئي ملڪ فتح ڪيو وڃي ته شروعات ۾ ان ملڪ جون زمينون ٻه قسم آهن هڪ غير مملوڪ جنهن کي فقيهه ارض مباح چوندا آهن يعني جن جو ڪو ئي مالڪ نه هجي، ٻيو اهي زمينون جن جا خاص خاص زميندار مالڪ ۽ متصرف هجن. انهن کي ارض مملوڪ چوندا آهن. پوءِ ارض مباح ٽي قسم آهي ۽ ارض مملوڪ به ٽي قسم آهي.

**ارض مباح جا قسم :** (١) ارمن فيه مرافق البلد (٢) ارض موات (٣) ارض بيت المال ـ هائي هر هڪ جي تشريح ۽ ان جو شريعت موافق حڪم بيان ڪيو وڃي ٿو.

### ١ ـ ارض فيه مرافق البلد

اها زمين آهي جو ڪنهن جي شخصي ملڪيت نه هجي مگر ڪنهن شهر يا ڳوٺ جي عوامي ضرورت ۾ رڌل هجي پوءِ چاهي اها زمين شهر يا ڳوٺ ۾ هجي جيئن گهٽيون ۽ رستا، اسڪول ۽ ٻيون سرڪاري جايون. يا ڳوٺ ۽ شهر جي ٻاهران هجي جيئن قبرستان، عيد گاهه ۽ ڍورن چارڻ جي جاءِ ياديرن رکڻ لاءِ جاءِ وغيره يا اهي زمينون جنهن ۾ ضروريات عامه جون شيون هجن جيئن لوڻ، گاسليٽ پيٽرول وغيره.

**ف:** ڪن فقيهن لکيو آهي ته اهي جايون شهر يا ڳوٺ جي ويجهو هجن ۾ صحيح مذهب هي آهي ته ڳوٺ يا شهر جي ويجهو يا

ٻري هجڻ جو ڪوئي شرط نہ آهي ۽ جن فقيهن جو ڪٿي چيو آهي تہ اها زمين ڳوٺ جي ويجهو هجي اهو انهن عام عادت جي بنا تي چيو آهي جو عموماً اهي ضروريات واريون جايون ڳوٺ جي ويجهو هونديون آهن (بدائع ج٦ ص ١٩٤)

اهڙي زمين جو حڪم هي آهي تہ ڪڏهن بہ ان تي ڪنهن جو مالڪانہ قبضو ۽ تصرف جائز نہ آهي. وقت جو حاڪم مسلمان بہ ان جو مالڪ بڻجي نٿو سگهي نہ ڪي ڪنهن ٻئي کي مالڪ بڻائي سگهي ٿو ۽ نڪي ڪنهن کي بطور جاگير ڏئي سگهي ٿو. بلڪہ اها هميشہ شهرين جي لاءِ مشترڪ ۽ عام ضروريات لاءِ وقف وانگر محفوظ رهندي (بدائع ج٦ ص ١٩٤)

اهڙي طرح لوڻ وغيره جي کاڻ ۽ گاسليٽ ۽ پيٽرول وغيره جا چشما جيڪي عام ماڻهن جي ضروريات زندگيءَ ۾ شامل آهن چاهي ڳوٺ کي ويجهو هجن يا ٻري هجن اهي بہ وقت جو امام ۽ بادشاهہ ڪنهن کي جاگير طور نہ ٿو ڏئي سگهي نہ ڪي مسلمان بادشاهہ پنهنجو ان ۾ مالڪانہ تصرف ڪري سگهي ٿو ۽ نہ ڪنهن ٻئي کي ڏئي سگهي ٿو مگر رفاه عامہ لاءِ حڪومت جي نگراني ۾ ان جو انتظام ڪيو ويندو. (ايضاً و کذا في الهدايہ و شروحها ).

اهو ئي سبب آهي جڏهن نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم حضرت ابيض بن حمال کي ان جي درخواست ڏيڻ تي مارب (يمن ۾ هڪ زمين آهي ان مان لوڻ نڪرندو آهي) جي زمين ڏني جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم کي معلوم ٿيو تہ ان مان لوڻ نڪري ٿو جو عام پبلڪ جي نفع واري شيءِ آهي تنهنڪري اها زمين صحابي کان واپس ورتائون (ڪتاب الاموال ابو عبيده ص ٢٧.(مشڪواة ص٢٩٥)

**٢/ ارض موات :** اهي بيڪار ۽ غير آباد زمينون جو ڪنهن شهر يا ڳوٺ جي ضروريات ۾ ڪم نہ اچن ۽ ڳوٺ يا شهر کان ٻاهر هجن ۽ نہ ڪي ڪنهن جي شخصي ملڪيت هجن ۽ نہ ڪي ضروريات عامہ ۾ رڌل هجن اهڙي قسم جي زمين کي موات چيو ويندو آهي.

اهڙي قسم جي زمين جو حڪم هي آهي تہ حاڪم جي اجازت سان جيڪو بہ انهن کي آباد ڪندو اهو ئي انهن جو مالڪ ٿي ويندو. چاهي آبادگار مسلم هجي چاهي غير مسلم هجي.. (بدائع ج٦ ص٩٥)

**٣ ـ ارض بيت المال :** يعني اهي زمينون جو ڪنهن شخص جون شخصي ملڪيت نہ آهن ۽ نہ ڪنهن شهر جي ضرورت عامہ ۾ رڌل آهن مگر آباد ۽ پوک ۽ فائدي وٺڻ جي لائق آهن.

اهڙين زمين جو حڪم هي آهي تہ اهي بيت المال جون زمينون آهن. انهن جي آمدني ۽ نفعو انهن ماڻهن تي خرچ ٿيندو جن جو بيت المال تي حق هجي ۽ وقت جي بادشاهہ کي اهڙي زمين جي اندر مختلف قسم جا اختيار آهن. (القول الماضي في حڪم الاراضي ص ٢١)

**ارض بيت المال جا قسم :** ارض بيت المال جا چند قسم آهن

١ـ اهي زمينون جو ملڪ جي فتح ٿيڻ تائين ڪنهن جي ملڪيت ۾ داخل نہ هيون فتح کان بعد اهي بيت المال ۾ داخل ٿينديون. (ڪما هو الظاهر)

٢ـ اهي زمينون جو توڙي ڪٿي شروعات ۾ ڪنهن جون ملڪيت هيون مگر مالڪ لاوارث ٿي ڪري مري ويو ۽ اها زمين بيت المال ۾ داخل ٿي وئي اهڙي قسم جي زمين کي فقيهہ اراضي مملڪة ۽ اراضي جي حوز يا اراضي سلطانيہ چوندا آهن. (شامي ج٣ ١٧٩)

٣ـ جنهن صورت ۾ مفتوح ملڪ جون زمينون مجاهدين ۾ تقسيم ڪيون ويون ۽ انهن مان پنجون حصو بيت المال کي ڏنو ويو

(ڪما في بدائع ج٧ ص ١١٨) ۴ـ جنهن ملڪ کي ڏاڍ ۽ زور سان فتح ڪيو ويو هجي ته انجي مملوڪ زمين ۾ امام کي هي به اختيار آهي جو پوريون مملوڪ زمينون بيت المال ۾ جمع ڪري نه غانمين (مجاهدن) ۾ تقسيم ڪري نه اصل مالڪن جي ملڪيت ۾ رکي. (ڪذا في الشامي ج۴ ص ١٧٩)

۵ـ ڏاڍ سان فتح ٿيڻ جي صورت ۾ هيءَ به اختيار آهي جو مملوڪ زمينن مان خاص خاص زمينون بيت المال لاءِ جمع ڪري جيئن ته فاروق اعظم رضہ عراق جي زمينن مان ياڪسريٰؔ انهن جي متعلقين جون زمينون ۽ جيڪي شخص زمينون ڇڏي ڀڄي ويا انهن جون زمينون ۽ جيڪو شخص جنگ ۾ قتل ٿي ويو انهن جون ۽ اهڙي طرح خاص خاص زمينون بيت المال لاءِ مخصوص فرمايون هيائين ۽ انهن مان ماڻهن کي جاگيرون ڏنيون هيائين. (القول الماضي في حڪم الاراضي ص ٣ منقولا عن ڪتاب الخراج و ڪتاب الاموال)

**اراضي بيت المال جا مصرف :** اراضي بيت المال جا مصرف اهي ماڻهو آهن جن جو بيت المال ۾ حق آهي مثلاً فقراءَ ۽ مساڪين يتيم ۽ رنڊ عورتون، مسافر، بيمار، انڌا، منڊا، مجاهد، اسلامي لشڪر، علماءِ، قاضي حضرات. سرڪاري ملازم ۽ پڻ عوامي فائدي وارا ڪم به بيت المال جو مصرف آهن مثلاً پليون. سرحدن جي حفاظت،مساجد، مدارس . شفاخانہ وغيره.

(القول الماضي في حڪم الاراضي ص ٢٢)

**بيت المال ۾ وقت جي حڪمرانن جا اختيارات :** اراضي بيت المال بيت المال جي ٻين مالن وانگر وقت جي امام يا بادشاهہ جي ذمہ داري ۽ ان جي نگرانيءَ ۾ رهندا ۽ ان جا منافع امام جي ئي صوابديد

جي موافق ڀنهنجي ٻنهنجي مصرفن ۾ صرف ڪيندا. امام کي انهن زمينن جي متعلق هيٺيان اختيار به حاصل هوندا انهن مان جنهن وقت جنهن صورت کي اسلام ۽ مسلمانن لاءِ زياده مفيد ڏسي انکي اختيار ڪندو.

١ـ ٻوڪ جي لائق زمين ۾ ٻوڪ ڪرائي يا ڪڙمين کي بٽائي يا ٺيڪي تي ڏئي اهڙي طرح سگهي جاين کي ڪرائي تي ڏئي ۽ انهن سڀني جي پيداوار کي بيت المال ۾ جمع ڪرائي.

٢ـ ضرورت موافق عوامي فائده ۽ عوامي ضرورت جون شيون مثلاً مسجدون، مدرسه، يتيم خانه، مسافر خانه، شفاخانه وغيره ٺهرائي.

٣ـ جيڪڏهن انهن زمينن جي وڪڻڻ ۾ وقت جو حاڪم ڪا ضرورت يا مصلحت ڏسي ته انهن کي وڪڻي ۽ انهن جي قيمت کي بيت المال جي ضروريات ۾ صرف ڪري.

٤ـ جنهن شخص کي اسلامي خدمات يا فقرو فاقه يا معذوري وغيره جي ڪري مستحق سمجهي انکي اراضي بيت المال مان بطور جاگير جي به ڏئي سگهي ٿو. جنهن جي تعيين ۽ تشخيص وقت جي حاڪم جي اختيار ۽ انجي صوابديد تي آهي. (القول الماضي في حڪم الاراضي ص ٢٤)

**اراضي بيت المال مان جاگير ڏيڻ جون صورتون :** وري جاگير ڏيڻ جون مختلف صورتون آهن انهن صورتن ۾ به امام کي اختيار آهي جيڪا مسلمانن لاءِ نفع واري سمجهي انکي اختيار ڪري.

١ـ صورت هي آهي جو جنهن کي زمين ڏني وڃي انکي مالڪ بڻايو وڃي ان صورت ۾ انکي وڪڻڻ وغيره جا سموارا مالڪاڻا تصرف جائز هوندا ۽ ان کان بعد اها زمين ان جي وارثن ۾ شرعي طرح تقسيم ٿيندي ۽ امام کي واپس ڪرڻ جو ڪو به حق نه رهندو رسول الله صلي

الله عليہ وسلم جن طرفان ڏنل جاگيرون اڪثر اهڙي قسم جون هيون. حضرت سليط انصاي کي هڪ زمين جاگير ڪري ڏنائون. صحابي سڳورو زمين جي نگراني ۽ ڪم ڪار لاءِ زمين ڏانهن ويندو هو پر ان زمين جي خدمت جي ڪري جڏهن رسـول الله صلي الله عليـہ وسلم جي خدمت ۾ زيارت ۾ ڪمي محسوس ڪيائين.

تڏهن پاڻ ڪريم جن کي واپس ونڻ لاءِ عرض ڪيائين حضور صلي الله عليہ وسلم جن ان کان اها زمين واپس ڪري حضرت زبير کي ڏنائون اهو واپس ڪرڻ جڏهن تہ دل جي خوشي سـان هيـو ان ڪري کائنس واپس ورتائون (ڪتاب الاموال ص ٢٧٢)

اهڙيطرح رسـول الله صلي الله عليـہ وسلم جن حضـرت زبيـر کي خيبر جي هڪ زمين جنهن ۾ ڪجيون وغيره هيون بطور جاگير جي عطا فرمايائون (ايضا ) پوءِ اها زمين حضرت زبير جي وارثن ۾ منتقل ٿي وئي. اهڙي طرح بلال بن حارث المزني کي پوري وادي عقيق جا مدينہ طيبہ کان پنجن منزلن تي آهي عطا فرمايائون. (ايضا ص ٢٧٣)

٢ـ صـورت هي آهي جو جنهن کي زمين ڏني وڃي انکي زمين جو مالڪ نہ بڻايو وڃي بلڪہ ان جي نفعي ۽ آمدني حاصل ڪرڻ جو اختيار نسلا بعد نسل ڏنو وڃي ان صورت ۾ حاڪم بنا سبب شرعي جي ان جاگيردار يا انجي وارثن کي زمين مان بي دخل نہ ٿو ڪري سگهي. پر جيڪڏهن ان زمين کي بيڪار ڪري ڇڏيو يا زمين جو عشر ۽ خراج ادا نہ ڪيائين تہ پوءِ ان کان کسي ڪري ٻئي کي ڏئي سگهجي ٿي ۽ پڻ ان صـورت ۾ جاگيـردار يا ان جا وارث ان کي نہ وڪڻي ٿا سگهن نہ ڪي ڪنهن کي بخشش يا وقف ڪري ٿا سگهن. باقي اهڙا تصرفات جن جو تعلق انجي پيداوار سان آهي اهي سڀ جائز آهن. حضرت تميم

الداري کي حضور صلي الله عليہ وسلم لکي ڏنو هو تہ جڏهن بيت اللحم فتح ٿئي تہ اهو تميم الداري کي ڏنو وڃي. چنانچہ عهد فاروقي ۾ جڏهن اهو فتح ٿيو تہ تميم الداري اهو ڪاغذ کڻي فاروق اعظم وٽ آيو. حضرت فاروق اعظم اهو بيت اللحم وارو ڳوٺ تميم الداري کي ڏنو مگر فرمايائون تہ توکي وڪڻڻ وغيره جو اختيار نہ آهي. (ڪتاب الاموال ص ٢٧٤)

٣ـ صورت هي آهي جو نہ جاگيردار کي زمين جو مالڪ بڻايو وڃي نہ کي نسلا بعد نسل پيداوار جو مالڪ بڻايو وڃي. بلڪہ جاگيردار کي حياتيءَ تائين ان مان پيداوار کائڻ جو حق ڏنو وڃي پوءِ ان صورت ۾ شرط موافق جاگيردار جي مرڻ کان بعد اها زمين واپس کڻي ويندي. (القوال الماضي ص ٢٨)

٤ـ صورت جاگيردار کي پيداوار مان فائدي حاصل ڪرڻ جي اجازت بغير مدت بيان ڪرڻ جي ڏني وڃي. ان صورت ۾ حاڪم کي هر وقت اختيار آهي جو جڏهن مصلحت يا ضرورت سمجهي تہ ان کان کسي.

(القول اماضي ص ٢٩)

٥ـ صورت هي آهي جو جاگيردار کي نہ زمين جو مالڪ بڻايو وڃي نہ کي ان کي زمين جي پيداوار مان فائدي حاصل ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي بلڪہ زمين جو عشر يا خراج جيڪو بيت المال ۾ داخل ٿيندو هجي اهو سڀ جو سڀ يا انجو ڪجهہ حصو ڪنهن مستحق کي ڏنو وڃي ان صورت ۾ جيڪڏهن زمين تي حاڪم جي طرفان ڪو آباد ڪندڙ نيڪي تي آهي اهو پنهنجي جاءِ تي بحال رهندو. جاگيردار کي بي دخل ڪري بين کي نيڪو نہ ڏيندو بلڪہ شرط

موافق انجو تعلق عشر ۽ خراج جي ان حصي سان هوندو جيڪو امير ان لاءِ مقرر ڪيو آهي. (ايضا ص ٢٩)

### ارض مملوڪ

زمين مملوڪ ٻہ ٽي قسم آهي.

١. اهي مملوڪ زمينون جن کي امام صلح سان فتح ڪيو پر فتح وقت انهن جا مالڪ مسلمان ٿيا هجن ان صورت ۾ هر شخص پنهنجي پنهنجي ملڪيت مفتوحہ ۽ غير مفتوحہ جو بدستور مالڪ رهندو. امام کي انهن جي ملڪيت ۾ تصرف ڪرڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي حديث شريف ۾ اهڙي ئي صورت جو حڪم مذڪور آهي.

عصموا مني دمائهم واموالهم (مشكوة)

انهن مون کان پنهنجيون جانيون ۽ مال بچائي ورتا.

چنانچہ مدينہ منوره جا انصار چونڪہ پهريون ئي مسلمان ٿي چڪا هئا ان ڪري رسول الله صلي الله عليہ وسلم ساڻن اهو ئي معاملو فرمايو. هر شخص پنهنجي پنهنجي ملڪيت ۽ جائداد تي بدستورمالڪ رهيو البتہ حضرات انصار مدينہ طيبہ جون اهي زمينون جتي پاڻي نہ پهچي پيو انهن مان پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي حوالي ڪري ڏنيون هيائون تہ جيئن وٺين تيئن ڪن. (القول الماضي)

٢. امام انهن زمينن کي صلح سان فتح ڪيو پر زمين جا مالڪ مسلمان نہ ٿيا. مگر صلح ۽ امن سان امام جي اطاعت قبول ڪيائون ان صورت ۾ جن شرطن تي صلح ٿيو هجي ان جي پابندي لازمي ۽ دائمي هوندي. ڪنهن کي ان ۾ تغير ۽ تبدل يا ڪمي بيشيءَ جو حق نہ هوندو جيڪڏهن صلح هن شرط تي ٿيو هوندو تہ زمينون بدستور اڳوڻن

مالڪن جون رهنديون ۽ انهن جي تصرف ۾ رهنديون ته حڪومت اسلاميه کي ان جي پابندي لازم هوندي ۽ ان ۾ حڪومت کي تصرف جو حق نه رهندو. البته ان جي زمين تي خراج ۽ انجي مالڪ تي جزيه مقرر ڪيو ويندو جو بيت المال ۾ سالانه داخل ڪرڻو پوندو. (ڪتاب الاموال ص٥٥)

٣. جنهن ملڪ کي جنگي قوت ۽ ڏاڍ سان حاصل ڪيو وڃي ان ملڪ جون مملوڪ زمينون، اهڙن زمين جو حڪم هي آهي ته ان ۾ امام کي ٽي اختيار حاصل آهن. پنهنجي صواب ديد تي جنهن کي چاهي اختيار ڪري، (١) انهن زمينن کي غنيمت جي ٻي مال مال وانگر مجاهدن ۾ تقسيم ڪري ان صورت ۾ اهي مجاهد پنهنجي زمينن جي حصي جا مالڪ ٿي پوندا. (٢) اڳوڻن مالڪن جي مليڪت کي برقرار رکي ڪري ان زمين تي خراج عائد ڪري ان صورت ۾ انهن زمينن جا مالڪ اهي ئي اڳوڻا مالڪ ٿيندا. (٣) اڳوڻن مالڪن کان ڪسي ڪري انهن کي يا ٻين ماڻهن کي نيڪي تي ڏئي ان صورت ۾ اهي زمينون ڪنهن جي شخصي مليڪت نه ٿينديون بلڪه اراضي بيت المال ۾ داخل ٿي پونديون. (القول الماضي ملخصا)

## پاڪستان جي زمين

مولانا حفظ الرحمٰن سيوهاروي رحه فرمائي ٿو ته هندستان ۾ برٽش حڪومت جي اقتدار کان بعد هي مسئلو علماء اسلام ۾ زير بحث آيو ته هندستان ۾ اسلامي نقطي نظر سان زمينداري، جاگيرداري ۽ تعلقه داري جي ڇا نوعيت آهي تانته مسلمانن جي مملوڪ زمين جي متعلق هي فيصلو ٿي سگهي ته انهن تي عشر واجب آهي يا نه. چنانچه هن ڳالهه تي سڀني جو اتفاق آهي ته حڪومت مغليه جي دور ۾

سموريون زمينون حڪومت جون ملڪيتون سمجهيون وينديون هيون ۽ زميندار هڪ ايجنٽ جي حيثيت رکندو هيو ۽ زميندار، جاگيردار، تعلقہ دار ، اهي سڀ پنهنجي حقوق ۾ منافع جا مالڪ هيا ۽ بس، ان ڪري مغل بادشاھ زمين کي هڪ کان ڪسي ٻئي کي ڏيندا هيا ۽ ڪڏهن ڪسي ونندا هيا ۽ ڪڏهن زمين ۾ تبادلہ بہ ڪرائيندا هيا جنا . آخري دور ۾ سراج الدولہ بنگال ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني کي جا زميندا ري حوالي ڪئي هئي ۽ ان کان اڳ ۾ مغل تاجدار شاھ عالم اهڙي طرح جا جيڪي معاملات ۽ معاهدات سرطاس رو سان ڪيا هيا، ان مان ان ڳالهہ جي تائيند حاصل ٿئي ٿي تہ ان زماني ۾ زميندار حڪومت ۽ ڪرمي جي وچ ۾ صرف هڪ ايجنٽ جي حيثيت رکندو هيو، تانتہ بنگال جي اندر حڪومت انگليشہ بہ پنهنجي ابتدائي دور ۾ اهڙي طريقي کي جاري رکيو ليڪن جڏهن هندستان جي سمورن حصن تي برطانيہ جو پورو تسلط ٿي ويو تہ ان وقت زميندا ري جي جا حيثيت رهي ان جي متعلق علماء هند جا بہ رايا آهن. علماء جي هڪ وڏي جماعت جو هيءَ خيال آهي تہ جڏهن انگريز حڪومت ۾ هيءَ تڪيز نہ رهي تہ هندستان جي کهڙي حصي جون زمينون ابتدا حڪومت ۾ مغليہ سلطنت جي اصول تي ڏنيون ويون ۽ کهڙيون زميندارن جون ملڪيت قرار ڏنيون ويون ان ڪري جنهن زمين جي خريدار کي هيءَ ڳالهہ معلوم نہ هجي تہ ان زمين جي اصل حيثيت ڇا آهي اها ان جي مملوڪہ سمجهي ويندي ۽ جنهن کي يقين هجي تہ هيءَ هاڻي بہ ان حيثيت سان آهي تہ هاڻي بہ ان کي ان حيثيت رکيو ويندو.

ان ڪري پهرين قسم يعني جيڪي مغليہ سلطنت جي اصول تي ڏنيون ويون انهن تي نہ عشر واجب ٿيندو نہ خراج، ۽ ٻئي قسم جي

زمينن تي عشر واجب ٿيندو.

مگر شيخ جلال الدين ٿانيري ۽ حضرت علامہ محمد اعليٰ ٿانوي جهڙن جليل القدر متبحر علماء جورايو آهي تہ هيءَ هندستان جي سمورين زمينن جو انگريزي حڪومت کان بعد بہ اهو ئي حڪم آهي جيڪو مغليہ سلطنت جي زماني ۾ هيو ۽ اهي زمينون خريد فروخت جي باوجود زميندارن ۽ تعلقہ دارن جون ملڪيتون نہ آهن جناب شاهہ عبدالعزيز هڪ رسالو هندستان جي زمين جي احڪامن ۾ لکيو آهي ان رسالي ۾ ان انجي مذهب کي (جو هندستان جي زمين زميندارن جي ملڪيت آهي) ڪافي دليلن ۽ شاهدن سان باطل قرار ڏنو آهي ۽ هن ڳالهہ کي ثابت ڪيو اٿائين تہ هندستان جون زمينون اڄ بہ بدستور سابق عراق جي زمين وانگر عام مسلمانن لاءِ وقف آهن يعني بيت المال جي مليڪت آهن ڪنهن شخص يا فرد جي ملڪيت نہ آهن عزميندارن کي نگران هجڻ کان وڌيڪ دخل نہ آهي ۽ قاضي محمد اعليٰ ٿانوي رحمة الله تعاليٰ ان باري ۾ هڪ رسالو تصنيف ڪيو آهي ۽ ان ۾ شيخ جلال الدين جي مسلڪ کي ئي ترجيح ڏني آهي، شايد هن مسلڪ جي بنياد تي تہ حضرت جلال الدين پنهنجي رسالي ۾ اختيار فرمايو آهي تہ هندستان جي زمين ابتداء فتح ۾ عراق وانگر جو حضرت عمر فاروق رضہ جي زماني ۾ فتح ٿيو هيو بيت المال جي هي ملڪ تي قائم آهي زميندارن کي هن ڪانسواءِ جو اهي ان جا متولي ۽ داروغا آهن ۽ ڪرمن کي ڪولهي ڪري زمين ڏين ۽ پوک ڪرڻ ۾ انهن جي مدد ڪرن پيو ڪو دخل نہ آهي چنانچہ لفظ زميندار پڻ ان ڳالهہ جي خبر ڏئي ٿو ۽ زميداري ۾ تغير ۽ تبدل ۽ عزل، نصب ۽ ڪنهن کان کسڻ ۽ ڪنهن جي لاءِ ثابت ڪرڻ ۽ ڪنهن کي ڏيڻ مثلا افغان ۽ بلوچ ۽ سادات ۽ مشائخ وغيره کي

زميندارِي جي اصول تي ڏيڻ هن دعويٰ جي صريح تائيد آهي. ۽مولانا محمد اعليٰ ٿانوي رحمة الله تعاليٰ پنهنجي رسالي ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ هندستان جي اراضي نہ عشري آهي نہ خرا جي بلڪہ اراضي حوزه يعني بيت المال ۽ حڪومت جي مليڪت آهي ۽ شخصي ملڪيت نہ آهي (اسلام کان اقتصادي نظام ص ٣٦٥ کان ص ٣٥٩.)

حضرت ٿانيسري ۽ علامہ محمد اعليٰ ٿاوي يا حضرت مولانا حفظالرحمن رحمهم الله تعاليٰ جي بيانن کي ڏسي ڪري پاڪستان جي مطلق زمين لاءِ (توڙي جو اهي زمينون جيڪي ملڪيت طور پاڪستاني ماڻهن جي هٿ ۾ آهن ۽ پيڙهن کان ورثي ۾ نقل ٿينديون ٿيون اچن ۽ خريدو فروخت جا مالڪ آهن) بيت المال جي ملڪيت چوڻ صحيح نہ آهي بلڪہ اهي زمينون شخصي مليڪتون انهن ماڻهن جون آهن ۽ بيت المال ۽حڪومت جون نہ آهن.

(١) زماني جي اختلاف ۽حڪومت جي اختلاف سان زمين جو حڪم مختلف ٿيندو آهي. ٿي سگهي ٿو حضرت ٿانيسري يا محمد اعليٰ رحہ جي زماني ۾ اهي حڪومت جون ملڪيتون هجن جيئن تہ انهن لکيو آهي. پوءِ جڏهن مغلن جي حڪومت ختم ٿي ۽انگريزن جي حڪومت آئي پوءِ ان ۾ ڇا بہ ٿيو وري جڏهن هندستان ٽٽو ۽ پاڪستان هڪ اسلامي مملڪت ٿيو پاڪستان توڙي زمين جي شخصي ملڪيتن جو صريح اعلان نہ بہ ڪيو هجي تڏهن بہ حڪومت جي روبي مان معلوم ٿو ٿئي تہ اهي ماڻهن جون شخصي ملڪيتون آهن ۽ هر پاڪستاني عوام ۽ حڪومت جي دل ۾ اها پڪي ڳالهہ ويٺل آهي تہ اهي زمينون ماڻهن جون منقولي شين وانگر مليڪتون آهن جنهن ڪري اهي ماڻهو منقولي ملڪيت وانگر وڪڻي يا بخشش وغيره ڪن ٿا ۽ حڪومت جي طرفان

بہ بلڪل اجازت آهي بلڪہ اهڙي معاملي ۾ حڪومت انهن جي مدد بہ ڪري ٿي وڪڻندڙ ڪان بعد خريدار جي نالي اها زمين داخل ٿي وڃي ٿي. جيڪڏهن اهي زمينون سرڪاري هجن ها تہ حڪومت رهندو انهن کي وڪري وغيره کان روڪي ها ان کان سواءِ صدر ضياءالحق جو عشر لاءِ اعلان ڪرڻ ماڻهن جي شخصي ملڪيت جو اعلان ڪرڻ آهي. ڇو تہ اراضي بيت المال تي نہ عشر آهي نہ ڪي خراج جيئن تہ مولانا محمد اعليٰ ٿانوي فرمايو تہ هندستان جي زمين بيت المال جي آهي تنهن ڪري ان تي نہ عشر آهي نہ خراج اهڙي طرح علامہ شامي بہ ائين ذڪر ڪيو آهي.

اراضي المملكة الحوز لاعشرية ولاخراجية (ردالمختار ج۴ ۱۸۷)

حڪومت جي حوزه جي زمين نہ عشري آهي نہ خراجي.

پوءِ بہ هن طرح انهن ۾ ورثو بہ چالو آهي ۽ خريد و فروخت بہ آهي حالانڪہ بيت المال مان جنهن کي عارضي طور ڪا زمين ڏني ويندي آهي تہ نہ ان ۾ ورثو جائز آهي. نہ ان ۾ خريد و فروخت جائز آهي. ڪما قال علامہ شامي رحہ.

ولا تورث عنهم اذا ماتوا ولا يصح بيعهم لها. (ردالمختار ج۴ ص۱۸۰) جڏهن مرن تہ وارثن کي نہ ملي ۽ انجو وڪڻڻ بہ انهن لاءِ جائز نہ آهي.

پوءِ جڏهن تہ پاڪستان جي زميندارن جي زمين ۾ ورثو ۽ خريد فروخت چالو آهي تہ پوءِ اهي زمينون انهن جون ملڪيتون چئبيون ۽ علامہ شامي رحہ هيٺن بہ لکيو آهي تہ مصر ۽ شام جون سموريون زمينون بيت المال جون نہ آهن بلڪہ جيڪي وقف ڪيل زمينون يا جن زمين جو علم آهي تہ اهي بيت المال جون آهن انهن کان سواءِ باقي

زمينون عام پبلڪ جون ملڪيتون آهن ان لاءِ دليل ڏني ٿو تہ

فتراهم يتوارثونهاويبيعو نها جيلا بعد جيل (ايضا ص ١٨٠) يوءِ اسان ڏسون ٿا تہ ان ۾ ورثو بہ جاري آهي ۽ ڪافي زمانن کان ان ۾ خريد و فروخت بہ جاري آهي. ان ڪري اهي زمينون عام پبلڪ جون مليڪتون آهن ان ڪانسواءِ ھي ھڪ فقيهي مسئلو بہ آهي تہ جڏهن ڪوئي زمين تي قبضو ڪندڙ جنهن ان کي خريد ڪيو آهي يا ورانت يا ڪنهن ٻئي سبب ملڪيت جي ڪري ان کي حاصل ڪيو آتائين دعوي ڪري تہ اها منهنجي ملڪيت آهي عمون ان جي ڏي ادا ڪندو آهيان تہ انجو قول معتبر آهي ۽ ثبوت جو بار ان شخص جي مٿان آهي جيڪوملڪيت ۾ ان سان جهڳڙو ڪري ٿو (رد المختار ج۴ ص ١٨٠) ۽هي بہ فقيهي مسئلو آهي.

و قد قالو ان وضع اليد والتصرف من اقوي مايستدل بہ عليہ الملک ولذا تصح الشهادة بانہ ملکہ (رد المختار ج۴ ص ١٨٠) ۽ تحقيق علماءِ جيو آهي تہ قبضو ۽ دست اندازي ملڪيت لاءِ تمام قوي دليل آهي ۽ ان ڪري قبضي ۽ دست اندازي جي ڪري ملڪيت جي شاهدي ڏيڻ صحيح آهي. اهي سڀ ڳالهيون شاهدي ٿيون ڏين تہ پاڪستان ۾ جيڪي زميندار اهن سي پنهنجي زمينن جا مالڪ آهن ۽ اهي زمينون حڪومت يا بيت المال جون نہ آهن. البتہ هي ڳالہ ضرور آهي تہ جنهن خيانت سان زمين کي حاصل ڪيو هوندو اهو بار انجي مٿان آهي قيامت جي ڏينهن اها زمين الله تعاليٰ ان جي مٿان رکندو. مثلا ڪي ڏاڍا ماڻهو غريبن کان زمينون ڦري رشوتون ڏيئي ڪري پنهنجا کاتا نهرائي قابض ٿيا آهن ۽ اهڙي طرح اهي مهاجر جن کي هندستان ۾ ڪجهہ بہ ملڪيت نہ هئي يا ٿوري هئي پوءِ پاڪستان ۾ ڪوڙ تي ملڪيت ورتائون يا ٿوري هين

گهٽي ورتائون مطلب تہ جنهن ناحق ڪنهن زمين تي قبضو ڄمايو ۽ رڪارڊ ٺهرايو سو حرام آهي ان کي حقدارن ڏانهن واپس ڪرڻ فرض آهي جيڪڏهن ڪنهن جي شخصي ملڪيت آهي تہ انکي واپس ڪري ۽ جيڪڏهن حڪومت سان ٺڳي ڪئي اٿائين تہ پوءِ اها بيت المال ۾ جمع ڪرائي.

٢. شيخ جلال الدين ٿانيسري ۽ شيخ محمد اعليٰ جي عبارت کي شاهہ عبدالعزيز فتويٰ عزيزي ۾ پن جاين تي نقل ڪيو آهي (مون پہ جايون ڏنيون آهن تي سگهي ٿو تہ ٻين جاين تہ بہ هجي جيئن مولانا حفظ الرحمن ذڪر ڪيو آهي) هڪ جاءِ تي تہ هن سوال جي جواب ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ جيڪا زمين هندستان ۾ مدد معاش ۾ ڏني وڃي ٿي جنهن کي ملڪ چوندا آهن ان جي خريد و فروخت جو ڇا حڪم آهي. ان جي جواب ۾ علماءِ اختلاف ذڪر ڪيو اٿائين هڪڙن وٽ جڏهن تہ اهڙي قسم جي زمين ان جي ملڪيت نہ آهي تنهن ڪري انهن کي خريد ۽ فروخت جو حق نہ آهي متقدمين وٽ انهن جي ملڪيت آهي تنهنڪري انهن وٽ خريدو فروخت جائز آهي. متقدمين جي خلاف جلال الدين ٿانيسري ۽ مولانا محمد اعليٰ جو قول ذڪر ڪيو اٿائين ليڪن شاهہ صاحب يقيني ٺهنجي طرفان ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪئي آهي. (فتاوي شاهہ عبدالعزيز اردو ص ٥٤١)

شاهہ صاحب وري هڪ ٻي جاءِ تي ٻنهي بزرگن جا قول ذڪر ڪري ان کان بعد فرمائي ٿو.

جنهن زمين کي وقت جي بادشاهہ بطريق تابيد حقيقي يا حڪمي جي ڪنهن شخص کي بخشش ڏني تہ اها زمين ان جي ملڪيت ٿي ويئي ۽ جنهن کي بادشاهہ بطريق ادرار ۽ استحقاق جي ڏني تہ اها زمين ان

شخص وٽ عارية (اڌاري) هوندي. البت اڪوٽن بادشاهن جي فرمان کي ڏسڻ گهرجي ته پوءِ خبر پوندي ته ڪهڙي زمين آهي جنهن کي اڪوٽن بادشاهن بطريق تابيد جي ڏنو هيو ۽ ڪهڙي زمين آهي جنهن کي اڪوٽن بادشاهن بطريق ادرارءِ استحقاق جي ڏنو هيو. پوءِ جيڪڏهن اها زمين بمنظوري معافي خراج جي ڏني ويئي هئي ته ان زمين ۾ خراج به نه آهي هن ڪري ته ان صورت ۾ اراضي بطورتمليڪ جي ڏني ويئي هئي ۽ گوياڪه انجو خراج به ان شخص کي ڏنو ويو جنهن کي اها زمين ڏني ويئي ۽ جيڪڏهن صرف اراضي بطور تمليڪ جي ڏني ويئيهجي بغير معافي خراج جي ته ان زمين ۾ خراج واجب آهي ۽ پهرين صورت ۾ جنهن امام اها زمين ڏني هئي ان کان بعد جي امام لاءِ جائز آهي ته ان زمين جو خراج وٺي.

بهر ڪيف هر حال ۾ هتان جي زمين مشتبهه آهي ۽ يقينا معلوم نه آهي ته ڪهڙي طريقي تي هتان جي زمين اڪوٽن بادشاهن رعيت کي ڏني هئي. والله علم ـ (فتاوىٰ عزيزي اردو ص ٥۴٧)

**نتيجو:** شاهه صاحب جي بيان مان معلوم ٿو ٿئي ته سلطنت مغليه دور ۾ ئي حڪومت ڪن ماڻهن کي تابيداً ملڪيت ڪري زمينون ڏنيون هيون تڏهن ته فرمايائين ته اڪوٽن بادشاهن جي فرمانن کي ڏنو ويندو ته انهن اهي زمينون انهن ماڻهن کي تابيداً ملڪيت ڪري ڏنيون آهن يا ادرارا واستحقاقا تنهنجي معنىٰ سلطنت مغليه جي دور ۾ سموريون زمينون حڪومت جون ملڪيت نه هيون بلڪه ڪي زمينون حڪومت جون به ملڪيت هيون. چنانچه حضرت بنوري رحمه الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته مون جلال الدين ٿانيسري رحه جو رسالو پڙهيو آهي ۽ ان رسالي ۾ خود پاڻ بزرگ ٿانيسري لکي ٿو ته ان اراضي ولاية الهند ليست علىٰ

سنن واحد يعني هندستان جي ملڪ جون زمينون هڪ قسم جون نہ آهن پوءِ انهن جا قسم ذڪر ڪيا اٿائين. (معارف السنن ج۵ ص۲۱۸)

تنهن ڪري حضرت ٿانيسري ۽ محمد اعليٰ ٿانوي جي قول کي ڏسي ڪري پاڪستان جي رهواسين جي شخصي زمينن کي سرڪاري زمينون چوڻ صحيح نہ ٿيندو.

۲. شيخ جلال الدين ٿانيسري جو فرمائڻ تہ هندستان جي زمين عراق جي زمين وانگر مسلمان لاءِ وقف آهي يعني بيت المال جي ملڪيت آهي. تہ هاڻي اسان کي ڏسڻو آهي تہ عراق جي زمين جو ڇا حڪم آهي؟ قال صاحب الدرو صاحب الهدايہ و القدوري وابن نجيم وعيسيٰ وارض السواد مملوكة لاهلها يجوزبيعهم لها و تصرفهم فيها. درمختار ج ص۱۷۸. هدايہ ج۲ ۵۷۰ قدوري ص۲۷۰ بحرائق ج۵ص۱۰۵ رمزالحقائق ج۱ ص۱۵۵.

عراق وارن جون زمينون عراق وارن جون مملوڪہ آهن انهن کي انهن جو خريد و فروخت ڪرڻ ۽ ڦيرڦار ڪرڻ جائز آهي.

فقہ حنفي جي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عراق جي زمين فتح ڪرڻ کان بعد انهن جي اصلي مالڪن جي ملڪيت ۾ رهئي ۽ انهن کي ان ۾ واپار وڙي جو ۽ ٻئي تصوف جو پورو پورو حق هيو پوءِ جڏهن علامہ ٿانيسري رحہ هندستان جي زمين کي عراق جي زمين وانگر قرار ڏئي ٿو تہ پوءِ جيئن عراق جي زمين اصلي مالڪن جي ملڪيت ۾ هئي تہ هندستان جي زمين بہ اصلي مالڪن جي ملڪيت ۾ رهندي.

البتہ امام مالڪ ۽ امام احمد بن حنبل وغيره وٽ عراق جي زمين اصلي مالڪن کي بطور ملڪيت جي نہ ڏني وئي هئي بلڪہ صرف انتفاع جي لاءِ ڏني ويئي هئي ان ڪري انهن حضرات وٽ انهن کي زمين جو

وڪڻڻ ۽ بخشش وغيره ڪرڻ ناجائز آهي. ليڪن اسان جي حنفي حضرات وڏي تحقيق سان ثابت ڪيو. آهي تہ اهل عراق کي پنهنجي زمين جي ملڪيت جو پورو پورو حق هيو.

حضرات صحابہ ڪرام ۽ تابعين ڪرام خود عراق جي زمين جي خريد ۽ فروخت ڪئي آهي جن جا اسماء گرامي هيءَ آهن.

١. حضرت عبدالله بن مسعود ٢. حضرت حسن ٣. حضرت حسين ۴. حضرت عمر بن عبدالعزيز ۵. محمد بن سيرين حضرت حفص بن غياث عراق جي زمين جي متعلق فرمائي ٿو.

تباع ويقضي بهاالدين و تقسم في المواريث.

انهن کي وڪيو ويندو ۽ انهن سان قرض بہ ادا ڪيو ويندو ۽ وارثن ۾ بہ ان کي ورهايو ويندو.

٦. حضرت احمد بن حنبل ٧. ابن ابي ليلي وغيره بہ عراق جي زمين جي خريد و فروخت ڪندا هيا. خطيب بغدادي ان مسئلي جي وڏي تحقيق ڪرڻ کان بعد هني فيصلو ذڪر ڪري ٿو.

تحصيل منہ ان ارض بغداد ملك لاربابها يصح ان تورث و تستغل وتباع وعلي ذالك كان من ادركنا من العلماء والقضاة والشهود والفقهاء لا يكرهون السهادة في بيع ولا يتنو فقون عن الحكم في موروث و بهم يقتدي فيما وقع التنازع فيہ و حكمهم وهو الحجة علي مخالفيہ خطيب ج١ ص٢٢. القول الماضي ص۴۵ ص ۴٧.)

ان مان هي حاصل ٿيو تہ اراضي بغداد اهل اراضي جي ملڪ اهي، وراثت ۾ منتقل ٿين، ڪرائي تي ڏيڻ، واپار وغيره ڪرڻ سڀ جائز آهي ۽ اسان جيترن بہ علماء ۽ قاضن ۽ شاهدن ۽ فقيهن کي ڏٺو اهي تہ ان تي عمل ڪندي ڏٺو آهي ۽ اراضي جي خريد و فروخت تي شهادت ڏيڻ

کي برو نہ سمجهندا هئا ۽ نہ کي زمين کي وراثن جي اندر تقسيم
کرڻ ۾ کجهہ توقف ۽ تردد کندا هئا ۽جنهن معاملي ۾ کوئي
جهيڙو ٿي پوي تہ اهي ٿي حضرات ان ۾ قابل اقتدا آهن ۽ انهن جو
حکم اختلاف کرڻ وارن جي مقابلي ۾ حجت آهي.

خطيب بغداد جي تحقيق مان معلوم ٿيو تہ احناف جو قول اصح
۽ احق آهي.

۴ ـ حضرت مولانا محمد يوسف بنوري رحمة الله تعاليٰ لکي ٿو
تہ مون جلال الدين ٿانيسري ۽ جو رسالو پڙهيو آهي ان ۾ هئي ڳالهہ
ذکر ٿيل آهي تہ هندستان جي زمين جي ولايت هک قسم جي نہ آهي
پوء ان جا مختلف قسم ذکر کيا اٿائين انهن قسمن کي ذکر کندي
آخر ۾ هي لفظ فرمائي ٿو.

ان الاراضي اذا کانت علي هذه الانواع المختلفة التي سبق ذکرها
لايجوزالحکم بملکيتها اوبعدم ملکيتها مالم يعلم انها من اي الانواع
فاذا علم علي وجہ اليقين علي نوع معين من انواع حکم علي ذالک النوع
المعين واما قبل العلم بذالک فلا يبادر الي الفتوي واراجعها من ص۱۱ الي
ص۱۴ (معاف السنن ج۵ ۲۱۹) بيشک جڏهن تہ اهي زمينون ذکر
کيل قسمن موافق مختلف قسم آهن تہ انهن لاء ملکيت يا عدم
ملکيت جو فيصلو کرڻ جائز نہ آهي جيستائين جو هيء ڳالهہ ثابت نہ
ٿئي تہ انهن مان کهڙي قسم واري زمين آهي پوء جڏهن يقيني طرح
کو قسم معين ٿي پوي تہ ان معين قسم وارو حکم ان قسم تي هڻبو
پر يقين کان اڳ ۾ فتوي جي طرف تکڙ نہ کئي ويندي.

۵ ـ حضرت مولانا مفتي محمد شفيع صاحب ہہ علامہ ٿانيسري
رحہ ۽ مولانا محمد اعلي ٿانوي رحہ جي مذکور عبارت تي وڏو تبصرو

ڪيو آهي جو تقريبا ٢٠ـ صفحن تي شامل آهي ان کان بعد مُفتي صاحب هندستان جي زمين جي تعيين بابت لکي ٿو.

مذکوره بالا تفصيل سے اراضي هند کي اقسام اور انکے احکام معلوم هو چکے اب يہ بات رہ جاتي هے کہ هر بلده مين کونسي زمين کس قسم مين داخل هے اسکے متعلق علامہ شامي رحـ کا فيصلہ اراضي شام کے متعلق جو درحقيقت تمام مذاهب اربعہ کے علماء کا فيصلہ هے ابهي مذکوره هوا هے سهل اور صاف هے يعني جس زمين کے متعلق کسي حجت و دليل سے يہ بات ثابت هے کہ وه بيت المال کيلئے رهے کي اس پر کوئي ناجائز قبضہ کرے کا تو هٽايا جائيگا اور جس زمين کے متعلق کوئي ثبوت ملک بيت المال هونے کا نهين هے اور لوک ان پر قابض و متصرف مدعي ملکيت هين اور ان کے مالکانہ تصرفات اور وراثت مين تقسيم متوارث چلي آتي هے تو وهي لوک ان اراضي کے مالک قرار پائينگے. شامي ج٣ ص٣٥٦ـ الله سبحانہ و تعاليٰ اعلم. القول الماضي ص١٢١.

## پاڪستان جي زمين جي تعيين

جڏهن معلوم ٿي چڪو تہ متحده هندستان ۾ جيڪي زمينون پبلڪ جي تصرف هيٺ آهن ۽ انهن جي بيت المال هجڻ لاءِ ڪوئي بہ ثبوت نہ آهي. ۽ اهي شخصي ملڪيت جا مدعي آهن ۽ انهن زمينن ۾ انهن جو مالڪانہ تصرف ۽ وراثت ۾ تقسيم ٽيڻ پيڙهن کان جاري آهي تہ اهي انهن زمينن جا مالڪ سڏبا ۽ اهي زمينون انهن جون شخصي ملڪيتون آهن تہ پاڪستان بڻجڻ کان بعد بہ اهي شخص انهن زمينن جا مالڪ آهن.

**دلائل ــ نمبر ١:** جو تہ مسلم جون زمينون ارض مملوڪہ

جو پهريون قسم تينديون ۽ غير مسلم (ذمي) جون ارض مملوڪ جو ثاني قسم ٿينديون .

**نمبر ۲:** علامہ ٿانيسري جي رد ۾ جواب نمبر ۱ ۾ گذري چڪا آهن.

**نمبر ۳:** حضرت مفتي اعظم پاڪستان مولانا مفتي محمد شفيع صاحب فرمائي ٿو. **معلوم هوا کہ اس معاهدے کي روسے . پاکستان بننے کے بعد هر شخص اپنے اپنے منقولہ اور غیر منقولہ کا بدستور سابق مالک ف متصرف رها، ملک کي تقسیم سے نہ کسي مسلم یا غیر مسلم کي املاک متاثر هوئین اور نہ رهین بیع وغیره کے معاهدات باهمي اندروني پاکستان پر اس کا کوئي اثر پڑا. بلکہ انگریزي عهدمین جو شخص جس چیز کا مالک یا اس پر کسي معاهده کي حیثیت سے متصرف تها وه ملک اور معاهدات بدستور سابق قائم رهے. اس مین پورے باشندگان ملک مسلم اور غیر مسلم سب کا ایک هي حکم هے اور انگریزي عهد مین اراضي هندستان کے جو احکام تیسرے باب مین لکهي گئے هین وه سب هندستان و پاکستان دونون مین شرعي حیثیت سے بدستور قائم هین.** (القول الماضي ص۱۴۹)

## پاڪستان ۾ متروڪ جائداد

يعني جيڪي زمينون يا جايون وغيره واٿيا پاڪستان ۾ ڇڏي هندستان هليا ويا سي في ۽ جو مال آهن.

حضرت مفتي اعظم پاڪستان مفتي محمد شفيع رحہ فرمائي ٿو تہ **"کہ پاکستان مین جو زمین جائداد وغیره غیر مسلم چهوڑ گئے هین وه کسي جنگ کے ذریعہ ان سے حاصل نهین کي گئي اسلے ان**

**ڪا شمار دوسري قسم يعني مال فيء ۾ هو ڪا. القول الماضي ص ١٥٠.**

يعني شريعت پاڪ جو قاعدو آهي تہ جيڪو مال بغير جنگ جي ڪافرن کان حاصل ٿئي انکي مال فيء جو چئبو آهي ۽ فيء جو مال بيت المال ۾ جمع ڪيو ويندو آهي. پوء پاڪستان ۾ جيڪا جائداد ۽ زمينون وغيره هندو ڇڏي ڪري هندستان هليا ويا سي فيء جو مال چئبا.

**فيء جي مال جا مصرف :** فيء جي مال جو ڪير مستحق آهي ڪجهہ تصيل فيء جي بحث ۾ گذري چڪو آهي مگر هت بہ قرآن پاڪ جي حڪم موافق وضاحت ڪجي ٿي. قال الله تعالي

للفقرآءِ المهاجرين الذين اخرجوا من ديارهم واموالهم يبتغون فضلا من الله و رضوانا وينصرونَ الله ورسوله ط اولئڪ هم الصادقون والذين تبوّ الدار والايمانَ مِن قبلهم يُحِبون من هاجر اليهم ولايجدونَ في صدورهم حاجه مما اُوتوا ويُؤثرونَ عليٰ انفسهم ولوڪانَ بهم خصاصا ـ ومن يوق شحَ نفسہ فاولئڪ هم المفلحون والذين جاءُوا من بعدهم يقولون ربنا اغفرلنا ولاخواننا الذين سبقونا بالايمان ولا تجعل في قلوبنا غلاً للذين آمنوا ربنا انڪ رؤف رحيم (الحشر ع١)

(۽ اهو فيء جو مال) انهن هجرت ڪرڻ وارن مسڪينن لاء (بہ) آهي جن کي سندن گهرن مان ۽ مالن مان ٻاهر ڪڍيو ويو جيڪي (پنهنجي) الله کان فضل ۽ سندس رضا منهن طلبيندا آهن ۽الله کي ۽ سندس پيغمبر کي مدد ڏيندا آهن، اهي ئي سچا آهن. ۽ (انهن لاء بہ

آهي) جن دارالاسلام (يعني مديني) ۾ ۽ ايمان ۾ مهاجرن کان اڳ گهر ٺايو جيڪو وٽن لڏي اچي تنهن کي دوست رکندا آهن ۽ جيڪي مهاجرن کي ڏنو ويو تنهن بابت پنهنجين دلين ۾ ڪا پريشاني نہ لهندا آهن ۽ (ٻين کي) پاڻ کان پسند ڪندا آهن توڻيڪ کين ڪو احتياج هوندو آهي ۽ جن کي پنهنجي نفس جي حرص کان بچايو ويو سي ئي ڇٽڻ وارا آهن ۽ (اهو مال انهن لاءِ بہ آهي) جيڪي انهن (مهاجرن ۽ انصارن) کان پوءِ آيا. چوندا آهن تہ اي اسان جا پالڻهار اسان کي بخش ۽ اسان جي (انهن) ڀائرن کي (بہ) جن ايمان آڻڻ ۾ اسان کان اڳرائي ڪئي ۽ مؤمنين جي بہ نسبت اسان جي دلين ۾ ڪو ڪينو نہ وجهہ اي اسان جا پالڻهار بيشڪ تون ڏاڍو شفقت ڪندڙ مهربان آهين.

هنن ٽنهي آيتن جو مطلب آهي تہ اڳين آيت ۾ جوعام يتيمن ، مسڪينن ۽ مسافرن کي محتاجي جي ڪري فيءِ جي مال جو مستحق ٺايو ويو آهي هنن آيتن ۾ انهن جي مزيد تشريح بيان ڪئي ويئي آهي تہ اگرچہ حقدار ان مال جا سمورا فقير ۽ مسڪين آهن مگر وري بہ انهن ۾ مسڪين مهاجر ۽ مسڪين انصار ۽ ايندڙ زماني ۾ جيڪي مسڪين پيدا ٿيندا انهن جو بہ ان مال فيءِ ۾ حق آهي.

**مذڪوره آيتن جي متعلق حضرت عمر رضہ جو قول:**

(١) جڏهن حضرت عمر رضہ مذڪوره آيتون پڙهي بس ڪئي فرمايائين.

مابقي احد من اهل الاسلام الا وقد دخل في ذالڪ (قرطبي ج١٨ ص٢٢)

نہ ٿو بچي ڪو بہ مسلمان مگر تہ انجو ان ۾ حق آهي.

(٢) هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ جڏهن والذين جاؤا من بعدهم

تي حضرت عمر رضہ بهتو فرمايائين.

استوعبت المسلمين عامة فلئن عشت فليا تين الراعي وهو بسرو حمير صيبہ منهالم يعرق فيها جبينہ (مشكوٰة ص٢٥٦ قرطبي ج١٨ ص ٢٢)

فيء جي مال عام مسلمانن کي لپيٽي ورتو آهي. پوء قسم آهي الله تعاليٰ جو جيڪڏهن مون زنده رهيم تہ اهو فيء جو مال سرو حمير ۾ جيڪو ڌنار آهي انکي بہ حاصل ٿيندو جنهن جي حصول ۾ انجي پيشاني مان پگهر بہ نہ وهيو هوندو.

(٣) هڪ روايت ۾ آهي تہ جڏهن حضرت عمر رضہ ٿهي آيتون پڙهيون فرمايائين.

هذه استوعبت المسلمين فيصرفہ الي الاهم فالاهم وينظر في ذالک الي مصالح المسلمين لا مصلحة الخاصة بہ (حجة الله البالغة ج٢ ١٧٦)هيء آيتون سمورن مسلمانن تي شامل آهن پوء اهم ضرورت جي آهر انکي ورهائيندو ۽ مسلمانن جي مصلحتن ۾ نظر ڪندو صرف پنهنجي نفس جي مصلحت ڏانهن نظر نہ ڪندو.

(٤) قال عمر لولا آ خر المسليمن ما فتحت قرية الا قسمتها بين املهاربخاري ج١ ص٣١٤ حضرت عمر رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن پوين مسلمانن جو خيال نہ ڪيان ها تہ جيڪر جيڪو بہ ڳوٺ فتح ڪيو وڃي ها تہ ضرور ان کي موجوده مسلمانن ۾ تقسيم ڪري ڇڏيان ها. (مگر پوين مسلمانن جو خيال رکي ڪري سڀ کي موجوده مسلمانن ۾ تقسيم نہ ٿو ڪيان بلڪہ پوين لاء بہ ڪجهہ بچائي رکان ٿو.)

حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ جي تفسير مان معلوم ٿو ٿئي تہ

تہ فيء جي مال جا مصرف ۽ مستحق سڀ مسلمان آهن مهاجر هجن چاهي انصار هجن موجوده زماني جا هجن چاهي ايندڙ زماني ۾ هجن ۽ هر هڪ کي ان ما ضرورت آهر ڏبو.

**پاڪستان ۾ متروڪہ زمينون صرف مهاجرن کي ڏيڻ ظلم آهي.** پوءِ جڏهن پاڪستان ۾ هندن جون متروڪہ زمينون وغيره فيء جو مال آهن سي صرف مهاجرن کي تقسيم ڪري ڏيڻ نسورو ظلم آهي ۽ اصلي ديسي محتاجن کي مستحق نہ سمجهڻ اها اسلام ڪٿي تعليم ڏني آهي. (١) الله تعاليٰ پنهنجي مقدس ڪتاب ۾ فيء جي مال جو جيئن مهاجرن کي فقير هجڻ ڪري مستحق قرار ڏنو آهي تيئن انصارن (ديسي ماڻهن) کي بہ فقير هجڻ ڪري مستحق قرار ڏنو آهي.

(٢) ۽ پڻ ولا يجدون في صدورهم حاجة مما اوتوا : ۽ جيڪي مهاجرن کي ڏنو ويو تنهن بابت پنهنجين دلين ۾ ڪا پريشاني نہ لهندا آهن. ان آيت متعلق بعض مفسرين فرمائن ٿا تہ اوتوا جو ضمير انصارن ڏانهن راجع آهي پوءِ آيت جو مطلب نڪرندو تہ انصارن کي مهاجرن جي مقابلي ۾ جو ٿورو مال ملندو هيو ان ڪان انصار پنهنجي دلين ۾ تنگي ۽ حسد نہ آڻيندا هيا. (احڪام القرآن لا بن عربي ج۴ ١٧٧٥ قرطبي ج١٨ ص٢۴)

جو جو هڪ تہ انهن کي پاڻ ڪان وڌيڪ مستحق سمجهندا هيا هن ڪري تہ انصارن کي ڪافي زمينون ۽ جائداد هيون ۽ مهاجر ويچارا بلڪل فقير ۽ انصارن جي سهاري هوندا هيا. ٻيو تہ ويؤثرون عليٰ انفسهم ولو ڪان بهم خصاصة. يعني توڙي انهن کي پنهنجي گهرج هوندي هئي ان هوندي بہ مهاجرن جي گهرج جو لحاظ ڪندا هيا.

بهر حال ان تفسير مطابق معلوم ٿو ٿئي تہ جيئن مهاجرن فقيرن

سان گڏ الله تعاليٰ انصارن (ديسي) فقيرن کي في ۽ جو مستحق فرمايو آهي. تيئن رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن بہ مهاجرن فقيرن وانگر انصارن (ديسي) فقيرن کي بہ مستحق فرمايو آهي.

(٣) حضرت جابر بن عبدالله انصاري کي خيبر جي ڪارڪن مان ڏنو هئائون بخاري ج١ ص٤٤٢

(۴) جڏهن بنو نضير ۽ بنو قينقاع جا مال بطور في جي مسلمانن کي حاصل ٿيا تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن انصارن جي سردار ثابت بن قيس بن شرس کي سڏي ڪري فرمايو تہ پنهنجي قوم جي ماڻهن کي مون وٽ سڏ. عرض ڪيائين تہ صرف خزرج قبيلي کي سڏيان يا سڀني انصارن کي؟ فرمايائين سڀني کي سڏڻو آهي. سڀئي انصار گڏ ٿيا رسول الله صلي‌لله عليہ وسلم جن تقرير فرمائي جنهن ۾ الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا فرمايائون ۽ انصارن جي تعريف فرمايائون تہ انهن مهاجرن سان سٺو سلوڪ فرمايو آهي ۽ وڏي قرباني ڏني آهي. تنهن کان بعد فرمايائون تہ الله تعاليٰ توهان کي بنو نضير جا مال عطا فرمايا آهن. جيڪڏهن اوهان گهرو تہ مون انهن مالن کي مهاجرن ۽ انصارن ۾ تقسيم ڪيان ۽ مهاجر بدستور اوهان جي گهرن ۾ رهن ۽ جيڪڏهن چاهيو تہ هي بي گهر ۽ بي زر ماڻهو آهن اهي مال صرف انهن ۾ تقسيم ڪيا وڃن ۽ اهي اوهان کي گهر خالي ڪري ڏين ۽ پنهنجا وچي گهر پاڻ جوڙن.

اهو ٻڌي ڪري انصارن جا ٻہ وڏا سردار حضرت سعد بن عبادة ۽ سعد بن معاذ اٿي کڙا ٿيا ۽ عرض ڪيائون يا رسول الله اسان جو رايو آهي تہ اهي سڀ مال صرف اسان جي مهاجر ڀائرن ۾ تقسيم ڪيا وڃن ۽ پوءِ بہ اسان جي ئي گهرن ۾ رهن، انهن سردارن جي اها ڳالهہ ٻڌي

ڪري سڀ جو سڀ انصار اٿي ڪري چئي ڏنائون تہ اسان ان فيصلي تي راضي ۽ خوش آهيون. ان وقت حضور صلي الله عليہ وسلم جن انصارن ۽ انهن جي اولاد کي دعائون ڪيائون ۽ انهن مالن کي صرف مهاجرن ۾ تقسيم ڪيائون. انصارن ۾ صرف ٽي ماڻهو محتاج هيا انهن کي بہ حصو عطا فرمايائون ۽ انهن ٽن انصارن جا نالا هي آهن (١) ابود جانة (٢) سهل بن حنيف (٣) حارث بن الصمة ۽ ڪن جو چوڻ آهي تہ سهل ۽ اباد جانة کي مهاجرن وانگر حصو ڏنائون ۽ سعد بن معاذ کي ابن ابي الحقيق جي مشهور تلوار ڏنائون (مظهري ج٩ ص٢۴٣ قرطبي ج١٨ ص٢٢٠١١ احڪام القرآن لابن العربي ج۴ ١٧٧٦ معارف القرآن ص٣٧۴)

(۵) بحرين مان جزيہ جي اڳاڙي لاءِ حضور صلي الله عليہ وسلم جن حضرت ابو عبيدة بن الجراح کي موڪليو. پوءِ جڏهن حضرت ابو عبيده بن الجراح بحرين مان جزيہ اڳاڙي مدينہ منوره ۾ پهتو. انصارن کي ان جي اچڻ جي خبر پهچي ويئي تنهن ڪري انصارن صبح جي نماز ۾ مسجد نبوي ۾ مڙيا جڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن صبح جي نماز پوري ڪندا ويا تہ انصارن سندن سامهون ويهي رهيا. حضور صلي الله عليہ وسلم جن انصارن کي ڏسي مرڪي ڏنو ۽ فرمايائون تہ مون ڀانيان ٿو تہ اوهان کي خبر پئي آهي تہ ابو عبيده مال آندو آهي تنهنڪري آيا آهيو. عرض ڪيائون تہ هائو ! سائين ان ڪري آيا آهيون.

فرمايائين تہ دلجاءِ ڪيو ۽ خوش ٿيو اوهان جو مقصد پورو ٿيندو (بخاري ج ص۴۴٧)

(٦) حضرت جابر انصاري کي فرمايائون تہ جڏهن بحرين کان مال ايندو تہ مون تو کي ان مان هيئن ڀڪ ڀري ڏيندم (بخاري ج١

ص۴۴۸)

(۷) جڏهن بحرين فتح ٿيو ته حضور صلي الله عليه وسلم جن انصارن کي سڏيو ته مون بحرين جون زمينون اوهان کي لکي ڏيان مگر انصارن انکي قبول نه ڪيو بلڪه عرض ڪيائون جيستائين اسان جيتريون زمينون انصارن کي لکي نه ڏيندو تيستائين اسان قبول نه ڪندا سين (بخاري ج۱ ص۳۲۰)

ڏسو جڏهن به فيءَ جو مال حضور صلي الله عليه وسلم وٽ آيو آهي ته اڳ ۾ انصارن کي سڏيو ويو آهي ۽ انصارن جي گهرج کي پورو ڪيو ويو آهي. هي ۽ علحده ڳالهه آهي جو انصارن پاڻ مهاجرن کي ترجيح ڏني آهي ۽ انصارن جي مهاجرن کي ترجيح ڏيڻ عقلا ۽ اصولا سندن شان جي لائق آهي جو سندن شان جي قرآن شريف هنن اکرن سان شاهدي ڏني؛

يحبون من هاجر اليهم ولا يجدون في صدورهم حاجة مما اوتو ويؤثرون علىٰ انفسهم ولو كان بهم خصاصة ط (الحشر ع۱)

جيڪو وٽن لڏي اچي تنهن کي دوست رکندا آهن ۽ جيڪي مهاجرن کي ڏنو ويو تنهن بابت پنهنجين دلين ۾ ڪا پريشاني نه لهندا آهن ۽ (ٻين کي) پاڻ کان پسند ڪندا آهن توڙيڪ کين ڪو احتياج هوندو آهي پوءِ پاڪستان جي حڪومت فيءَ جي مال مان ديسي مستحقن کي محروم ڪري صرف مهاجرن کي ڏنوآهو حڪومت جو نسورو ظلم ڇٽبو، جڏهن ته فيءَ جي مال ۾ هر وقت الله جورسول ديسي ماڻهن کي دعوت تو ڏني.

اسان جي سنڌي مسلمانن کي صدين کان وٺي واڻيان له ٻيڙهيندا آيا ۽ پڳڙن جي مٺ تي اسان جي مسلمانن کان زمينون ڪسيندا آيا



سڌن ڳالهه جو تفصيل ضميمه ۾ صفحي ۱۲۰ ۾ پڙهو ۱۲

واٿين اسان جي سنڌي مسلمانن جي صفارت ٻي ڇڏي هئي، ۽ ذري گهٽ ديسي مسلمانن جو حال مهاجرن جهڙو ٿي هيو اسلامي روءِ سان حڪومت جو فرض هيو تہ ضرورت آهر اول متروڪ جائداد مقامي مسلمانن ۾ ورهائي هان اول مقامي ماڻهن جو احتياج ۽ ضرورت پوري ڪري هان بعد ۾ مهاجرين حضرات ۾ تقسيم ڪري هان. هي ڪهڙو اسلام آهي جو هڪ غريب مسلمان جنهن کي ڪو اجهو ڪونهي ۽ انجي پاڙي ۾ هڪ بيت المال ۾ في جي زمين آهي هو زمين جومحتاج آهي ان کي نہ ڏني وڃي بلڪہ هزار ڪو هن ڪان آيل مسلمان کي ڏني وڃي، اصلي باشنده محتاج ٿي رهي ۽نئون آيل بادشاهي ڪري.

ڇا شريعت پاڪ شفعي جو مسئلو نہ ڏسيو آهي ۽ ڇا شريعت پاڪ پاڙي جو حق نہ ڏسيو آهي، رسول پاڪ توڙي جو سندس انصار صحابي آسودا بہ آهن تڏهن بہ في جو مال اول انصارن کي پيس ڪن ٿا.

۽ پاڪستان جي حڪومت غريب ۽ڪنگال ديسي ماڻهن کي نظر انداز ڪري ٻاهرين ماڻهن کي مفت ۾ نوازي ڇڏيو، ۽ ديسي مسلمانن تي ظلم نہ اسلام ڪيو آهي نہ مهاجرن ڪيوآهي بلڪہ اهو ظلم پاڪستان جي حڪومت يعني مسلم ليگ ڪيو آهي خدا تعالىٰ وٽ اهي اسلام جا غدار مسلم ليگي ڪهڙو جواب ڏيندا جن اسلام کي ظلم جور ستم ۽ چار بڻايو آهي. ميان لکين ديسي مسلمان بنا اجهن جي اڄ بہ آهن جو ويچارا اجان تائين اباڻن ڪکن ۾ وينا آهن، مگر مون کو بہ مهاجر اهڙو نہ ڏٺو آهي جنهن کي پڪي جاءِ نہ هجي ڪم از ڪم ڪچن سرن جومضبوط گهر تہ ضرور هوندس ۽ ڪن مهاجرن کي تہ ضرورت کان مٿي جايون مليون جو آخر وڪرو ڪري مقامي مسلمانن

کي ڏنائون. اجان بہ ظلم جي وڏي هي ڳالهہ آهي تہ مهاجرن کان جيترو بہ وس پڄو کوڙ بدوڙ تي متروڪہ جائداد ۽ زمينون حاصل ڪيائون ان کان پوءِ بہ متروڪہ زمينون ۽ جائداد خريد ڪرڻ جو حڪومت حق مهاجرن کي ڏنو. مقامي ماڻهن کي اهو بہ حق ڏنو ويو. مون پنهنجي ڳوٺ جي ڳالهہ ڪيان ٿو تہ اسان جي ديهہ ۾ متروڪہ زمين سوين ايڪڙ هئي ان مان تقريبا ٽي حصا مهاجرن کي ڪليم ۾مليا چوٿون حصو بچي پيو ان جي خريد ڪرڻ جو حق بہ مهاجرن کي ڏنو ويو جو اها رهي کهي زمين بہ مهاجرن ورتي بعد ۾ مهاجرن اها زمين پيٽي رقم ۾ مقامي مسلمانن کي وڪٽي ڏنائون ان کان علاوه ٻين حقوقن ۾ بہ حڪومت مقامي مسلمانن کي نظر انداز ڪري مهاجرن کي چوٽيءَ تي چاڙهي ڇڏيو جنهن جو نتيجو دنيا جي آڏو ظاهر آهي اسلامي تاريخ شاهد آهي تہ انصارن جي ايثار جي باوجود جو انهن پنهنجي ضرورت کي ڦٽي ڪري فيءَ وغيره ۾ مهاجرن کي ترجيح ڏني ان هوندي بہ مهاجرن انصارن جي چاڪري ڪئي آهي انهن وٽ مزدوريون ڪيون اٿائون مساقات وغيره تي انهن کان باغ ورتا اٿائون مطلب مهاجر هميشہ معاشي مسئلي ۾ انصارن کان پٺتي رهيا آهن مگر حڪومت پاڪستان فيءُ وغيره جهڙن معاملن ۾ بيت المال ۾انصارن (اصل سنڌي ماڻهن) کي ايترو نظر انداز ڪري ڇڏيو جو انصارن (اصلي سنڌي) روزاول کان اڄ تائين معاشي مسئلي ۾ مهاجرن جا محتاج رهندا اچن ٿا پوءِ جڏهن حڪومت پاڪستان هڪ ڌر کي وڌائيندي رهي ۽ ٻئي ڌر کي جيڪا اصلي حقوقن جي حقدار آهي ان کي ڪچليندي رهي. نيٺ نتيجو هيءُ نڪتو جو جن جي حڪومت اڳ ۾ دل وڌائي ڇڏي هئي اها اجان جابر بڻجي ويئي وري هو ڏانهن مظلوم ڌر ظلم سهندي سهندي جيئن تہ

ڪم اچي جيئن تہ حضرت عمر رضہ جي قول موافق والذين جآؤامن بعدهم ۽ (اهو مال انهن لاءِ بہ آهي) جيڪي انهن (مهاجرن ۽ انصارن) کان پوءِ آيا. ۾ الله تعاليٰ اشارو فرمايو آهي. ۽ غير علاقائي مسلمانن لاءِ بيا بہ ڪوڙ مسلمان ملڪ آهن جيڪي پاڪستان کان بہ زياده آسودا آهن وري پاڪستان ۾ بہ هرون پرون سمورن ڏتڙيلن مسلمانن جو نيڪو چڙو سنڌ تي بہ ڪونهي جڏهن تہ سنڌ سرڪار پنهنجن کي حق رسائي ۾ ئي مجبور آهي عهي ڳالهہ عقل ۽ شريعت جي خلاف آهي تہ ڪنهن گهر جا پاتي اڳ ۾ ئي پاڻ ۾ ماني تي جهيڙو لاتيون ويٺا آهن تہ انهن جي مٿان وري بيا ماڻهو بہ ٻججن تہ هنن کي بہ ٽڪر ڏيو، بلڪہ انهن جي اڻ پوري ماني زوريءَ ڪسي ٻين کي سڏي ڪري ڏجي، اهڙي گهر کان تہ آيل پينو ماڻهو بہ ٽري ويندو ۽ انکي شرم ايندو تہ جڏهن هي پاڻ ۾ اڪيئي ماني جي ٽڪر تي وڙهن ٿا مون کهڙي سين هٿان.

## پاڪستان جي زمين عشري آهي يا خرابي

پاڪستان جون زمينون هڪ قسم جون نہ آهن تقريبًا ست قسم آهن .

١- اهي زمينون جو پاڪستان بنجڻ کان اڳ ۾ ئي مسلمانن جون نسلا بعد نسل ارثًابعد ارث ملڪيت آهن يا مسلمانن کان ئي مسلمانن کي ملڪيت ٿي مليون آهن پوءِ خريد ڪرڻ سان يا بخشش وغيره سان تہ اهڙي قسم جون زمينون عشري آهن پر وچ ۾ جيڪڏهن انهن جو ڪو ڪافر مالڪ بڻيو هوندو تہ پوءِ عشري نہ آهن ۽ جن جوحال ڪجهہ بہ معلوم نہ آهي ۽ هن وقت مسلمانن جي هٿ ۾ آهن انهن لاءِ بہ ائين سمجهبو تہ مسلمان کان حاصل ٿيل آهن بدليل استصحاب الحال

بس اهي عشري آهن (امداد الفتاوىٰ ج٢ ص٥٩)

(ب) مولانا مفتي عزيز الرحمٰن مفتي اعظم دارالعلوم ديو بند رحہ فرمائي ٿو هندستان جي سمورن زمينن جو هڪ حڪم نہ آهي. البتہ جيڪي زمينون مسلمانن جون مملوڪ آهن انهن ۾ عشر واجب آهي مسلمانن کي عشر ڪڍڻ گهرجي (عزيز الفتاوىٰ ص ٣٥٥ وڪذافي ص ٣٥٦)

هي تہ ۾ فتاوىٰ حضرت مفتي عزيز الرحمٰن رحہ ۽ حضرت مولانا اشرف علي ٿانوي رحہ جون پاڪستان ٺھڻ کان اڳ جون آهن جڏهن تہ پاڪستان اڃان دارالحرب هيو. پاڪستان ٺھڻ کان بعد تہ پوءِ اهي زمينون بطريق اولىٰ عشري آهن، ڇو تہ دار الاسلام ٺھڻ وقت مسلمانن کان عشر وٺڻ ئي لائق آهي ڇو تہ عشر عبادت آهي ان ۾ ئي مسلمان جي عزت آهي ۽ خراج ۽ جزيہ ۾ ٽيڪس جي معنىٰ آهي تہ پوءِ ان ۾ مسلمان جي ذلت آهي ڪما قال العلامة السيد محمد ابوالسعود المصري رحہ.

لان المسلم لايبدء بالخراج صيانة لہ عن الذل لمافيہ من معني الجزية و في العشر معني القربة (فتح المعين ج٢ ص٤٤٦ و ڪذ في رمزالحقائق ج١ ٢٥٥)

مسلمان تي شروعات ۾ ذلت جي بچاءَ خاطر خراج نہ رکيو ڇو تہ ان ۾ جزيہ جي معنىٰ آهي ۽ عشر ۾ثواب جي معنىٰ آهي. وڪما قال صاحب الدرالمختار.

لانہ اليق بالمسلمين ( در مختار ج٣ ص ١٧٦) ڇو تہ (عشر) مسلمانن جي حال جي وڏيڪ لائق آهي.

تنهن ڪري اهڙي قسم جي زمينن تي عشر واجب آهي.

**سوال :** مولانا همايوني رحہ پنهنجي فتاوي ج۱ ص۱۵۷ ۽ ۱۵۸ ۾ ثابت ڪيو آهي تہ سنڌ جي زمين تي محمد بن قاسم رحہ خراج پنجون حصو پيداوار زمين جو مقرر ڪيو هيو تہ پوءِ هاڻي بہ اهو ئي مقرر هوندو؟

**جواب :** جهڙي طرح محمد بن قاسم رحمة الله تعاليٰ ڪان سنڌ جي زمين تي خراج مقرر ڪرڻ ثابت آهي اهڙي طرح هي ڳالهہ بہ ثابت آهي تہ سنڌ جي ڪن علائقن جا ماڻهو ان وقت ئي مسلمان ٿيا هيا ان ڪري انهن تي عشر مقرر ڪيو ويو هيو جيئن تہ مستند تاريخ جي ڪتابن ڪانسواءِ خود مولانا همايوني جي ان رسالي (سراج الهند في تحقيق خراج الهند) ۾ بہ ان جي تصريح موجود آهي ۽ هي ڳالهہ پڻ ثابت آهي تہ ڪن مجاهدن کي ڪجهہ جاگيرون بطورملڪيت جي ڏنيون ويون هيون (فتوح البلدان للبلا ذري ص ۴۲۵) ۽ وليد بن عبدالملڪ جي آخري دور ۾ راجا ڏاهر جو پٽ جيسيہ بغاوت ڪري برهمن آباد جو مستقل بادشاهہ بڻجي ويو هيو، اهڙي طرح سنڌ جي ٻين علائقن جا راجا بہ باغي ٿي ڪري خود مختار بڻجي ويا هئا. جڏهن حضرت عمر بن عبدالعزيز جي خلافت جو زمانو آيو تہ انهن راجائن کي خطن جي ذريعي پهريان اسلام جي پوءِ اطاعت جي دعوت ڏنائين جنهن ڪري هو مسلمان ٿيا حضرت عمر بن عبدالعزيز انهن راجائن کي سندن علائقن جو حاڪم مقرر ڪري ڇڏيو ۽ انهن جي سمورن زمينن تي ملڪيت برقرار رکي (ڪامل ابن اثيرج ۴ ص۲۲۴).

مٿيان ذڪر ڪيل قسم زمينن جا سڀ عشري آهن. تنهن کان سواءِ جن زمينن تي محمد بن قاسم رحمة الله تعاليٰ خراج رکيو هيو انهن ۾ بہ احتمال آهي تہ ڪي زمينون ڪجهہ مدت ڪان بعد غير آباد يا

لاوارث ٿي ڪري بيت المال جي ملڪ ٿي ويون هجن ۽ پوءِ بيت المال مان ڪنهن مسلمان کي مليون هجن. مطلب تہ چوڏهن سو سال جي انقلابن کان بعد ڪنهن زمين جي صحيح حقيقت جو حال معلوم ڪرڻ نا ممڪن آهي، ان ڪري مولانا مفتي عزيز الرحمٰن صاحب ۽ حضرت مولانا ٿانوي صاحب رحمهما الله تعاليٰ جي تحقيق ئي حق آهي، مگر اهو حڪم انهن زمينن جو آهي جو گهڻي عرصي کان ولي نسلاً بعد نسل مسلمانن جون مملوڪ ٿينديون آيون آهن.

٢ـ اهي زمينون جيڪي مسلمانن تقسيم کان اڳ يا تقسيم کان پوءِ غير مسلم کان خريد ڪيون آهن سي خراجي آهن ڪما قال ابوالبرڪات اشتريٰ مسلم ارض خراج يجب (الخراج) (ڪنزالدقائق ص٢١٠) مسلمان جيڪڏهن خراجي زمين خريد ڪئي تہ انجي مٿان خراج آهي.

٣ـ تقسيم کان اڳ جيڪي انگريزن کان مسلمانن غير آباد زمينون قيمتاً يا مفت حاصل ڪيون سي ڪفار جي استيلاءِ ڪري خراجي آهن. (القول الماضي ص١٨٠ احسن الفتاوي ج٤ ص٢٧٠) وقال في ڪنزالدقائق.

وان غلبو عليٰ اموالنا واحرزو ها بدارهم ملڪو هار ڪنزالدقائق ص ٢٠٥) جيڪڏهن ڪافر اسان جي مال تي غالب اچي ويا ۽ انهن کي پنهنجي دار ۾ محفوظ ڪيائون تہ ان جا مالڪ ٿي بوندا.

٤ـ پاڪستان کان بعد جيڪي غير آباد زمينون حڪومت کان مسلمانن قيمتاً يا مفت حاصل ڪري آباد ڪيون سي عشري يا خراجي هجڻ ۾ ويجهي زمين جي تابع آهن. جيڪڏهن ان جي ويجهو ٻنهي قسمن جون زمينون برابر آهن تہ اهي نيون آباد ڪيل زمينون عشري

آهن. كما قال صاحب الدروالشامي.

ولو احياه مسلم اعتبر قربه اي قرب ما احيا ه ان كان الي ارض الخراج اقرب كانت خرا جية وان كان الي العشر اقرب فعشرية وان كانت بينهما فعشرية مرا عاة لجانب المسلم وهذا عند ابي يوسف رحمة الله واعتبر محمد الماء فان احيا ها بماء الخراج فخراجية والافعشرية و بالاول يفتيٰ ( ردالمختار ج۴ ص ۱۸۴)

جيكڏهن ان غير آباد زمين كي مسلمان آباد كيو ته انجي قرب جو اعتبار كبو يعني جيكڏهن خراجي زمين ويجهي آهي ته بوءِ اها به خراجي ٿيندي ۽ جيكڏهن عشري زمين ويجهي اهي ته پوءِ اها به عشري ٿيندي ۽جيكڏهن ٻنهي جي وچ ۾ هڪ جيتري آهي ته پوءِ مسلمان جو لحاظ رکندي عشري ٿي پوندي ۽ هي آهي ابو يوسف رحه وٽ ۽ امام محمد رحه پاڻيءَ جو اعتبار كري ٿو. يعني جيكڏهن عشري پاڻيءَ تي آباد ٿي آهي ته عشري آهي ۽ جيكڏهن خراجي پاڻي تي آباد آهي ته خراجي ٿي پوندي. فتويٰ ابو يوسف جي قول تي آهي.

۵۔ هندن جون متروڪ زمينون جيكي مهاجرن كي مليون يا ٻئي كنهن به مسلمان كي حكومت پاكستان كان مفت يا پيسن سان مليون سي عشري آهن ڇو ته هندن جون متروڪ زمينون فيءِ بيت المال جون آهن حكومت جي ورج سان مسلمانن جون ابتدائي ملك بڻجي چكيون ۽ مسلمانن جي زمين تي عشر لڳائڻ ٿي گهرجي ان كري اهي سب زمينون عشري آهن.

(لقول الماضي ص۱۷۲ احسن الفتاويٰ ج ۳۷۱) وقال في البحرالرائق.

لانه بمنزلة الفي ، فلا يثبت (اي الخراج) في اراضيهم كما لايثبت

في رقابهم (بحر رائق ج۵ ص۱۰۴) ۽جو تہ خراج بمنزلة في جي آهي ان ڪري مسلمانن جي زمين ۾ خراج ثابت نہ ٿيندو جيئن انهن جي جانن تي جذيو ثابت نہ ٿيندو.

٦ـ غير مسلم جي هر حالت ۾ زمين خراجي آهي چاهي پيءُ ڏاڏيءَ ڪان موروثي هجيس چاهي مسلم يا غير مسلم ڪان خريد ڪري يا ڪنهن ڪان بہ بخشيش ۾ ڪري مليس يا توڙي مسلمان ٿي ۾ تڏهن بہ خراجي آهي. ۽جو تہ عشر عبادت آهي ۽ ڪافرن تي عبادت نہ آهي (ڪما في فتح المعين ج۲ ص۴۴٦ وكذا في رمزالحقائق ج۱ ص۲۵۵ وقال في ڪنزالدقائق)

و ان عطلها صاحبها او اسلم اواشتري مسلم ارض خراج يجب (ڪنز الدقائق ص۲۱۰) ۽ جيڪڏهن زميندار ان کي بيڪار ڪري ڇڏيو يا ذمي مسلمان ٿي پيو يا ان ڪان ڪنهن مسلمان خراجي زمين خريد ڪئي تہ خراج واجب ٿيندو.

۷ـ غير مسلم جون متروڪ زمينون يا غير آباد زمينون حڪومت پاڪستان ڪنهن کي عارضي طور ڏئي يا ٺيڪي تي ڏئي يا ڪرمت تي ڏئي تہ ان ۾ عشر آهي ۽ ان ۾ خراج نہ آهي اهڙي قسم جي زمين کي اراضي مملڪة يا حوز يا سلطانيہ چئبو آهي. وقال الشامي

اراضي المملڪة والحوْلاعشرية ولاخراجية (ردالمختار ج۴ ص ۱۸۷)

زمينون مملڪہ ۽ حوزه جون نہ عشري آهن ۽ نہ خراجي آهن.

## عشر جا احڪام ۽مسائل

عشر زمين جي زڪوة آهي جيئن سون، چاندي، ۽ ڍورن وغيره تي زڪواة آهي تيئن عشري زمين تي عشر البتہ سون، چاندي ۽ ڍورن وغيره وانگر چاليهون حصو فرض نہ آهي بلڪہ ڪن صورتن ۾ ڏهون

حصو واجب آهي ۽ ڪن صورتن ۾ ويهون حصو واجب آهي مگر ٻنهي ڪي عوام جي سهوليت خاطر عشر چيو ويندو آهي.

**عشر واجب وجوب لاءِ شرط :** عشر جي وجوب لاءِ چار شرط آهن. شرط پهريون مسلمان هجڻ (بدائع ج۲ ص۵۴) ڪافرن تي نہ آهي. ٻيون شرط زمين عشري هجي خراجي تي نہ آهي ( ايضا ص۵۷ ) ٽيون شرط زمين مان پيداوار حاصل ٿئي. ۽جيڪڏهن زمين مان ڪجهہ بہ پيداوار حاصل نہ ٿي چاهي ڪهڙي بہ سبب ڪري نہ ٿيو، عشر واجب نہ ٿيندو. (ايضا ص۵۷) چوٿون شرط پيداوار اهڙي شيءِ هجي جنهن کي پوکڻ جو رواج هجي ۽ عادة انجي پوک ڪري نفع حاصل ڪيو ويندو هجي. پوءِ ڀاڻ هر تو جيڪو گاهہ ڦٽو يا بيڪار قسم جا جيڪي ٻاڻ هر تو وڻ ڦٽا تہ انهن ۾ عشر نہ آهي، گاهہ ۽ بانس کي جيڪڏهن آمدني جي غرض سان پوکيو ويو تہ ان ۾ بہ عشر واجب اهي ۽ جيڪڏهن ائين ٻاڻ ڪوونڊ ڄائو تہ ان ۾ عشر نہ آهي (بدائع ج۲ ص۵۸ )

**عقل ۽ بلوغ ۽ ملڪيت شرط نہ آهن:** عقل ۽ بلوغ ۽ ملڪيت عشر جي وجوب لاءِ شرط نہ آهن ان ڪري صغير ۽ مجنون ۽ وقف جي زمين تي بہ عشر آهي (ردالمختار ج۲ ص۳۲۶)

۽ ٻڻ جنهن زمين ٺيڪي تي ڏني تہ عشر ٺيڪيدار تي آهي نہ مالڪ زمين جي تي اهڙي طرح جنهن عارية ڪنهن کي زمين ڏني تہ ان تي عشرنہ آهي بلڪہ جيڪو ان جو ڦر حاصل ڪري ٿو ان تي عشر واجب آهي.

**مسئلہ :** جيڪڏهن زمين ڪنهن کي ڪرمت تي ڏني ويٺي زميندا ٻنهنجي پيداوار جي حصي جيترو عشر ڏيندو ۽ڪرمي بہ ٻنهنجي

حصي جيترو ڏيندو مثلاً پيداوار ۾ زميندار ۽ ڪڙمي اڌو اڌ آهن ته عشر ۾ به اڌو اڌ هوندا ۽ جيڪڏهن ٻه حصا زميندار جا ۽ هڪ حصو ڪڙمي جو ته پوءِ عشر جا به ٻه حصا زميندار ادا ڪندو ۽ هڪ حصو ڪڙمي ادا ڪندو. خراج ۾ به اهڙي طرح آهي. (بدائع ج٢ ص٥٦) احسن الفتاويٰ ج۴ ٣٢۵)

**مسئلو:** جيڪڏهن ڪنهن شخص تجارت جي نيت سان زمين خريدي ان زمين ۾ پوک پوکيائين ته ان جي پيداوار تي عشر واجب ٿيندو زڪواة واجب نه ٿيندي جو ته زمين جي اصل زڪواة عشر آهي تجارت جي نيت سان انتي بي زڪوٰة لازم نه ٿيندي جيئن جانور تجارت جي نيت سان پاليائين تڏهن به انهن جي زڪوٰة اها ٿي رهندي جيڪا جانورن تي هوندي آهي تجارتي زڪوٰة عائد نه ٿيندي (بدائع ج٢ص٥٦)

**سرڪاري ڍل ڏيڻ سان عشري زمين جو عشر ساقط نه ٿيندو:** عشري زمين جي سرڪاري ڍل ادا ڪرڻ سان عشر ڪري نه پوندو بلڪه عشر پورو جو پورو ڏيو ۽ نه وري ڍل جيترو عشر مان ڪاٽيو ءلايجتمع العشرمع الخراج. جو مطلب آهي ته خراجي زمين ۾ خراج هوندي عشر نه ورتو ويندو. باقي عشري زمين ۾ جيڪڏهن حڪومت خراج وٺي ٿي ته پوءِ ان ۾ پورو جو پورو عشر فقراء وغيره کي ادا ڪيو ويندو ۽ سرڪار کي ڏنل ڍل کي به نه ڪٽيو. (عزيز الفتاويٰ ص۲۵۴ ص۲۵۵ ـ ص۲۵٦)

**عشر جي لاءِ ڪوئي نصاب نه آهي:** عشر جي لاءِ امام اعظم رحه وٽ ڪوئي نصاب مقرر نه آهي پيداوار ٿوري هجي يا گهڻي هجي هر حالت ۾ عشر واجب آهي جو ته قرآن پاڪ ۾ عام حڪم آهي.

١ـ ومما اخرجنا لكم من الارض (البقرة ع٢٧) (ءِين) جيكي اوهان لاءِ زمين مان پيدا ڪيو سون تنهن مان ڪي سٺيون شيون (خدا ڪارڻ) خرچ ڪريو.

٢ـ واتوا حقه يوم حصاده ز (الانعام ع١٧) ۽ سندن لاباري وقت الله جو حق (سندن زڪواة ڏيو. وفي كتب الفقه.

قال ابو حنيفة رحمة الله تعالیٰ في قليل ما اخرجته الارض و كثيره العشر واجب (قدوري ص٤٨) ابو حنيفه رحه فرمايو آهي زمين جي ٿوري ۽ گهڻي پيدوار تي عشر واجب آهي.

**مقدار واجب :** لفظ عشر جي معنيٰ آهي ڏهون حصو ليڪن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مقدار واجب ۾ تفصيل فرمايو آهي.

ماسقت السماء والعيون اوكان عثر يا العشرو ماسقي بالنضح نصف العشر. (مشكوة ص١٥٩) جنهن کي آسمان پاڻي پياري يا چشما يا ناليون انهن ۾ ڏهين پتي ۽ جنهن کي چڪڻ سان پاڻي پيار جي ان ۾ ويهين پتي آهي. ان مان معلوم ٿيو ته جنهن زمين کي پاڻي بغير محنت ۽ خرچ جي ملي ٿو ته انجي پيداوار ۾ ڏهون حصو ۽ جن زمين کي پاڻي محنت ۽ خرچ سان ملي ٿو. جيئن کوهه. ٽيوب ويل يا اهي نهري زمينون جن جي پاڻي جي قيمت ادا ڪرڻي پوي ٿي ان جي پيداوار ۾ ويهون حصو آهي (القول الماضي ص١٩١)

**مسئله:** ڪنهن زمين کي پاڻي ڪجهه بارش سان ۽ ڪجهه کوهه ذريعي مليو ته ان ۾ اڪثر جو اعتبار ڪيو ويندو. جيڪڏهن اڪثر بارش جو پاڻي آهي ته ڏهون حصو ادا ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن کوهه وغيره جو اڪثر آهي ته ويهون حصو ادا ڪيو ويندو (بدائع ج٢ ص٦٣)

**مسئله:** جيڪڏهن زمين کي پاڻي بارش ۽ کوه وغيره جو بنهي

طريقن سان برابر سرابر آهي تہ اڌ جو عشر (ڏهون حصو) ۽ اڌ جو نصف عشر (ويهو حصو) ادا ڪيو ويندو. (امداد الفتاويٰ ج٢ ص٥٨)

**مسئلہ :** عشر يا نصف عشر پوري پيداوار مان ڪاٿو آهي جو بہ ان تي خرچ ڪيو ويندو ان کي نہ ڪاٽيو ويندو. قال في ڪنزالدقائق ولاترفع المؤن (باب العشر ص٦٣) خرچ کي نہ ڪٽبو.

**مصارف عشر :** عشر جا اهي ئي مصارف آهن جيڪي زڪوٰة جا آهن ۽ جيئن زڪوٰة ۾ تمليڪ شرط آهي تيئن عشر ۾ بہ تمليڪ شرط آهي. (بدائع ج٢ ص٦٥ وڪما قال العيني في شرح الڪنز رد المختارج٢ ص٣٢٩)

**متفرق مسائل : مسئلہ:** قرضي شخص بہ ڪل پيداوار جو عشر ادا ڪندو قال في شرح التنوير.

و يجب مع الدين. (در المختار ج٢ ص٣٢٦) قرض هوندي بہ عشر واجب آهي.

**مسئلہ:** ذاتي استعمال ۾ اچڻ واري سبزي ۽ ميوي تي بہ عشر آهي فصل جي پيدا ٿيڻ ۽ميوي جي ظاهر ٿيڻ وقت عشر واجب ٿي پوندو آهي. ان ڪري جو ڪجهہ ان مان ڪاڏائين ۽ ڪنهن کي تحفي طور ڏنائين سڀ تي عشر واجب آهي. (احسن الفتاويٰ ج۴ ص٣٦٣)

**مسئلہ :** امڙو مسڪين جو خود عشر جو مصرف آهي ان تي عشر جو ڪڍڻ واجب نہ آهي. (احسن الفتاويٰ ج۴ ص٣٦٢)

**مسئلہ:** عشر هر هڪ فصل ۾ ڪڍڻو آهي، ڍل وانگر سال تي هڪ دفعو نہ آهي ۽ خراج مقاسم بہ عشر وانگر هر هڪ فصل تي ڏيڻ واجب آهي. (فتاويٰ دارالعلوم ج٦ ص١٦٩ ـ احسن الفتاويٰ ج۴ ص٣٥۴)

## خراج جا مسائل

خرا جي زمين جو خراج عشر وانگر زكواة ۽ عبادت نہ آهي. مگر زمين تي هڪ شرعي حق آهي جنهن جو ادا ڪرڻ عشر جي ادا ڪرڻ وانگر واجب آهي.

**خراج جا قسم :** خراج ٻہ قسم آهي هڪ مقاسمہ ٻيو موظفہ. خراج مقاسمہ عشر وانگر پيداوار مان ڪوئي حصو اڌ يا ٽئين پتي وغيره مقرر ڪيو ويندو آهي ۽خراج موظفہ جي معنيٰ آهي تہ روڪڙمقرر ڪئي وڃي. فقهاء ڪرام ذڪر فرمايو آهي تہ اول فتح واري وقت جن خراجي زمين تي جهڙي طرح خراج مقرر ڪيو وڃي وري انکي بدلائڻ جائز نہ آهي مثلا خراج مقاسمہ کي موظفہ سان بدلائڻ يا انجي بر عڪس ڪرڻ جائز نہ آهي (رد المختار ج۴ ص۱۸۷)

**مقدار خراج موظفہ:** جڏهن عراق فتح ٿيو تہ حضرت عمر فاروق حضرت عثمان بن حنيف کي عراق جي زمين سروي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ حضرت حذيفہ کي ان ڪم جو نگران مقرر فرمايائين پوري مفتوح زمين عراق جي پيمائش ڪئي ويئي تہ ٽي ڪروڙ سٺ لک جريب نڪتي. (هدايہ باب العشر والخراج من السير)

جريب سٺ هر چورس گز کي چيو ويندو آهي جو اسان جي ملڪ جي مروجہ جريب جي قريب آهي. حضرت فاروق اعظم عراق جي انهن سمورين زمين تي جن تي پاڻي پهچي ٿيو ۽ پوک جي لائق هيون خراج مؤظفہ هن تفصيل سان مقرر فرمايو جو عام زمين تي في جريب هڪ درهم نقد يعني [illegible] چاندي ۽ هڪ صاع [illegible] مقرر فرمايا ۽ ترڪاري جي هڪ جريب تي پنج درهم ۽ انگور ۽ کجين جي باغ تي جيڪو متصل وڻن تي مشتمل هجي في

جريب ڏهہ درهم مقرر فرمايائين (ڪنزالدقائق ص٢٠٩)

ان ڪان سواءِ ٻين ميون جي باغات ۽ ٻين قسمن جي قابل ڪاشت شين جي متعلق جن جو خراج حضرت فاروق اعظم متعين نہ فرمايو. فقهاءِ ڪرام فرمايو آهي تہ زمين جي پيداوار جي برداشت جي مطابق خراج لڳايو ويندو. جو خمس پيداوار ڪان گهٽ نہ هجي ۽ نصف ڪان زياده نہ هجي جيڪڏهن اندازه لڳائڻ ڪان بعد تجربي سان ثابت ٿيو تہ پيداوار ايتري تہ نہ آهي تہ ان جي مناسب ڪمي ڪئي ويندي (هدايہ باب العشر والخراج ڪتاب السير)

**مسئلہ:** هدايہ جي مذڪور عبارت ڪان خراج مقاسمہ جو ٻيو هڪ اندازو قائم ٿي ويو تہ پيداوار جي خمس ڪان گهٽ نہ هجي ۽ نصف ڪان مٿي نہ هجي.

**مسئلہ:** جيڪڏهن خراجي زمين تي پاڻي غالب ٿي ويو مثلا سم پيدا ٿي پئي يا ڪا ٻي آفت پهچي ويس جنهن ڪري هاڻي پوک جي لائق نہ رهي آهي تہ خراج معاف ٿي ويندو. (ڪنزالدقائق ص٢١٠)

**مسئلہ:** البتہ جيڪا زمين پوک جي لائق نہ هئي مگر پنهنجي غفلت ۽ ڪوتاهيءَ سان پوک نہ ڪيائين تہ پوءِ ان جو خراج موظفہ وصول ڪيو ويندو مگر خراج مقاسمہ ان صورت ۾ بہ معاف ٿي ويندو جو تہ مقاسمہ جو تعلق پيداوار سان آهي (ڪنزالدقائق مع حواشيہ ص٢١٠)

**مسئلہ:** زمين تي خراج لڳي وڃڻ ڪان بعد جيڪڏهن مالڪ زمين جو مسلمان ٿي پيو تڏهن بہ خراج ئي وصول ڪيو ويندو (ڪنزالدقائق ص٢١٠)

**مسئلہ:** مسلمان جيڪڏهن ڪافر ڪان خراجي زمين خريد ڪئي

تہ ان کان خراج نہ وصول کيو ويندو (کنزالدقائق ص٢١٠)

**مسئلہ:** خراج موظفہ سال ۾ هڪ ڀيرو نہ حاصل کيو ويندو توڙي جو ان مان پيداوار ڪيئي ڀيرا حاصل ڪئي وڃي. (هدايہ مع فتح القدير ج۴ ص٢١٧ و القول الماضي ص١٩٦)

**مسئلہ:** خراجي زمين جيڪڏهن ڪنهن کي پٽي سان ٺيڪي تي ڏني ويئي آهي تہ مفتيٰ بہ قول موافق خراج موظفہ ٺيڪيدار تي آهي ۽ جيڪڏهن بٽائي تي ڏني ويئي آهي تہ خراج مقاسمہ پنهي تي حصي آهر آهي جيئن تہ عشر جي بيان ۾ گذري چڪو آهي.

**مصرف خراج:** خراج جو مصرف منڍ ڪتاب ۾ گذري چڪو آهي اتي ڏسڻ گهرجي.

**مسئلہ:** ڪنهن بادشاه يا ان جي نائب ڪنهن شخص جي لاءِ زمين جو خراج معاف ڪيو تہ اهو جائز آهي ۽ خراج جي رقم ۽ ان جي پيداوار ان لاءِ حلال آهي بشرطيڪہ اهو شخص خراج جو مصرف هجي مثلا ديني خدمات يعني تعليم، فتويٰ، تبليغ، قضا يا جهاد وغيره ۾ مشغول آهي يا طالب العلم آهي تہ ان جي لاءِ حلال آهي ۽جيڪڏهن اهڙو نہ آهي تہ پوءِ انجي لاءِ حلال نہ آهي. بلڪہ انجي ذمي لازم آهي تہ خراج جو مقدار صدقو ڪري (القول الماضي ص ١٩٧)

**خراج مقاسمہ ادا ڪيو وڃي يا موظفہ ادا ڪيو وڃي.**

سنڌ جي خراجي زمين جي متعلق مستند علماءِ سنڌ جي تصريحات مان ثابت آهي تہ خراج مقاسمہ آهي جو محمد بن قاسم رحہ غير مسلمانن جي زمينن تي عائد فرمايو هيو ۽اهو خراج مقاسمہ خمس آهي يعني پيدوار جو پنجون حصو (القول الماضي ص١٩٩) ان زماني ۾ ملتان بهاولپور ۽ پنجاب جا سڀ علائقا پڻ سنڌ ۾ شامل هياانهن جو بہ

اهو ئي حڪم هوندو بلڪ صوبہ گجرات ۽ راجپوتانہ کي محمد بن قاسم جي فتوحات ۾ داخل سنڌ ۽ انجو جزو قرار ڏنو ويو هيو.

ان ڪري انهن سمورن علائقن جي خراج ۾ جيڪڏهن خاص زمين يا ڪنهن خاص علائقي جي متعلق خراج جي ڪائي ٻي صورت ڪافي ثبوت جي درجي کي پهچي وڃي تہ ان تي عمل ڪيو ويندو ورنہ خمس پيداوار کي خراج سمجهو ويندو. (القول الماضي ص٣٠٠)

## زمين جي پيداوار جا طريقا

زمين جي پيداوار جا ٽي طريقا آهن (١) زميندار پاڻ انکي آباد ڪري (٢) روڪڙ تي ٺيڪي تي ڏئي (٣) ڪڙمت تي ڪنهن کي ڏئي.

**پاڻ آباد ڪري**؛ ان لاءِ ڪو شرط ۽ قيد نہ آهي ان ۾ ڪو خاص تفصيل نہ آهي تنهن ڪري انجو تفصيل ذڪر نٿو ڪيو وڃي.

**روڪڙ تي ٺيڪي تي ڏيڻ**؛ زمين روڪڙ تي ٺيڪي ڏيڻ لاءِ ٽي شرط آهن ١. روڪڙ معلوم هجي ٢. ٺيڪي جي مدت بيان ڪيل هجي پوءِ جيتري بہ مدت هجي جائز آهي مگر وقف جي زمين کي ٽن سالن کان مٿي تي ٺيڪو نہ ڏبو. (ڪنزالدقائق ص٣٥٧) ٣. ڇاپوکيندو يا وري مطلق اختيار ڏنو وڃي تہ جيڪو وڻئي سو پوک (ڪنزالدقائق ص٣٦٠)

**مسئلہ**؛ زمين کي پوک ڪرڻ کان سواءِ جاءِ ٺاهڻ ۽ وڻن پوکڻ لاءِ بہ ٺيڪي تي ڏيڻ جائز آهي (ڪنز الدقائق ص ٣٦٠)

**مسئلہ**؛ جاءِ ٺاهڻ ۽ وڻن پوکڻ لاءِ ٺيڪي تي ڏنائين پوءِ مدت جي گذرڻ کان بعد ٽي صورتون آهن ١. يا ٺيڪيدار انهن کي پٽي ڪٽي وڃي ٢. يا زميندار ڪپيل وڻن جي ۽ ڊٺل جاءِ جي قيمت ڀري ڏي ٣. يا زميندار انجي بيٺل رهڻ تي راضي رهي پوءِ زمين زميندار جي

هجي ۽ وڻ يا جاءِ ٺيڪيدار جا هجن. (كنزالدقائق ص٣٦١)

**ڪڙمتي زمين ڏيڻ :** امام اعظم وٽ ڪڙمت تي زمين ڏيڻ جائز نہ آهي باقي صاحبين وٽ ٽن صورتن ۾ ڪڙمت تي زمين ڏيڻ جائز آهي ۽ انکي مزارعت چئبو آهي. ١. زمين ۽ ٻج هڪ جو ۽ ڏاند ۽ عمل ٻئي جو ٢. زمين هڪ جي باقي سڀ شيون ٻئي جون ٣. عمل هڪ جو ۽ ٻيون سڀ شيون ٻئي جون ۽ مفتيٰ بہ قول صاحبين جو آهي ۽ مزارعت جي لاءِ ٻيا بہ ڪي شرط آهن جيڪي فقہ جي ڪتابن ۾ لکيل آهن.

## زمين جهڙيون ٻيون شيون

يعني اهي شيون جيڪي انسان ڪرائي تي هلائي سگهي مثلا دڪان، گهرجي جاءِ، ٽريڪٽر، بس، موٽر ڪار وغيره اهي سڀ شيون شرعي قواعدن موافق ڪرائي تي ڏيڻ جائز آهن ۽ انهن جو تفصيل فقہ جي ڪتابن ۾ موجود آهي.

## انسان جي محنت

پيدائش جو ٽيون عامل آهي انسان جي محنت پوءِ اها محنت عام آهي چاهي دماغ سان محنت ڪري چاهي عضون سان محنت ڪري، پوءِ چاهي هنر سان محنت ڪري يا چاهي تعليم سان محنت ڪري چاهي اٿين هڏ هٿي، ۽ پڻ چاهي پرائيويٽ نوڪري ڪري يا. سرڪاري نوڪري ڪري ۽ پڻ چاهي روزانہ مزدوري ڪري چاهي ماهوار پگهار تي ڪري اهي سڀ انساني محنت ۾ داخل آهن شريعت پاڪ سيني ڪي حلال ڪيو آهي مگر حرام پورهي ڪي حرام ڪيو آهي اهي سڀ مسائل فقہ جي ڪتابن ۾ ڪتاب الاجارة ۾ بسط سان لکيل آهن.

## ٽيون باب غير مسلم

غير مسلم ٽي قسم آهي (١) ذمي (٢) حربي (٣) مرتد .

انهن ٽنهي قسمن کي ڪجهہ وضاحت سان لکجي ٿو.

**ذمين جا حقوق:** ذمي ان غير مسلم کي چئبو آهي جيڪو اسلامي ملڪ جي اطاعت مڃي اسلامي ملڪ ۾ رهي جيئن اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ هندو ، سک، مارڙيچا وغيره آهن. انهن جو اسلامي رياست ۾ رهڻ مسلمانن وانگر آهي جيئن مسلمانن جي مال ۽ جان جي حفاظت حڪومت جو فرض آهي. تيئن ذمين جي مال ۽ جان جي حفاظت بہ حڪومت جو فرض آهي قال زين العابدين.

حكمة حكم المسمين الانہ لايؤمر بالعبادات (الاشباہ والنظائر ص۳۳۵)

ذمي جو حڪم مسلمانن وانگر آهي صرف انکي عبادات جو حڪم نہ ڪيو ويندو .

(۱) مسجد ۾ داخل ٿيڻ کان انهن کي نہ روڪيو ويندو. ۽ مسلمانن جي اجازت کان سواءِ مسجد ۾ اچي سگهن ٿا. (ايضا)

(۲) جيڪڏهن جهاد ۾ مدد ڪندا يا جهاد ۾ شريڪ ٿيندا يا ڪافرن جي رستي جو ڏس ڏيندا تہ انهن کي غنيمت جي مال مان بہ ڪجهہ خرچي ڏني ويندي (ايضا)

(۳) شراب پيئڻ جي ڪري انهن کي شراب جي حد جاري نہ ڪئي ويندي. (ايضا)

(۴) زنا ۾ صرف انهن کي ڪوڙا هنيا ويندا ۽ رجم نہ ڪيو ويندو. (ايضا)

(۵) ڪو بہ شخص انهن جي شراب کي زيان ڪندو تہ اهو انهن کي شراب ڀري ڏيندو مگر جيڪڏهن اهو ذمي مسلمانن کي وڪڻي ڏئي ٿو تہ پوءِ جيڪڏهن انجي شراب کي ڪنهن هاريو تہ پوءِ ڀري نہ

ڏيندو. (ايضا)

(٦) انهن کي پٽ ۽ سون جي پائڻ کان نہ جهليو ويندو (ايضا)

(٧) جن شين کان مسلمان کي روڪيو ويو آهي ذمي کي بہ ان کان روڪيو ويندو مگرشراب ۽ خنزير کان انکي نہ روڪيو ويندو. (ايضا ص ٣٢٦)

(٨) پاڙيسري ذمي جي طبع پرسي ڪئي ويندي ۽ انجي مهماني ڪرڻ بہ جائز آهي (ايضا)

(٩) واپار ۾ ذمي مسلمانن وانگر آهي سواءِ شراب ۽ خنرير جي (ڪنزالدقائق باب السلم قدوري باب السلم )

(١٠) شفعہ جو حق جيئن مسلمان جو آهي تيئن ذمي جو بہ آهي (هدايہ ج۴ ص ٣٩٨)

(١١) سرڪاري غير آباد زمين کي آباد ڪرڻ سان جيئن مسلمان انجو مالڪ ٿئي ٿوتيئن ذمي بہ آباد ڪرڻ سان انجو مالڪ ٿي وڃي ٿو. (هدايہ ج۴ ص٤٧٧)

(١٢) جيئن مسلمان جي قاتل کان قصاص ورتو ويندو تيئن ذمي جي قاتل کان بہ قصاص ورتو (ڪنز الدقائق ص٤٤٩)

(١٣) ذمين جي حمايت جو ذمہ بہ اسلامي حڪومت تي آهي (١) حضرت عمر فاروق رضہ پنهنجي وفات جي موقعي تي فرمايو.

اوصي الخليفة من بعدي بذمة رسول الله صلي الله عليہ وسلم ان يوفي لهم بعهد هم و ان يقاتل من ورائهم والا يكفلوا فوق طاقتهم ٠كتاب الخراج ص١٣٥)

ذمين جي باري ۾ مامون کان بعد واري خليفي کي وصيت ٿو ڪريان تہ انهن سان انجام کي پاڙي انهن کان سواءِ باقي ڪافرن سان

جنگ ڪئي وڃي ۽ طاقت کان مٿي انهن تي بار نہ رکيو وڃي.

(٢) حضرت عمر رضہ شام جي دوري ۾ ڏٺو تہ ڪي ماڻهو اس ۾ بيٺا آهن ۽ انهن جي مٿي تي زيتون جو تيل هاريو پيو وڃي پڇا ڪرڻ کـــان بعـــد مـــعلوم ٿين تہ اهي ذمي آهن جن جزيو ادا نہ ڪيـــو آهي فرمايائون تہ اهي ماڻهو جزيہ ادا ڪرڻ کان ڪهڙو عذر پيش ڪن ٿا چيائون تہ چون ٿا تہ اسان کي ڪجھہ بہ نہ آهي تنهن تي حضرت عمر فرمايو

فد عوهم لاتكلفواهم مالا يطيقون فاني سمعت رسولالله صلي الله عليہ وسلم لاتعذبوالناس فان الذين يعذبون الناس في الدنيا يعذبهم الله يوم القيمة (ابضا ص١٣٥) سو انهن کي ڇڏي ڏيو ۽ طاقت کان مٿي انهن تي بار نہ [illegible] تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن کان ٻڌو آهي تہ ماڻهن کي عذاب نہ ڪيو سو جيڪي ماڻهو دنيا ۾ ماڻهن کي عــذاب ڪن ٿــا تن کي الله تعــالي قــيامت جي ڏينهن عــذاب ڏيندو. ۽ فرمايائين تہ انهن کي ڇڏي ڏيو.

(١۴) محتاج ذمين لاءِ وظيفو بہ مقرر ڪيو ويندو. حضرت عمر رضہ جي رعايا پروري جي نظائر ۾ هي مثال ڪنهن حدتائين نادر الوجود آهي جو هڪ نابينا يهودي جو بيت المال مان وظيفو مقرر فرمايائين ۽ ان ۾ هيٺين آيت مان استدلال پڪڙيائين.

انما الصدقات للفقراء والمساكين : صدقا رڳو فقيرن ۽ مسڪينن لاءِ آهن

دوستان راکجا ڪني محروم
کہ تو بادشمنان نظر داري (كتاب الخراج ص ١٣٦)

**نوٽ :** مذڪوره قصو ڪتاب الخراج ۾ وڏيڪ بسط سان لکيل

آهي.

(١٥) ننڍي ٻار ، عورت، ٽنڊي، منڊي، انڌي ۽ اهڙو فقير جو ڪمائڻ جهڙو نه آهي ۽ انهن جو درويش جيڪوماڻهن سان خلط ملط نه ٿو ڪري انهن کان جزيو معاف آهي (ڪنزالدقائق ص٢١١)

(١٦) انهن کي پنهنجي مذهب ۾ آزادي هوندي انهن جي عبادتگاهن کي نقصان نه ڏنو ويندو بلڪه پراڻن مندرن کي نئين سر ناهڻ جو انهن کي اختيار هوندو البته نئين سر ڪو مندر انهن کي ناهڻ نه ڏبو (ڪنز ص ٢١١)

(١٧) جڏهن ذمين جي حفاظت کان اسلامي حڪومت عاجز ٿي پوي ته اڳاڙيل جزيو ذمين کي واپس ڪري ڏيڻو آهي. (الفاروق ص١٩١)

(١٨) ذمين جي عزت جو خيال رکيو ويندو. حضرت عمر بن سعد حمص جو حاڪم هيو جو تمام زاهد ۽ عابد هيو ان کان هڪ دفعي هڪ ذمي جي شان ۾ هيء لفظ نڪري ويو اخزاڪ الله. يعني الله تعاليٰ تو کي خوار ڪري ان تي انکي ايتري ندامت ۽ افسوس ٿيو جو حضرت عمر جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪري نوڪري٠ کان استعفا ڏيئي چڏيائين ۽ چيائين ته اها حرڪت مون کان نوڪري٠ جي ڪري صادر ٿي آهي. (الفاروق ص٤٤٢)

(١٩) جزيه وغيره جي باري ۾ به ذمين کان راءِ ورتي ويندي چناچه فاروق اعظم اهڙن معاملن ۾ همیشه ذمين کان جو پارسي ۽ عيسائي هوندا هيا راءِ طلب ڪندوهيو. (الفاروق ص٣٣٦)

(٢٠) پڻ ملڪي انتظامات ۾ به انهن کان مشورو ورتو ويندو چناچه حضرت عمر رضي الله عنه ائين ڪندا هيا (الفاروق ص٤٢٥)

(٢١) جيڪڏهن ڪنهن مسلمان ڪنهن ذمي کي غلطي کان قتل ڪري وڌو اهو ائين ڄڻبو جيئن مسلمان کي قتل ڪيائين پوءِ جيئن مسلمان جي قتل ڪرڻ واري صورت ۾ خون بها (سؤ اٺ) قاتل کي پري ڏيڻا آهن تيئن ذمي جي قتل ڪرڻ ڪري به ساڳيو ئي خون بها (سؤ اٺ) قاتل ي پري ڏيڻا آهن (ڪنزالدقائق ص ٣٢٣)

(٢٢) انهن جا معاملا انهن جي مذهب موافق طئي ڪيا ويندا مثلا ڪنهن ذمي بنا شاهدن جي نڪاح ڪيو يا ڪنهن ڪافر جي عدت ۾نڪاح ڪيائين ۽ اها شيءِ انهن جي دين ۾ جائز آهي ته انکي برقرار رکيو ويندو. (ڪنزالدقائق ص١١٠)

(٢٣) ڪنهن ڏوهه جي ڪري انکي باغي تصور ڪري قتل نه ڪيو ويندو مثلا ڪوئي ذمي جزيو ادا نه ٿو ڪري يا ڪنهن ذمي مسلمان عورت سان زنا ڪري وڌي يا ڪنهن مسلمان کي قتل ڪيائين يا خدا تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي شان ۾ گستاخي ڪيائين. انهن سمورن صورتن ۾ سزا جو ته مستحق ٿيندو مگر ان کي باغي نه سمجهو ويندو ۽ انهن جي حقوق کي تلف نه ڪيو ويندو (ڪنزالدقائق ص٢١٢)

(٢٤) عام حقوق ۾ ذمي مسلمان وانگر آهي. عمر بن عبدالعزيز جي دربار ۾ هڪ دفعي مسلمه بن عبدالملڪ ء ڪجهه ذمي شخص فيصلي جي لاءِ آيا مسلمه ته اچي ڪري فرش تي ويهي رهيو ۽ ذمي ويچارا بيهي رهيا. حضرت عمر بن عبدالعزيز جو ان کي فرش تي ويٺل ڏٺو ڇيائينس ته جيڪڏهن تو کي انهن سان گڏ ويهڻ گوارانه ٿو ٿئي ته پوءِ وڪيل ڪر پوءِ اهو انهن سان گڏ ويهي. مسلمه هڪ شخص کي وڪيل ڪيو ۽حضرت عمر فيصلو انجي خلاف ڪيو (سيرت عمر بن

عبدالعزيز ص ١٥٧)

(٢٥) پاڻيءَ جي پيچ ۾ جيئن مسلمان جو حق آهي تيئن ذمي جو بہ آهي (شامي ج٦ ص٤٣٨)

## ذمين جا باقي احڪام

ذمين ڪان زمين جي ڍل وٺبي جنهن کي خراج چئبو آهي جنهن جو بيان عشر ۽ خراج جي بحث ۾ گذري چڪو آهي ۽ انهن جي سرن جي مٿان جزيو رکيل هوندو آهي. (ڪنزالدقائق)

١۔ جزيہ جيڪڏهن رضا سان رکيل آهي تہ بس اهو ئي هوندو چاهي ٿورو هجي چاهي گهڻو هجي ان ۾ڦير ڦار نہ ڪبي (ڪنزالدقائق)

جيڪڏهن صلح ۽ رضا سان طئي ٿيل نہ آهي تہ پوءِ (الف) ڪمائيندڙ فقير تي هر سال ۾ ١٢ درهم آهن (ب) وچٿري حال واري تي ٢۴ درهم آهن (ج) آسودي تي ۴٨ درهم آهن. (ڪنزالدقائق)

٢۔ جزيي جي ادائگي ۾ ان جو قول ائين قبول ڪيو ويندو جيئن مسلمان جو قول زڪواة جي ادائگي ۾ قبول ڪيو ويندو آهي. (ڪنزالدقائق)

**سوال :** ذمين ڪان جزيو ورتو وڃي ٿو ۽ مسلمان ڪان نہ ٿو ورتو وڃي ان ۾ ذمين جي مٿان ظلم چئبو.؟

**جواب :** شرعي حڪومت ۾ جڏهن تہ ذمين جا بہ حق آهن پوءِ شريعت مسلمانن ڪان زڪواة ۽ ڪفارات وغيره وصول ڪري ٿي ڇا پوءِ ڇڙو ذمين ڪان جزئي جا ٿورا پئسا بہ وصول نہ ڪري، شريعت پاڪ تہ ذمين سان وڏي رعايت ڪئي آهي جو ڇڙو ساليانو معمولي جزيو وصول ڪري ٿي سو بہ سرندڙن ڪان، پوءِ بہ انهن جي محتاجن ۽ رفاهہ عام ۾ انکي خرچ ڪيو ٿو وڃي ۽ پڻ ان جزيي جي مقابلي ۾ اسلامي

حڪومت انهن جي مال ۽ جان جي حفاظت جي ذمہ وار آهي.

۲۔ذمي مسلمانن کان پوشاڪ ۽سواري ۾ نرالو هوندو ان ڪري گهوڙي تي سوار نہ ٿيندو ۽نہ ڪي هٿيار ساڻ ڪٺندو ۽ هني تي بہ سوار نہ ٿيندو ۽ هني تي ٻهئي ڄنگهون هڪ طرف لڙڪائي ويهندو جيئن خبر پئي تہ هئي مسلمان نہ آهي بلڪہ ذمي آهي.

۴۔اهڙي طرح پنهنجي جٺيان ڪي بہ ظاهر ڪندو هي سڀ مسائل ڪنزالدقائق مان نقل ڪيل آهن.

**غير مسلم حربي :** حربي غير مسلم انکي چئبو آهي جيڪو اسلامي ملڪ جو رهواسي نہ هجي انهن جا احڪام ڪجهہ ذمي غير مسلم کان نرالا آهن. تنهن ڪري ان جي احڪامن کي جدارو ذڪر ڪجي ٿو.

۱۔حربي ڪافر جيڪڏهن اسان تي ڪاهہ ڪري نہ ٿا اچن تہ پوء انهن سان جهاد ڪرڻ فرض ڪفايہ آهي يعني جيڪڏهن ڪي مسلمان اهو فريضو اداڪن ٿا تہ پوء باقي مسلمانن تان ڪري پوندو ۽ جيڪڏهن ڪو بہ مسلمان اهو فريضو ادا نہ ٿوڪري تہ سيئي مسلمان گنهگار ٿي پوندا. (ڪنزالدقائق)

۲۔حربي ڪافر جيڪڏهن اسان تي ڪاهہ ڪري اچن ٿا تہ پوء انهن سان جهاد ڪرڻ فرض عين آهي يعني هر هڪ مسلمان تي فرض ٿي پوندو تنهن ڪري ان وقت زال پنهنجي مڙس کان بغير اجازت جي نڪري پوندي جا مجاهدن جي کاڌي پيتي وغيره جو بندوبست ڪندي (ڪنزالدقائق)

۳۔جهاد جڏهن فرض عين نہ آهي تہ پوء صغير عورت،ٻانهي، انڌي ۽ ٽنڊي منڊي تي فرض نہ آهي (ايضًا)

۴۔ جهاد جي خرچ لاءِ جيڪڏهن بيت المال ۾ پيسو آهي ته ان وقت حاڪم تي حق آهي ته مالدار مسلمانن مان انکي حاصل ڪري مجاهدن تي خرچ ڪري ۽ جيڪڏهن بيت المال ۾ پيسو آهي ته پوءِ بيت المال مان خرچ ڪري ۽ ان وقت مسلمانن ڪان زوري وصول ڪرڻ مڪروه آهي باقي جيڪڏهن ڪو خوشي سان ڏئي ته ڀل ڏئي. (هدايه)

**طريقو جهاد جو :** مسلمان جي لشڪر جڏهن ڪافرن کي گهيرو ڪري وڏو ته اول انهن کي اسلام جي دعوت ڏني ويندي جيڪڏهن ڪافرن اسلام جي دعوت قبول ڪئي ۽ مسلمان ٿيا ته يڪدم لڙائي بند ڪئي ويندي، ٻئي نمبر ۾ جيڪڏهن انهن اسلام جي دعوت قبول نه ڪئي ته انهن تي جزيو رکيو ويندو. ٽئين نمبر ۾ جيڪڏهن جزيو به قبول نه ڪيائون ته پوءِ الله تعاليٰ تي ڀروسو رکي انهن سان لڙائي ڪئي ويندي. (ڪنزالدقائق)

١. وقت جو حاڪم جيڪڏهن انهن سان صلح ڪرڻ ۾مسلمانن جوفائدو سمجهي ٿو ته پوءِ ڀل انهن سان صلح ڪري ۽ صلح ڪرڻ ۾ ڪو حرج نه آهي (ڪنز)

٢۔ ان صلح کي ٿوري مدت گذري وڃي پوءِ حاڪم ڏٺو ته صلح ٽوڙڻ ۾ مسلمانن جو فائدو آهي ته پلي صلح ٽوڙي جنگ شروع ڪري ڏئي ۽ صلح ٽوڙڻ جي خبر عام ڪري ڇڏي. (هدايه)

٣. جيڪڏهن وقت جو حاڪم انهن ڪان مال وٺي صلح ڪري تڏهن به جائز آهي. (ڪنزالدقائق)

۴۔ مسلمانن کي لائق آهي ته ڪافرن سان واعدي خلافي نه ڪن ۽ غنيمت جي مال مان چوري نه ڪٽن ۽ ڪافرن جانک، چپ نه ڪپن ۽ انهن جي زائفن ۽ ننڍن ٻارن ۽تمام پوڙهي ۽ پاڳل کي قتل نه ڪن

البتہ جيڪڏهن انهن مان ڪو بہ ڪافرن کي جنگي معاملات ۾صلاح ڏئي ٿو يا عورت انهن جي راڻي آهي تہ انهن کي قتل ڪرڻ جائز آهي. (قدوري)

**فتحمتون ۾انهن جو ورهائڻ :** جيڪڏهن ڪنهن امام ڪنهن شهر کي ڏاڍ سان فتح ڪيو تہ هاڻي اهو اختيار وارو آهي وٺيس تہ ان شهر کي غازين ۾ ورهائي يا ان شهر کي شهر وارن جي حوالي ڪري ۽ انهن جي سرن تي جزيو ۽ انهن جي زمينن تي ڍل مقرر ڪري (هدايہ)

٢ـ قيدين جي باري ۾ حاڪم کي ٽي اختيار آهن يا تہ انهن کي قتل ڪري يا انهن کي ٻانهو بڻائي يا انهن کي آزاد ڪري ذمي بڻائي مگر انهن کي دارالحرب موڪلي نہ ڇڏيندو. (قدوري)

٣ـ حاڪم دارالاسلام ڏانهن موٽڻ جو ارادو ڪيو ۽ ساڻس گڏ ايترو چوپايو مال آهي جو ان جي آڻڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي تہ ان مال کي اتي ذبح ڪري ڇڏي باقي انهن جون ڄنگهون ڪپي بيڪار ڪري ڇڏڻ درست نہ آهي. (ڪنزالدقائق)

٤ـ غنيمت جي مال کي هن طرح تقسيم ڪري جو اول مال کي پنج حصا ڪري چار حصا غانمين ۾ ورهائي ۽ پنجون حصو بيت المال لاءِ رکي (كما في كتب الفقہ)

**ڪافرن جي غالب ٿيڻ جو بيان :** ڪافرن جو هڪ ملڪ ڪافرن جي ٻئي ملڪ تي غالب اچي ويو ۽ انهن مال ڪٺي هٿ ڪيو تہ هاڻي اهي مال غالب ٿيندڙ ڪافرن جا ٿي پوندا، اهڙي طرح خدانخواستہ ڪافر اسان جي مالن تي غالب اچي ويا ۽ اهي مال ڪٺي پنهنجي ملڪ ۾ سوگها ڪيائون تہ هاڻي اسان جي مالن جا بہ مالڪ ٿي پوندا. (هدايہ)

٢- ڀهريائين ڪا غير مسلم قوم مسلمانن جي مالن تي غالب ٿي ڪري مال ڪٺي ويئي ۽ پوء وري مسلمان ان قوم تي غالب ٿي ويا ۽ پنهنجا مال تقسيم کان اڳ وجي هٿ ڪيائون ته پوء اهي مال انهن جا مفت ۾ ٿي پوندا ۽ جيڪڏهن ڪافرن مال ورهائي ڇڏيا هوا ۽ پوء وجي. مسلمانن هٿ ڪيا ته هاڻي مسلمان پنهنجا مال قيمت سان وٺي سگهن ٿا باقي مفت ۾ نٿا وٺي سگهن. (هدايہ)

٣- ڪو واپاري دارالحرب ۾ داخل ٿيو پوء اهو ٿي مال خريد ڪيائين جيڪو حربي مسلمان کان زوري ڦري آندو هيو. پوء جڏهن اهو مال مسلمان پنهنجي ملڪ ۾ کڻي آيو ته پوء ان جي ڀهرين مالڪ مسلمان کي اختيار آهي وٺيس ته پيسن سان انکي خريد ڪري يا ان مسلمان کي ڏيئي ڇڏي باقي ان کان مفت ۾ زوري وٺي نہ ٿو سگهي (هدايہ)

**ڪوئي مسلمان دارالحرب ويزا وٺي وڃي،** ڪو مسلمان واپاري ويزا وٺي دارالحرب ۾ داخل ٿيو ته هاڻي انکي حربين جي مال ۾ ڪا ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ نہ آهي. پوء جيڪڏهن غداري ڪري حربين جو مال چوري ڪري آيو ته ان مال لاء انکي حڪم ڪبو ته خيرات ڪري ڇڏي (هدايہ)

٢- اهڙي طرح جيڪڏهن اتي حربي کان قرض ڪنيائين يا انکي قرض ڏنائين يا ڪنهن حربي جي ڪا شيء غصب ڪيائين يا حربي ان جي ڪا شيء غصب ڪئي. پوء اهو مسلمان دارالاسلام موٽي آيو ۽ اهو حربي بہ ويزا وٺي دارالاسلام ۾ آيو پوء ان حربي مسلمان تي ڪيس ڪيو يا مسلمان حربي تي ڪيس داخل ڪيو ان صورت ۾ قاضي صاحب ڪنهن جي بہ دانهن نہ ٻڌندو بلڪہ جنهن کي جنهن جي شيء

آهي اها انکي ڦبي، پرجيڪڏهن اهو حربي دارالاسلام ۾ مسلمان ٿي
ڪري داخل ٿيو تہ پوءِ قاضي ٻنهي جي وچ ۾ قرض جو فيصلو ڪندو
باقي غصب جو فيصلو نہ ڪندو. (هدايہ)

**ڪوئي حربي ڪافر دارالاسلام ۾ ويزا وٺي داخل ٿئي:** ڪو حربي ويزا وٺي دارالاسلام ۾ داخل ٿيو تہ هڪ سال کان
وڌيڪ اتي رهي نہ سگهندو پوءِ جيڪڏهن سال جي اندر دارالحرب
ڏانهن موٽي ويو تہ ٺيڪ نہ تہ سال گذرڻ بعد حاڪم مٿس جزيو مقرر
ڪندو ۽ جزيي مقرر ڪرڻ کان بعد ذمي ٿي پوندو تنهن ڪري حاڪم
کيس دارالحرب ڏانهن موٽي وڃڻ جي اجازت نہ ڏيندو. (ڪنزالدقائق)

٢ـ ڪنهن حربي جيڪڏهن هت زمين خريد ڪئي ۽ حاڪم ان
تي ڍل مقرر ڪئي تہ اهو حربي بہ هاڻي ذمي ٿي پوندو (ڪنزلدقائق)

٣ـ ڪافرياڻي ويزا وٺي دارالاسلام داخل ٿي ۽ هڪ ذمي سان
شادي ڪيائين تہ اها بہ ذمياڻي ٿي پئي. پر جيڪڏهن هن حربيءَ ذمياڻيءَ
سان دارالسلام ۾ شادي ڪئي تہ اهو حربي، ذمي نہ ٿي پوندو
(ڪنزالدقائق)

## احڪام مرتدين

مرتد ان شخص کي چئبو آهي جو پهريان مسلمان هجي پوءِ
اسلام کان ڦري وڃي.

١. جيڪڏهن ڪو خدانخواستہ اسلام کان ڦري مرتد ٿيو تہ
انکي پيهر اسلام جي آڇ ڪبي ۽ ان جا شبها دور ڪبا ۽ ٽن ڏينهن
تائين کيس جيل ۾ بند رکبو. پوءِ جيڪڏهن اسلام قبول ڪيائين تہ
ٺيڪ نہ تہ کيس قتل ڪيو ويندو. (ڪنالدقائق)

٢ـ ڪا مسلمان عورت مرتد ٿي تہ انکي قتل نہ ڪبو بلڪہ انکي

جيل ۾ رکبو. تان جو توبه تائب ٿئي ۽ اسلام قبول ڪري (ڪنزالدقائق)

٣ـ جنهن وقت ڪو مسلمان مرتد ٿئي ٿو ته سندس مال تان انجي ملڪيت زائل ٿي وڃي ٿي، پوءِ جيڪڏهن اسلام آڻيندو ته موٽي پنهنجي مال جو مالڪ ٿيندو پر جيڪڏهن اسلام نه آندائين ۽ مري ويو يا قتل ٿي ويو ته انجو مال جيڪومسلماني ۾ ڪمايل آهي ان جا مالڪ مسلمان وارث مسلماني واري قرض ادا ڪرڻ کان بعد ٿيندا ۽ جيڪو مال مرتد هجڻ ۾ ڪمايو اٿائين سو مرتد هجڻ واري قرض جي ادا ڪرڻ کان بعد في ٿيندو. (ڪنز)

٤ـ ڪو سمجهو ڇوڪرو مرتد ٿيو ته انکي مرتد سمجهو ويندو ۽ کيس اسلام تي مجبور ڪيو ويندو مگر ان کي قتل نه ڪيو ويندو. (هدايه)

٥ـ بي سمجهه ڇوڪري، چريءَ بي عقل نشي جو مرتد ٿيڻ صحيح نه آهي (هدايه)

## چوٿون باب بيت المال

اسلامي بيت المال ۾ چار کاتا عليحده عليحده هئڻ گهرجن اصل حڪم هي آهي ته صرف حساب جدارو رکڻو نه آهي، بلڪه هر هڪ کاتي جو بيت المال جدا جدا هئڻ گهرجي تانته هر هڪ کي ان جي مصرف ۾ خرچ ڪرڻ جو پورو احتياط قائم رهي، البته جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪنهن خاص کاتي ۾ ڪمي ٿي پوي ته ٻئي کاتي مان بطور قرض جي حاصل ڪري ان تي خرچ ڪري سگهجي ٿو. اهي بيت المال جان چار کاتا هي آهن.

**خمس غنائم :** يعني جو مال ڪافرن کان ڏاڍ جي ذريعي

حاصل ٿيو هجي ان جا چار حصا مجاهدن ۾ تقسيم ڪري باقي پنجون حصو بيت المال جو آهي.

**خمس معّادن:** يعني مختلف قسم جي کاڻن مان نڪتلن شين مان به پنجون حصو بيت المال جو آهي.

**خمس رڪاز :** يعني جو پراڻو خزانو ڪنهن زمين مان حاصل ٿيو ته انجو به پنجون حصو بيت المال جو حق آهي، اهي ٽهئي قسم خمس جا بيت المال جو هڪ ٿي کاتو آهي.

ٻيو کاتو صدقات جو آهي، جنهن ۾ مسلمانن جي زڪواة، عشر، صدقة الفطر ۽ ٻيا صدقات وغيره

ٽيون کاتو خراج ۽ مال فيء جو آهي، جنهن ۾ غير مسلم جي زمين مان حاصل ٿيل خراج ۽ انهن جو جزيو ۽ انهن کان حاصل ٿيل تجارتي ٽيڪس ۽ ٻڻ اهي سمورا مال به داخل آهن جو غير مسلم کان صلح طور حاصل ڪيل هجن.

چوٿون کاتو ضوائع آهي، جنهن ۾ لاوارث مال ۽ لاوارث شخص جي ميراث وغيره داخل آهن. انهن چئن کاتن جا مصارف اگرچه الڳ الڳ آهن، ليڪن فقراء ۽مساڪين جو حق انهن چئني کاتن ۾ رکيو ويو آهي، جنهن مان اندازو لڳايو وڃي ٿو ته اسلامي حڪومت ۾ قوم جي ان ضعيف عنصر کي قوي ڪرڻ جو ڪيتري قدر اهتمام ڪيو ويو آهي جو حقيقت ۾ اسلامي حڪومت جي ئي اها خصوصيت آهي، ان جي مقابلي ۾ دنيا جي نظامن اندر هڪ مخصوص طبقي کي وڏايو ويندو آهي، غريب کي ابرڻ جو موقعو ئي نه ملندو آهي، جنهن جي رد عمل ۾ اشتراڪيت ۽ ڪميونيزم پيدا ٿيوآهي، مگر اهو به بلڪل هڪ غير فطري اصول ۽ مينهن کان پيچي نيساري جي هيئيان بيهڻ جي معني رکي

تـو ۽ پڻ انسـاني اخلاق جي لاءِ زهر قـاتل آهي. مطلب تہ اسـلامي حـكـومت ۾ چار بيت المال جدا كـاتن لاءِ الڳ الڳ آهن ۽ فقـيرن ۽ مسـكينن جو حق چئني ۾ ركيل آهي. انهن مان پهرين ٽن كاتن جا مصرف قرآن شريف ۾ ذكر فرمايا آهن.

پهريون كاتو مد خمس غنائم وغيره الله تعالىٰ فرمايو آهي.

و اعلمـوآ انما غنمـتم من شيءٍ فـان لله خمسـه وللرسـول ولذي القربیٰ واليتمیٰ والمسكين و ابن السبيل (الانفال ع٥) ۽ هي ڳالهہ چاٿو تہ جيكـو مال كافرن تي فتح لهڻ كان پوءِ اوهان جي هٿ ۾ آيو ان جو پنجون حصو الله ۽ پيغمبر جي عزيز ۽ يتيمن ۽ مسكينن ۽ مسافرن لاءِ آهي.

پوءِ ان پنجين حصي كي شـريعت پاك مـوافق هن طرح ورهايو ويندو.

(١) حضور صلي الله عليہ وسلم جا عزيز محتاج (٢) عام يتيم (٣) عام مسكين (٤) مسافر. باقي قرآن پاك ۾ الله تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جو ذكر بہ آهي سـو الله تعاليٰ جو ذكر تبرك خاطر آهي ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جو حصو سندس وفات سان ختم ٿي ويو.

والخمس لليتمیٰ والمسكين وابن السبيل و قدم ذوي القربیٰ الفقراء منهم عليهم ولا حق لا غنيائهم وذكر الله تعاليٰ للتبرك وسهم النبي عليہ السلام سقط بموتہ كالصفي (كنزلادقائق ص٢٠٤) ۽ خمس يتيمن ۽ مسكينن ۽ مسافرن لاءِ آهي نبي كريم صلي الله عليہ وسلم جا مسكين مائٽ اول حقدار آهن ۽ نبي كريم صلي الله عليہ وسلم جي آسودن مائٽن جو حصـو كونہ آهيءِ الله جو ذكر بركت خاطر آهي ۽ نبي كريم

صلي الله عليہ وسلم جو حصو چوندڻ وانگر سندس وفات سان ختم ٿي ويو.

اهڙيطرح خمس معادن ۽ خمس رڪاز جا بہ اهي ئي ماڻهومستحق آهن (شامي ج٢ ص٣٣٧).

### ٻيو ڪاتو آهي صدقات

ان جا مصرف الله تعاليٰ اٺ قسم ماڻهو ٻڌايا آهن.

١. فقير يعني جنهن کي مڙئي ڪجهہ مال هجي (ڪنز)

٢. مسڪين جنهن کي ڪجهہ بہ نہ هجي. (ڪنز)

٣. صدقات جي وصولي ۽ ان جي تقسيم ڪرڻ لاءِ سرڪاري طور تي مقرر ڪيل ماڻهو انهن کي ڪم آهر زڪواة مان ڏنو ويندو.

٤. مڪاتبن کي آزاد ڪرائڻ ۾

٥. قرضي ماڻهو

٦. غريب مجاهد ۽ غريب حاجي يا ٻيو ڪو بہ دين جي خدمت ڪندڙ مسڪين شخص

٧. مسافر جهن کي سفر ۾ تو شو ختم ٿي ويو آهي اگرچہ ڪٿي وطن ۾ آسودو آهي.

٨. **مؤالفة القولوب:** يعني اهي ماڻهو جن جي دلجوئي لاءِ انهن کي زڪواة فنڊ مان ڏنو وڃي مگر اهڙن ماڻهن کي زڪواة ٻن شرطن سان ڏبي هڪ مسلمان هجن ٻيومحتاج ۽ فقير هجن. (معارف القرآن ج٤ ٤.٤)

ٽيون ڪاتو آهي خراج ۽ مال في. في شريعت ۾ ان مال کي چئبو آهي جيڪو مال ڪافرن کان بغير جهاد ۽ لڙائي جي حاصل ٿئي. چاهي هن طرح جو پنهنجو مال ڇڏي ڀڄي وڃن يا رضامندي سان بصورت

جزيہ ۽ خراج يا تجارتي ڊيوٽي وغيره جي ذريعي حاصل ٿئي ان جا ٻہ اهي ئي مصرف آهن جيڪي خمس غنيمت و غير ها جا آهن جن کي الله تعاليٰ سورة انفال ۾ ذڪر فرمايو آهي. ان ڪان سواءِ عام مسلمانن جي مصلحتن ۾ بہ انهن کي خرچ ڪري سگهجي ٿو. جيئن تہ فقهاء لکيو آهي.

والخراج والجزية و مال التغلبي وهدية اهل الحرب وما اخذ نا منهم بلاقتال يصرف في مصالحنا كسد اشغور وبناء القنا طروالجسور وكفاية القضاة والعمال والعلماء والمقاتلة و ذراريهم (كنزالدقائق ص٢١٣) خراج ۽ جزيو ۽ تغلبي جو مال ۽ حربي ڪافرن جو هديو ۽ جا بہ شيءِ اسان انهن کان بغير لڙائي جي ونئون انهن سمورن کي عام پبلڪ جي مصلحتن ۾ خرچ ڪيو ويندو جيئن ملڪ جي بچاءَ خاطر دشمن کان مضبوط پٽ ڪڍي ڇڏڻ ۽ دريا ۽ واهن جون پليون نهرائڻ قاضين ۽ آفيسر ۽ علماءَ ۽ فوج ۽ انهن جي اولاد جي ڪفايت ۾ خرچ ڪيو ويندو.

چوٿون ڪاتو آهي ضوائع. محتاج ۽ رنن زالن ۽ لاوارث ٻارن ۽ بيمارن جي دوا ۽ انهن جو پيو خرچ ۽ پڻ مسڪين ميت جي ڪفن ۽ اهڙي شخص لاءِ جيڪو ڪمائي نہ ٿو سگهي ۽ پڻ ان جو ڪو مائٽ آسودو بہ نہ آهي اهڙن ماڻهن لاءِ مخصوص آهي (شامي ج٢ ص٣٣٨ عالمگيريج١ص١٩١.)

هر ڪاتي مان محتاجن کي ضرورت ۽ لياقت ءديانت آهر ڏنو ويندو.

١. حضرت عوف بن مالڪ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن وٽ جڏهن فيءَ جو مال آندو ويندو هيو تہ انکي ان ڏينهن ئي ورهائي ڇڏيندا هئا ڇو تہ ان وقت ضرورت اهڙي هوندي هئي)

پرٿيل کي ٻہ حصا ڏيندا هيا ۽ واندي کي هڪ حصو ڏيندا هيا ابن المصطفيٰ هي اکر زياده کيا آهن تہ (کنهن وقت) اسان کي سڏيو ويو ۽ مون کي حضرت عمار کان اڳ ۾ سڏيو ويو ۽ مون پرٿيل هيس تنهن ڪري مون کي ٻہ حصا ڏنائون. ۽ حضرت عمار کي بعد ۾ سڏيو ويو ۽ اهو وانڍو وهيو تنهن ڪري ان کي هڪ حصو ڏنائون (ابو داؤد ج۲ ص۵۴)

۲ـ حضرت عمر رضي الله عنہ ضرورت ۽ مسائل جي ڇاڻ ۽ خوبين جو لحاظ رکندي مال کي ورهائيندو هيو ۽ پڻ اسان جي زماني ۾ ان ڳالهہ تي عمل ڪرڻ تمام سهڻي شيءِ آهي يعني ٽن ڳالهين جو لحاظ رکيو ويندو مطلب تہ گهڻي ضرورت واري کي ٿوري ضرورت واري کان گهڻو ڏنو ويندو. اهڙيءَ طرح وڏي فقيہ ۽ گهڻن خوبين واري کي ٻين کان گهڻو ڏنو ويندو ۽ پڻ فقيهہ ۽ فضيلت واري شخص ۾ محتاجيءَ جو بہ لحاظ رکيو ويندو. ان ڪري حضرت عمر رضہ جنهن ۾ علم يا نسب جي ڪاخوبي ڏسندو هيو انکي گهڻو ڏيندو هيو. (شامي ج۴ ۲۱۹)

۳ـ هڪ دفعي حضرت عمر فيءِ جي مال کي ذڪر ڪندي فرمايو تہ هن فيءِ جي مال ۾ نہ منهنجو دخل آهي نہ ڪي توهان جو. مگر اسان مان هر هڪ کي الله تعالىٰ جي ڪتاب ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي تقسيم موافق پنهنجي پنهنجي حيثيت موافق ملندو. ٻوءِ ڪنهن جي حيثيت ڇڙي ماڻهو هجڻ جي آهي ۽ ڪنهن ۾ ماڻهو هجڻ سان گڏ اسلام ۾ اڳوڻي هجڻ جي آهي ۽ ڪنهن ماڻهو ۾ گهڻي محنت جي حيثيت آهي ۽ ڪنهن ۾ گهڻي عيال جي حيثيت آهي ۽ ڪنهن ۾ گهڻن ضرورتن جي حيثيت آهي ( ابو داؤد ج۲ ص۵۳)

اهڙي قسم جي احاديث کي مد نظر رکندي فقيہ لکن ٿا تہ وقت

جو حاڪم بيت المال مان هر هڪ کي ضرورت ۽ علم ۽ لياقت آهر ڏيندو هو. ڪمافي الشامي ويعطي بقدر الحاجة والفقه والفضل يعني حاڪم ضرورت ۽فقه ۽ خوبين جو لحاظ رکي بيت المال جومال ورهائيندو. (شامي ج ٣٢٧)

محتاجن جي جي هر ضرورت جي پوري ڪرڻ جو ڪفيل بيت المال آهي.

١. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايوآهي ته مون مؤمنن تي سندن جندن کان وڌيڪ حق رکندڙ آهيان تنهن ڪري مؤمنن مان جيڪو قرضي ٿي ڪري مري وڃي ته ان جي قرض لاهڻ جو ذمون منهنجي مٿان (بيت المال مان) آهي پرجيڪڏهن ڪو مال ڇڏي مري وڃي ته اهوان جا وارث کڻن (بخاي ج٢ س٨٠٩)

٢. حضور صلي الله عليه وسلم جن وٽ جڏهن ڪو جنازو آندو ويندو هيو ته پڇا ڪندا هئا ته مٿس قرض ته ڪونهي جيڪڏهن مٿس قرض نه هوندو هيو ته ان جي جنازي نماز پڙهندا هئا ۽ جيڪڏهن مٿس قرض هوندو هيو ته پاڻ ان جي جنازي نماز نه پڙهندا هئا ۽ صحابه کي فرمائيندا هيا ته اوهين ان جي جنازي نماز پڙهو. پوءِ جڏهن فتوحات ٿيون ۽ بيت المال ۾ پيسو جمع ٿيڻ لڳو ته ان وقت فرمايائون ته مون مؤمنين کي پنهنجن نفسن کان به وڌيڪ پيارو آهيان ان ڪري جيڪڏهن ڪو مؤمن قرضي ٿي ڪري مري ويندو ته پوءِ ان جو قرض ادا ڪرڻ منهنجي ذمي آهي ۽ جيڪو مال ڇڏي مري ويندو ان جو مال ان جا وارث کڻندا. بخاري ج١ ص٢٠٨.

٣. پڻ اهڙو مضمون ابو دائود ۾ مختلف الفاظن سان آيل آهي (ابو دائود ج٢ ص٥٤) انهن روايتن مان ته ايترو به معلوم ٿيو ته محتاجن

جي زندگي جي ضروريات جو تہ بيت المال ڪفيل آهي پر جيڪڏهن ڪو مري ويو ۽ قرض ماڻهن جو ان جي مٿان رهجي پيو تہ تہ ان قرض لاهڻ جو بہ ڪفيل اسلامي بيت المال آهي.

## سرڪاري خزاني ۾ مسلم ۽ غير مسلم هڪ جهڙا مستحق آهن

۽ پڻ سرڪاري خزاني ۾ مسلم ۽ غير مسلم ٻئي هڪ جهڙا مستحق آهن، ڪڙمي، مسلمان هجي چاهي ڪافر هجي ان کي ٻج ۽ ڏاندن وغيره جي رقم بيت المال مان ڏني ويندي. (اسلام کا معاشي نظام ص١٥)

معاهده حيره جي سلسلي ۾ فاروق اعظم جو فرمان آهي تہ جيڪو پوڙو (غير مسلم) ڪم نہ ڪري سگهي يا انکي ڪا مصيبت پهچي وڃي يا سجو ٺي وڃي جنهن ڪري انکي پنهنجا خيراتون پيا ڏين تہ پوءِ ان ڪان جزيو معاف آهي ۽ ان جون ۽ انجي ساري آکهہ جون سموريون ضروريات سرڪاري خزاني مان پوريون ڪيون ونديون اهو سلوڪ ان سان تيستائين ڪيو ويندو جيستائين اهو اسلامي ملڪ ۾ رهندو پر جيڪڏهن اسلامي ملڪ کان ٻاهر نڪري ويندو تہ پوءِ اسلامي ملڪ تي ان جو خرچ لازم نہ آهي. (ڪتاب الخراج ص٥٨)

## جنهنجو وظيفو بيت المال ۾ مقرر ٿي چڪو اهي ان جي مرڻ کان بعد اهو سندس اولاد کي ڏنو ويندو.

١. قاضي ابو يوسف رحہ ڪتاب الخراج ۾ فرمايو آهي تہ جيڪڏهن ڪوئي شخص بيت المال مان وظيفي وٺڻ جو مستحق آهي ۽ ان لاءِ ان جو وظيفو بيت المال ۾ مقرر ڪيو ويو آهي تہ ان جي مرڻ ڪري اهو ختم نہ ڪيو ويندو بلڪہ مرڻ کان بعد سندس اولاد کي ڏنو

ويندو (شامي ج۴ ص۲۱۸)

۲۔ ديني خدمت جي ڪري جيڪڏهن ڪنهن جو وظيفو بيت المال ۾ مقرر ٿيل آهي مثلا امامت جي ڪري يا اذان چوڻ جي ڪري يا ڪنهن به ديني خدمت جي ڪري يا اهڙي خدمت جي ڪري جنهن ۾ اسلام ۽ مسلمانن جو فائدو آهي اهو جيڪڏهن مري وڃي ۽ ان جي اولاد ۾ ان خدمت جي اهڙي لياقت هجي جيئن ان جي پيءُ ۾ هئي ته پوءِ حاڪم تي لازم آهي ته پوءِ ان شخص واروظيفو ۽ خدمت ان ميت جي اولاد جي حوالي ڪري ۽ ٻين ڪي نه ڏئي جو ته ان ۾ شريعت جو به حق حاصل ٿئي ٿو ۽ ٻڻ ان جي اولاد جي به دلجوئي ٿئي ٿي. البته جيڪڏهن ان جي اولاد نالائق آهي ته پوءِ پيءُ وارو وظيفو ۽ خدمت حاڪم ان جي اولاد ڪي نه ڏئي (شامي ج۴ ص۲۱۸)

## آخر ڪتاب ۾ تنبيهه

هي صرف اسلامي معيشت جو نقشو پيش ڪيو اٿم. مَانَ ڪو سراسري نظر ڪري اسلامي معيشت کي سمجهي ۽ ٻين نظرين جي مقابلي ۾ هن نظريي کي پسند ڪري، باقي اسلامي معيشت جون جزيون ۽ ان جا مسائل فقه جي ڪتابن ۾ تفصيل سان ذڪرٿيل آهن.بهر حال دين اسلام هڪ جامع دين آهي جيڪو عبادت سان گڏ معيشت جي به سهڻي تعليم ڏئي ٿو. وري معيشت جو اهڙو جامع نظام آهي جو معيشت جي هرنقص کي ڪامل ڪري ٿو. دوا سان گڏ پرهيز به ٻڌائي ٿو ۽دنيا سان گڏ دين جي به رهبري ڪري ٿو. اهو ئي سبب آهي جو يورپ ۽آمريڪا جي نظام معيشت آخرت ۽ دين کي ڦٽي ڪري صرف روٽي جي تقسيم جومسئلو هٿ ۾ ڪيو.تنهن ڪري اهو نظام معيشت ناڪام آهي جو اقوام متحده جي سماجي رپورٽ آهي ته انسانن جي اڌ

آبادي بکايل ۽ بيمار آهي. اهو ان ڪري آهي جو معيشت جو مسئلو انسان پنهنجي هٿ ۾ ڪنيون آهي. ان جو مختصر مثال هي آهي جو پنهنجي ملڪ ۾ جڏهن گوشت تي پابندي نہ هئي تہ ايترو مال ٻهراڙن ۾ هوندو هيو جو هر هڪ گهر ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ ٻہ ٽي ٽي ڳئون هونديون هيون. اهڙيطرح مينهون ۽ ڏاند وغيره هوندا هيا. ٻهراڙيءَ ۾ روزگار جو مسئلو ڏاندن سان واسطو ٿو رکي ڇو تہ ٻهراڙئي جا ماڻهو اڪثر ڪري هاري هوندا آهن ان ڪري ٻهراڙيءَ ۾ اڪثر ماڻهن وٽ گهٽ ۾ گهٽ هر هڪ گهر ۾ جوڙو ڏاندن جو هوندو هيو مگر جڏهن تہ ايوب جي حڪومت اڳاري ، اربع گوشت تي پابندي وڌي ان ڪري تہ جيئن ڍورن جي بچت ٿئي مگر خلق جي رزاق ڏٺو تہ بيوقوف انسان اهو مسئلو پنهنجي هٿ ۾ ڪنيون آهي، ڍورن مان برڪت ڪڍي ڇڏيائين جو ڍورن جي قلت جو مشاهدو هر هڪ ڳوٺاڻي ڪي آهي اهي ايترا ڍور الائي ڪيڏانهن هليا ويا. ان ۾ انسان ڪي سبق آهي تہ اي بيوقوف انسان روزگار جو مسئلو پنهنجي هٿ ۾ نہ ڪڻ بلڪہ روزگار جو مسئلو پنهنجي خالق جي حوالي ڪر روزگار جي متعلق جيئن تو ڪي حڪم ڪري تيئن ڪر فرمايائين.

نحن قسمنا بينهم معيشتهم في الحيوة الدنيا (الزخرف ع٣) ۽ اسين سندن گذران سندن وچ ۾ دنيا جي حياتي ۾ ورهائي ڇڏيو آهي. جنهن جو تفصيل اسان گذريل ورقن ۾ ڪيو سي، جنهن جون برڪات ڪتابن ۾ ڪافي ذڪر ڪيل آهن. علامہ نووي رحہ مسلم شريف جي شرح ۾ لکيو آهي تہ عمر بن عبدالعزيز جي دور ۾ مال لاءِ ماڻهن کي سڏيو ويندو هيو مگر مال وٺڻ لاءِ ڪو بہ نہ ايندو هيو، ۽ اهڙي طرح جڏهن آخر زماني ۾ اسلامي معاشي نظام حضرت عيسيٰ عليہ السلام

جي دور ۾ ٿيندو تہ ان وقت بہ اهو ئي حال ٿيندو جو زڪواة وٺڻ وارو نہ ليندو. ڪنهن کي خبر ڏني ويندي تہ فلاڻو مسڪين آهي. هي زڪواة ڪٺي اوڏانهن ويندو تہ زڪواة وٺ تنهنجي لاءِ ٻڌو اٿم تہ تون مسڪين آهين، هو چوندو تہ برابر جيڪڏهن ڪالهہ ڪٺي اچي هان تہ مون وٺان ها. ضرورت هئي پر اڄ ضرورت نہ آهي.

حديث پاڪ ۾ آهي تہ جڏهن ڪنهن کي مال ڏنو بہ ويندو تہ بنا حساب ڪتاب ۽ ڳڻپ جي، پئسن جا ٻڪ ڀري ڏنا ويندا. اهو تڏهن ٿيندو جڏهن رزق جي تقسيم جو مسئلو الله تعاليٰ جي حوالي ڪجي ۽ الله تعاليٰ جي هدايتن موافق معيشت کي هلائجي پر ناقص انسان اهومسئلو پنهنجي هٿ ۾ ورتو آهي جنهن ڪري اڄ دنيا بکي آهي. هيءَ يقيني ڳالهہ آهي جيڪو ڪم ڪمشنر يا گورنر جي ڪرڻ جو آهي. ان ڪم کي پٽيوالو يا نائڪ هر گز نہ ڪري سگهندو.

تہ رزق جي تقسيم جو قانون خدا تعاليٰ جو ڪم آهي ان کي ضعيف انسان ڪيئن انجام ڏيئي سگهندو. جو خدا تعاليٰ کان ڪيئي در جا تمام گهٽ آهي بلڪہ الله تعاليٰ جي علم ۽ انسان جي علم جي پاڻ ۾ ڪهڙي نسبت آهي ۽ الله تعاليٰ جي علم جي آڏو انسان جوعلم ۽ سمجهہ ڪجهہ بہ نہ آهي.

يورپ جڏهن رزق جي تقسيم جي مسئلي ۾ هٿ وڌو تہ ماڻهن کي اها اميد هئي تہ هائي بابا روٽي جام ملندي ليڪن ٿيو ائين جيئن اڪبر الہ آباد چيو آهي

تهي فکر مين کيک کي سو روٽي بهي گئي
چاهي تهي بڙي چيز سو ڇهوٽي بهي گئي
اپني تو هوئي وهي مثل اي اکبر
پتلون کي فکر مين لنگوٽي بهي گهٽي



وما علينا الا البلاغ

الحمدلله اولاو آخرا و صلي الله علي محمد خيرالوري واله وصحبه وسلم تسليما کثيرا کثيرا.



وانا عبده المعترف بذنوبه ابو سعيد شبير احمد عفاالله عنه

خادم مدرسه عربيه حماديه تعليم الهدي ڳوٺ اُڙا

۱۰ شعبان ۱۴۱۰ھ مطابق ۸ مارچ ۱۹۹۰ع

# ضميمو

سنڌ جي زرعي زمين انگريز حڪومت کان اڳ ڪنهن جي هئي
سنڌ تي انگريز جي قبضي (١٨٤٣) وقت سڄي علائقي جي زرعي زمين مسلمانن جي ملڪيت هئي، هندن وٽ هڪ ايڪڙ به زرعي زمين ڪين هئي، هندو قانوني طور زمين خريد نه ڪري سگهندا هئا. انگريز زمين جي ڦيرڦار واري قانون ۾ تبديلي آندي تنهن هوندي به انگريزن جي دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ وڏا وڏا جاگيردار به هيا ته پنهنجي زمين پاڻ اباد ڪندڙ ننڍا ننڍا کاتيدار به هيا. انگريز حڪومت جي پنهنجي رپورٽ مطابق سنه ١٩٢٥ع تائين سنڌ ۾ هڪ لک ستياسي هزار چوڻيهه ننڍا کاتيدار هيا جن وٽ هڪ ايڪڙ کان پنجويهه ايڪڙ تائين زمين هئي، پر سنه ١٩٤٦ع تائين صورتحال اها ٿي وئي جو ننڍن کاتيدارن جي نوي سيڪڙو کان به وڌيڪ زمين هندو واڻيو وياج ۽ ڏوڪي سان پنهنجي کاتي ۾ تبديل ڪرائي چڪو هو.

هندن ڏانهن ناجائز طور مسلمانن جي جيڪا زمين منتقل ٿي چڪي هئي، ضلعي وار حساب سان ان جي تفصيل هيءَ آهي.

| | |
|---|---|
| ٺٽو | ٢٠٩٤٠ ايڪڙ |
| نواب شاهه | ٨١٨٢٠ ايڪڙ |
| دادو | ٣٦٣٦١ ايڪڙ |
| جيڪب آباد | ٥١٥٨٢ ايڪڙ |
| حيدرآباد | ٣٧٣٤٢ ايڪڙ |
| ٿرپارڪر | ١٥٠٠٠٠ ايڪڙ |
| لاڙڪاڻو | ١١١٧١ ايڪڙ |

(وڌيڪ ڄاڻ لاءِ ڏسو روزانو الوحيد ڪراچي ٣ جون سنه ١٩٥٢ع)

مسلمانن جي اڪيلي روزاني الوحيد جي هڪ پڻي اطلاع موجب هندن جي ڪل ڇڏيل زمين ١٦ لک ايڪڙ هئي، جنهن ۾ ڇهه لک ايڪڙ زمين مهاجرن کي ڏني وئي، ۽ پنج لک ايڪڙ هارين کي ملي، باقي پنج لک

ايڪڙ يا تہ پوک لائق نہ هئي، يا وري ان مان پيداوار حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي رقم جي ضرورت هئي (روزانہ الوحيد ١٦ مئي سنہ ١٩٥٦ع)

مارچ سنہ ١٩٤٧ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ انتقال اراضيءَ جو قانون منظور ٿيو، جنهن موجب مسلمانن کان قريبل سموري زمين بنا معاوضي جي ڪين واپس موٽي ملڻي هئي، پر انهيءَ بل تي گورنر جنرل کي صحيح ڪرڻي هئي، انهيءَ وچ ۾ پاڪستان ٺهي ويو. پاڪستاب بڻجڻ کانپوءِ گورنر جنرل پاڪستان جي مفاد ۽ مهاجرن جي آبادڪاري لاءِ انهيءَ بل تي دستخط ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو. بهرحال اهڙي طرح ڳوٺاڻا سنڌي مسلمان جن جي روزگار جو ذريعو ئي زراعت هئي، اهي انگريز ۽ هندن جي سازش سان معاشي اعتبار سان صفا پيسجي ويا ۽ پاڪستان بڻجڻ کانپوءِ انهن کي پنهنجي زرعي زمين جي واپسي جي جيڪا اميد هئي، سا هڪ حد تائين ئي پوري ٿي.

# ڪوتا سسٽم ضروري آهي

قال الله تعاليٰ ڪي لايڪون دوله بين الاغنياءِ منڪم. الله تعاليٰ هن آيت جي ٽڪري ۾ هن مسئلي جو راز ٻڌائي ٿو تہ فيءِ جي مال جا مستحق غريب ۽ مسڪين ڇو آهن ۽ آسودا ماڻهو ڇو نہ آهن. فرمائي ٿو تہ: فيءِ جي مال جو مستحق مون غريبن کي ان ڪري فرمايو آهي تانتہ دولت جي گردش صرف اوهان جي آسودن ۾ نہ رهي، بلڪ غريبن ڏانهن بہ سري وڃي، آسودو تہ اڳيئي آسودو آهي، وري فيءِ جي مال مان بہ ان کي ملي ٿو پوءِ وڌيڪ آسودو ٿيندو ويندو ۽ غريب وڌيڪ غريب ٿيندو ويندو. ۽ اها ڳالھ الله تعاليٰ کي ناپسند آهي، ان ڪري الله تعاليٰ دولت جي عام گردش وارن واپارن ۽ معاملات کي جائز ٻڌايو آهي ۽ جن ڏنڌن يا معاملات ۾ جيڪڏهن دولت جي ڊوڙ صرف آسودن ڏانهن ٿئي ٿي تنهن کي ناجائز ۽ حرام قرار ڏنو اٿائين. مثلاً وياج، سٽو ۽ ذخيره اندوزي وغيره تقريباً اهڙي قسم جون ١٦ صورتون منڍ ڪتاب ۾ گذري چڪيون آهن ۽ انهن کي حرام صرف ان ڪري ڪيو ويو آهي جو ان ۾ دولت جي گردش صرف هڪ طبقي ۾ ٿئي ٿي، اهڙيءَ طرح خيرات ۽ صدقات وغيره جو آسودن کي وٺڻ بہ ان ڪري حرام ڪيو ويو آهي جو ان ۾ دولت جي گردش آسودن ڏانهن ٿئي ٿي.

سو جيڪڏهن ڪوٽا سسٽم قائم نہ ڪيو ويندو تہ پوءِ ملازمتون صرف شهري ماڻهن کي حاصل ٿينديون جي مالي وسائل جي ڪري اڳيئي آسودا آهن ۽ ڳوناٺان ماڻهو محروم ٿي ويندا، جي مالي وسائل جي اڻ هوند ڪري ڪنگال آهن. ۽ دولت جي گردش صرف هڪ طبقي ۾ ٿي پوندي جا حرام آهي. تنهن ڪري ڪوٽا سسٽم شرعي نقطي نگاھ سان صرف جائز نہ آهي، بلڪ واجب آهي، جو ان سان دولت جي گردش عام ٿي پوندي ۽ دولت جي گردش کي عام ڪرڻ واجب آهي.

وري جڏهن تہ شهري ماڻهن جي لاءِ دولت جي آمد جا ٻيا بہ ذرائع آهن، تنهن ڪري ٻهراڙيءَ جي ماڻهن کي هنيون وڌيڪ چانس ڏيڻ واجب آهي. جيئن انهن ويچارن ڏانهن بہ دولت سري اچي، پوءِ ان ڪري

ڪوٺا سسٽم جي وجوب ۾ ڪوبہ شڪ نہ ٿو رهي. بلڪ ان ۾ اجان بہ ظلم جو خطرو آهي، تنهن ڪري ڪوٺا سسٽم جي بجاءِ غريب ۽ امير جي فرق جو لحاظ رکي ڪري سيٽون تقسيم ڪيون وڃن، جنهن تہ هن دور ۾ ظلم چوٽي ڪري چڪو آهي. جو اهڙي دور ۾ پورو حق وصول ڪرڻ ناممڪن آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن غريب ۽ امير جي فرق جي لحاظ سان سيٽون ملڻ تمام مشڪل ڳالهہ آهي تہ پوءِ لاچار ڪوٺا سسٽم تي ئي اڪتفا ڪئي وڃي، جيئن چيو ويندو آهي تہ "ٻڏيءَ ٻيڙيءَ جون هريڙان بہ ڀليون" البتہ ڪوٺا سسٽم ۾ امانت ۽ لياقت وارو شرط ضروري آهي. انهن ٻنهي شرطن کان سواءِ اسلام ۾ ڪوبہ ماڻهو ملازمت جو حقدار نہ آهي، حضرت يوف عليہ السلام جڏهن عهدي جي طلب ڪري ٿو تہ صاف لفظن ۾ چوي ٿو اِنّي حفيظ عليم تہ مون حفاظت ڪندڙ يعني ان عهدي کي امانت سمجهي ڪري پوريءَ طرح سنڀاليندڙ آهيان ۽ عليم يعني ڄاڻ رکندڙ بہ آهيان. يعني ان عهدي جي مون کي لياقت بہ آهي، يعني حفيظ کان حضرت يوسف عليہ السلام امين هجڻ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ عليم کان لياقت واري هجڻ ڏانهن اشارو ڪيائين.

اهڙي طرح شعيب عليہ السلام جي هڪ نياڻي جڏهن موسيٰ عليہ السلام لاءِ حضرت شعيب عليہ السلام وٽ ملازمت لاءِ سفارش ڪري ٿي تہ حضرت شعيب عليہ السلام کي اعتبار ڄاڻائڻ لاءِ عرض ڪري ٿي. ان خير من استاجرت القوي الامين يعني جنهن کي تون پاڻ وٽ ملازم ڪري رکندين سو ڀلو ماڻهو آهي، ڇا لاءِ تہ اهو قوي (لياقت وارو) آهي. ۽ امين (امانت وارو) آهي. ان ڪري سيٽ جي حاصل ڪندڙ لاءِ امانت ۽ لياقت ضروري شيءِ آهي.

هذا ما ظهرلي في هذا الباب والله تعاليٰ اعلم بالصواب

**وانا عبده الضعيف شبير احمد**

**عفا الله عنه**

١٨_ رمضان المبارڪ ١٤١٣ھ بروز ڇنڇر

حال مقيم مدرسہ جامع حماديہ ڪراچي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چمَرَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَرَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيـنـئـن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)